Mehran Dr BalochNumber Part 2 from 14 onwards

Mehran Quarterly April-June 2012, Sindhi Adabi Board, Jamshoro, Sindh



الطاف حسين جوکيو

# سنڌي صورتخطيءَ جي سڌاري ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو ڪردار

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو سنڌي علم و ادب تي ڪم ڪندڙ شخصيتن ۾ نمايان حيثيت رکندڙ آهي. سنڌي علم و ادب ۾ چند ماڻهو اهڙا ٿي گذريا آهن جن مختلف موضوعن تي ساڳي تارَ سان پئي ڪم ڪيو آهي، تن ۾ مرزا قليچ بيگ مرحوم جو نالو وڏي اهميت جو حامل آهي. اهڙين مخصوص صفن ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو به وڏو نالو آهي. صاحب موصوف سنڌي ٻوليءَ کان سواءِ عربي، فارسي، انگريزي ۽ اردو ٻولين جو پڻ سٺو ڄاڻو هو؛ مختلف ٻولين تي لکيل سندن ڪتاب ان ڳالهه جا ساکي آهن.

بظاهر ڊاڪٽر بلوچ ’ايجوڪيشن‘ (تعليم) جو ماڻهو هو، ليڪن هن بزرگ عالم سنڌي ادب ۽ علمن جي مختلف پهلوئن: ’لوڪ ادب‘، ’لغت‘، ’لطيفيات‘، ’ڪلاسيڪي شاعري‘، ’سنڌي

موسيقي‘، ’سنڌي ثقافت‘، ’تاريخ‘، ’لسانيات‘ وغيره تي جيڪو ڪم آهي، سو بيشڪ ساراهڻ جوڳو آهي.
هن مضمون ذريعي، مختصر، ’عربي- سنڌي آئيويٽا ۽ صورتخطيءَ‘ جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي ڪيل خدمتن جو جائزو ۽ احاطو ڪيو ويندو.
ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته سنڌي صورتخطيءَ جي تاريخ ۽ ان جي بهتريءَ لاءِ جيڪو ڪم ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪيو يا انهيءَ ڪم لاءِ جيڪو هن ميدان مهيا ڪيو، تنهن ڏانهن لسانيات جي ماهرن جي بيشڪ نظر رهي آهي. حالانڪه ڊاڪٽر بلوچ صاحب علم لسان جي بنيادي اصولن ۾ چڱيءَ طرح واضح ته ڪونه هو، ليڪن لسانيات جي خاص پهلو: ’صورتخطيءَ‘ تي ٻين عالمن جي خيالن کان سندن رايا ڪافي مضبوط رهيا آهن. ان حوالي سان صاحب موصوف جو سنڌي صورتخطيءَ تي ڪيل ڪم پنهنجي جڳهه تي اهميت جو حامل آهي ۽ ضرورت آهي ته سندن ڪيل ڪم يا ڏسيل نُڪتن تي نئين سِري سان اپياس ٿيڻ گهرجي؛ جنهن لاءِ هن صاحب، لسانيات جي عالمن ۽ پڙهندڙن کي دعوت فڪر پئي ڏني آهي.
سنڌي ٻوليءَ جي سلسلي ۾ جتي ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب سنڌي صوتيات جو جڳ مشهور عالم آهي ۽ صوتيات تي سندن ڪيل ڪم حرف آخر سمجهيو ويندو

آهي، اتي صورتخطيءَ ۾ هو به چڱيءَ طرح واضح نه آهن. ان جڳهه تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا ’سنڌي صورتخطيءَ‘ جي تاريخي اڀياس ۽ بهتريءَ بابت تصور ڏاڍا وزنائتا آهن.

1.1. صورتخطيءَ جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي خيالن تي هڪ نظر

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب اصطلاح ’صورتخطيءَ‘ جي دائري ۾ ’لفظ‘ ۽ ’جملن‘ جو احاطو ڪندي، ڄاڻائي ٿو ته: ”صورتخطي اها لکيت واري صورت آهي جنهن ۾ حرف هڪ ٻئي سان ملائجن ٿا ته لفظ ٺهن ۽ لفظ هڪ ٻئي سان لکيت ۾ ترتيب ڏجن ته جيئن جملا بنجن. حرفن مان هرهڪ کي خاص نوع ۽ نزاڪت سان لکڻ ۽ انهن کي نهايت سهڻي سٺاءَ سان ملائي لفظ بنائڻ.“ (بلوچ، 14:1992)

سنڌي صورتخطيءَ جي حوالي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هڪ تضاد ڀريو حوالو، لسانيات جي مختلف عالمن وٽ ڪافي بحث هيٺ رهيو؛ جنهن ۾ ”سنڌي صورتخطيءَ“ جو جائزو وٺندي ڄاڻايو اٿس ته: ”اسان جي هاڻوڪي زبان جي لفظن جي اڀياس مان معلوم ٿئي ٿو ته جيئن اڄ تيئن الفاظ ’حروف صحيح‘ سان بنيل هئا، ۽ ٻگها حروف علت (ا، و، ي) کي بلڪل ئي گهٽ هئا. ٻگهن حروف علت کان سواءِ الفاظ جهڙوڪ: به، ته، نه، مک، نٿ، ککڙ،

مڪڙ، گدڙ- شايد انهيءَ تاريخي اصليت ڏانهن اشارو ڪن ٿا. لفظن جي اهڙي بيهڪ ۽ بناوت جي ماضيءَ جي مطالعي مان پائنجي ٿو ته عربيءَ جي اثر کان اڳ، سنڌي الفاظ اڪثر حروف صحيح جا مرڪبات هئا.“ (بلوچ، 36:1999)

ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي صاحب، ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو ساڳيو حوالو ڇاٽائيندي لکي ٿو ته: ”ڊاڪٽر بلوچ جي ان راءِ جو ذڪر ڪندي سراج لکيو آهي ته ’هيءُ صاحب انهن لفظن کي انگريزيءَ ۾ لکي ڏسي ها ته کيس خبر پئجي وڃي ها ته انهن لفظن ۾ ٿن حروفن صحيح کان سواءِ اوترائي حروف علت به موجود آهن.‘“ (ٻگهيو، 50:1998)

ڊاڪٽر ٻگهئي صاحب جي راءِ ۾ هڪ ڳالهه اها واضح ٿي ته لسانيات جي علم ۾ ’ڳالهايل ٻولي‘ ۽ ’لکت‘ ٻه الڳ الڳ اسم آهن. صاحب موصوف اهو خيال رکندي پنهنجي لکڻيءَ ۾ احتياط کان ڪم وٺندي ٻنهي لفظن جو استعمال ڪيو آهي، جيئن:

”آراميڪ (Aramaic)، عبراني (Hebrew) ۽ عربي وغيره، جن ۾ حرف علت/سر(Vowel) اعرابن ذريعي جڏهن مرضي پوي ته ظاهر ڪيا وڃن ٿا. ٻئي طرف ڪيترين هندستاني لپين ۾ حرف علت/ سُر اعرابن يا نشانين ذريعي ظاهر ڪيا وڃن ٿا، جيڪي لڳائڻ نهايت ضروري

آهن. هي نشانيون حرف صحيح/وينجن سان لاڳاپيل سمجهيون وڃن ٿيون.“ (ٻگهيو، 50:1998)
ڊاڪٽر الانا صاحب بنيادي طور صوتيات جو ماهر آهي، جنهن سبب ’آواز‘ لاءِ ’حرف‘ لفظ جي استعمال تي تنقيدي نظر رکندي آوازن جي قسمن بابت ڄاڻائي ٿو ته: ”سنڌي صوتيات جو جائزو وٺندي Consonant‘ کي حرف صحيح جي بدران ’وينجن‘ ۽ ’Vowel‘ کي حرف علت جي بدران ’سر‘ سڏيو ويو آهي. اهي ڏنل نالا تشريحي لسانيات جي وصفن موجب درست آهن. سنڌي ٻوليءَ جا ’سُر‘ جن کي سنڌ جي بزرگ تعليمي ماهرن ’حروف علت‘ سڏيو آهي، انهن جي باري ۾ جدا جدا ماهرن جدا جدا وصفون بيان ڪيون آهن ۽ نتيجا ڪڍيا آهن. هن ڏس ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو: ’اسان جي هاڻوڪي زبان جي لفظن جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي ته جيئن اڳ تيئن الفاظ حروف صحيح سان ٻنيل هئا، يعني منجهن حروف علت بلڪل ڪم (گهَٽ) هئا، يا مورڳو نه هئا‘. ڊاڪٽر صاحب ٻئي هنڌ لکي ٿو ته: ’عربيءَ جي اثر کان اڳ، سنڌي الفاظ اڪثر حروف صحيح جا مرڪبات هئا‘.
ڊاڪٽر صاحب جي هن پوئين راءِ مان واضح ٿو ٿئي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ سرن کان سواءِ ئي ٺهندا هئا، يعني وينجن پاڻ ۾ ملي لفظ يا پد ٺاهيندا هئا...

اهي وصفون هن علمي ۽ سائنسي دؤر ۾ قبول ڪرڻ جهڙيون نه آهن، پر لسانيات جي ماهرن بلومفيلڊ ۽ پين ’سر‘ جي جيڪا وصف مقرر ڪئي آهي سا هن ريت آهي:
’سُر هڪ ڳرو آواز آهي جنهن جي اُچارڻ مهل هوا نڙيءَ مان لنگهي مٿي اچي، وات واري ڪوپي مان روان لهر (Continuous stream) جي صورت ۾ لنگهندي آهي. وات واري ڪوپي مان لنگهڻ وقت ان (هوا) کي ڪٿي به نه ڪا رڪاوٽ ٿيندي آهي، ۽ نه وري مخرج وٽ ڪنهن گهٽ يا سوڙهه ڪري، ڪو گهڪو ٿئي. جنهن آواز جي اُچارڻ ۾ اهي سڀ خصوصيتون موجود هجن، تنهن کي سُر (Vowel) چئبو آهي‘.
هن وصف مان اهو واضح ٿئي ٿو ته سر (Vowel) جي اچارڻ لاءِ مخرج وٽ نه ڪٿي ڪا رڪاوٽ ٿي سگهي ٿي، ۽ نه وري ان کي ساڪن صورت ۾ اچاري سگهجي ٿو، يعني ته سر ساڪن اچاري نه ٿو سگهجي، پر هميشه متحرڪ هوندو آهي. هن وصف جي روشنيءَ ۾ ڏسبو ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ’الف و ۽ ي‘ سُر نه آهن، پر سنڌي صوتياتي نظام موجب سر ڏهه آهن.
اهي آهن: ”اَ آ اِ اِي اُ اُي اي ايَ او اوَ.“ (الانا، 2005: 216-218)

ڪنهن به عالم ’الف، واءُ ۽ يي‘ کي سُر ڪونه ڪوٺيو آهي، ليڪن عام طور تي انهن اکرن کي حرف علت ڪوٺيو ويو آهي، جنهن کي پڻ رد ڪري نه ٿو سگهجي. اصل ۾ ٻنهي لفظن (سُر ۽ حرف علت/ وينجن ۽ حرف صحيح) کي پنهنجي جڳهه تي غلط به چئي نه سگهبو، ڇاڪاڻ ته انهن جي حيثيت پنهنجي جڳهه تي الڳ الڳ به آهي، پر اسان جي عالمن انهن لفظن کي باريڪ بينيءَ سان ڪونه ڏٺو آهي.

هيٺ انهن لفظن تي مختصر ويچار رکجن ٿا:

1.1.1حرف صحيح ۽ علت: مذڪوره لفظن/اصطلاحن جي نوعيت ئي ٻڌائي ٿي ته هنن لفظن جو واسطو اکرن/ حرفن سان آهي ۽ اکرن جي نسبت صورتخطيءَ سان ئي جُڙي ٿي. ان صورت ۾ جن عالمن به مذڪوره لفظ ڪم آندا آهن، انهن کي به غلط نه چئي سگهبو، ڇاڪاڻ ته انهن جي نظر صورتخطيءَ تي رهي ٿي. هي اصطلاح جيئن ته بنيادي طور تي عربي جا آهن تنـهنڪري ان جي معنيٰ مفـهوم ۽ حيثيت عربيءَ جي لحاظ کان مناسب آهي؛ سنڌي ٻوليءَ ۾ عربيءَ کان منتقل ٿيا آهن. فرض ڪريو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو ته ’اسان جي هاڻوڪي زبان جي لفظن جي اڀياس مان معلوم ٿو ٿئي ته جيئن اڳ تيئن الفاظ ’حروف صحيح‘ سان بنيل هئا، يعني منجهن حروف علت بلڪل ڪم (گهَٽ) هئا، يا مورڳو

نه هئا‘، جنهن جو اشارو صورتخطي جي ڪمين ڪوتاهين ڏانهن رهيو.

ان ڳالهه کي ڳالهائڻ وارن لفظن ۾ تورڻ بيجا آهي؛ يا وري ڪاڪي پيرومل جيڪا وضاحت ڪئي آهي ته ’حرف علت معنيٰ ضعيف يا بيمار اکر. اهي برابر ڪمزور آهن چاڪاڻ ته اهي پنهنجو اُچار سولائيءَ سان ٿا بدلائين‘، سا ان خيال کان به مناسب آهي، جو پيرومل صاحب جي وضاحت ۾ حرفن جي ڳالهه آهي، جيڪي سُرن توڙي وينجنن جي نمائندگي ڪن ٿا ۽ واقعي، اهي ان خيال کان ڪمزور به آهن جو هڪٻئي جي جاءِ تي پيا مَٽبا آهن. اها حالت عربي توڙي سنڌيءَ ۾ ڪنهن حد تائين يڪسان آهي. مثال:

عربيءَ جي مادي/ ڌاتو ۾ اهي اکر پيا مٽبا آهن، عربي زبان جي ڪنهن به لفظ جي مادي ۾ الف بنهه نه ايندو، بلڪ همزو ايندو آهي. اگر ڪنهن مادي ۾ الف نظر اچي ته سمجهو ته ان هنڌ درحقيقت اصلي حرف ’و‘ يا ’ي‘ هوندو. الف ان ’و‘ يا ’ي‘ کي مٽائي آيو هوندو؛ مثلاً: ’قَامَ‘ ۾ مادو ’ق- و- م‘ آهي. ڇاڪاڻ ته ’قَامَ‘ اصل ۾ ’قَوَمَ‘ هوندو، ’و‘ الف سان مٽجي ويو. اهڙيءَ طرح ’بَاعَ‘ جو مادو ’ب- ي- ع‘ آهي، پر الف سان مَٽجي ويو آهي. (پرويز، 4:1998)

مفسر پرويز صاحب جي راءِ مان اهو نُڪتو ملي ٿو ته عربي ٻوليءَ جي بنيادي لفظن ۾ ’ا، و ۽ ي‘ هڪٻئي جا

متبادل پيا ٿيندا آهن ۽ صيغن جي لحاظ کان پيا مٽبا آهن؛ اهو عربي ٻوليءَ جي مزاج ۾ شامل آهي، جڏهن ته سنڌي ٻوليءَ جو مزاج اها خاصيت آسانيءَ سان برداشت نه ٿو ڪري سگهي.

سنڌي ٻوليءَ ۾ مٽجڻ جو پاسو ڪجهه مختلف آهي، مثال طور: ’منـ هنجو، منـهنجي، منـهنجا، منـهنجن‘ جـهڙن لفظن ۾ آخري اکر اهڙا آهن جيڪي جملي جي نوعيت پٽاندر مٽجي ٿا وڃن، جڏهن ته بنيادي اکرن/ آوازن ۾ ردوبدل ٿي نه ٿي سگهي؛ اهڙا مثال هيٺ ڏجن ٿا:

| ’مخفي ه‘ سان | ’واؤ‘ سان | ’ي‘ سان | ’الف‘ سان | ’ن‘ سان |
|---|---|---|---|---|
| --- | گهوڙو | گهوڙي | گهوڙا | گهوڙن |
| --- | تنـهنجو | تنـهنجي | تنـهنجا | تنـهنجن |
| --- | اهڙو | اهڙي | اهڙا | اهڙن |
| اداره | ادارو | اداري | ادارا | ادارن |
| اشاره | اشارو | اشاري | اشارا | اشارن |

| مسئلن | مسئلا | مسئلي | مسئلو | مسئله |
|---|---|---|---|---|
| پردن | پردا | پردي | پردو | پرده |
| پيچرن | پيچرا | پيچري | پيچرو | پيچره |
| صاحبزادن | صاحبزادا | صاحبزادي | صاحبزادو | صاحبزاده |

مثيان مثال اهو ٻڌائين ٿا ته سنڌيءَ ۾ پڻ ڪافي سنڌي، عربي توڙي فارسي لفظ سنڌي ٻوليءَ جي مزاج يا جملي جي نوعيت پٺاندر مذڪوره اکر هڪٻئي ۾ تبديل ٿي سگهن ٿا. ان خيال کان جيئن ته اهي اکر هڪٻئي ۾ مٽجي سگهجن ٿا، جن جو تعلق سُرن سان پڻ آهي، اهوئي سبب آهي جو انهن کي حرف علت سڏيو ويو آهي يا سڏي سگهجي ٿو. ليڪن جڏهن آوازن جي نسبت انهن جي تور ٿي ڪجي ته پوءِ لفظ ’حرف‘ سان ڪم آندل اصطلاح ڪم آڻڻ مناسب ناهي.

1.1.2. وينجن ۽ سر: هي لفظ پنهنجي نوعيت مان ئي ٻڌائن ٿا ته هنن جو تعلق آواز ۽ آواز وارن عنصرن سان آهي. ان صورت ۾ مذڪوره لفظ پنهنجي دائري اندر استعمال ڪرڻ يا ان جي راءِ رکڻ ڪنهن به حوالي سان رد ٿيڻ جوڳي ناهي. ان لحاظ کان ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب جو چونڊ نهايت مناسب آهي.

واضح ٿيو ته حرف علت/ حرف صحيح ۽ سُر/ وينجن ۾ ايترو فرق آهي، جيترو اکر ۽ آواز ۾! ان لاءِ انهن جي وضاحتن جا دائرا به مختلف هجڻ کپن.

مٿين لفظن جي مختصر وضاحت بعد ان چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ ڪونهي ته ٻنهي قسم جي لفظن/ اصطلاحن واري استعمال ۾ ڪوبه حرج ڪونهي، البته انهن جي نوعيت جاچڻ بعد تز استعمال ڪرڻ جو خيال رکڻ ضروري آهي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مٿين راءِ جي روشنيءَ ۾ اهو خيال ضرور اُڀري ٿو ته، تاريخي لحاظ کان صاحب موصوف جي سنڌي صورتخطيءَ تي باقاعده نظر هئي، جنهن سبب پراڻي لکت بابت اهڙي راءِ رکيائون.

1.1.3. اکر/حرف جون صورتون: حرفن جي متصّل ۽ منفصل صورتن جي حوالي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ته: ”سنڌي صورتخطي شروع کان وٺي عربي صورتخطيءَ جي نهج نموني تي نروار ٿي. هن وقت تائين سنڌي صورتخطيءَ جون خصوصيتون ساڳيون ۽ عربي صورتخطيءَ واريون آهن جن سان سنڌي صورتخطي جي اڳين ڏگهي تاريخ جي تصديق ٿئي ٿي. مثلاً: ڪن حرفن جو هڪ ٻئي سان ملائي لکڻ يا نه لکڻ، حرفن کي لفظن جي مُنڍ ۾، وچ ۾ يا آخر ۾ ڪن خاص صورتن ۾ لکڻ؛ ۽ زيرن زبرن کي مقرر صورتن ۾ رکڻ.“ (بلوچ، 1992: 14-15)

اکرن جو متصّل يا منفصل صورتن ۾ لکڻ وارو انداز بيشڪ عربيءَ وارو آهي جنـهن ۾ هرهڪ اکر جي گهرَ جون چار صورتون متعين ٿيل آهن. متصل يا منفصل صورتن جو واسطو خطاطيءَ سان آهي، جنهن رُخ ۾ ڪم درست ٿي نه سگهيو آهي؛ اهڙي شڪايت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لکڻين ۾ ڪانه ٿي ملي.

اهوئي سبب آهي جو ’هه‘ اکر جي صورتن بابت اسان اڄ سوڌو واضح ناهيون.

واضح رهي ته ملفوظي هه، ۽ وسرڳي ـهه جا مسئلا اڄ سوڌو ٽنگيا پيا آهن.

اهڙو فرق ’جـهار ۽ جهار‘ ’گـهرو ۽ گهرو‘ ۾ واضح ٿئي ٿو.

هيٺ مختصر اکرن جي صورت ڏجن ٿيون:

1.1.3.1. متصّل حرف:

| سالم/پوري صورت | | مُنڍائتي/شروعاتي | | وچين/ڳنڍيل | | پڇاڙڪي/آخري | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حرف | استعمال | حرف | استعمال | حرف | استعمال | حرف | استعمال |

| ب | ربّ | بـ | بلا | ـبـ | سبق | ـب | ص<br>احب |
| --- | --- | --- | --- | --- | --- | --- | --- |
| ف | ص<br>اف | فـ | فدا | ـفـ | سفر | ـ<br>ف | ص<br>ف |
| ج | هاج | جـ | جوءِ | ـجـ | هجر | ـج | سج |
| س | رس | سـ | سير | ـسـ | ڪ<br>سڻ | ـ<br>س | مس |
| هه | رَهُه | هـ | هير | ـه<br>ـ | ڪ<br>هڻ | ـه<br>ه | چيـ<br>هه |

اهي بنيادي حرف جن جون چار صورتون ٿين ٿيون:

ب، ف، ج، جهه، س، ص، ط، ع، ڪ، ک، گ، گهه، ل، م، ن، ڻ، هه، ي.

1.1.3.2. هه حرف مان ورتل اضافي چئن حرفن جا روپ:

| سالم/سجي | مُنڊائتي/شروعاتي | وچين/ڳنڍيل | پڇاڙڪي/آخري |
|---|---|---|---|
| ’وسرڳي ـهه‘ جي سالم صورت ڪونهي | ’وسرڳي ـهه‘ جي منڊائتي صورت ڪونهي. | ـهه گهر | ـهه ملهه |
| ه موج وده | ’مختفي ه‘ جي منڊائتي صورت ڪونهي. | ’مختفي ه‘ جي وچين صورت ڪونهي. | ’مختفي ه‘ جي آخري صورت ڪونهي. |
| ’مختفي ـہ‘ جي سالم صورت ڪونهي. | ’مختفي ـہ‘ جي منڊائتي صورت ڪونهي. | ’مختفي ـہ‘ جي وچين صورت ڪونهي. | ـہ همي شہ ساڳي آهي. |
| ’مختفي ـه‘ جي سالم صورت ڪونهي. | ’مختفي ـه‘ جي منڊائتي صورت ڪونهي. | ’مختفي ـه‘ جي وچين صورت ڪونهي. | ـه همي شه ساڳي آهي. |

### 1.1.3.3. منفصل اکر

| سالم/پوري صورت | | مُنڍائتي/شروعاتي | | وچين/ڳنڍيل | | پڇاڙڪي/آخري | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|
| حرف | استعمال | حرف | استعمال | حرف | استعمال | حرف | استعمال |
| ا | اک | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | ـا | دعا |
| ء | ماءُ | ئـ | ائٽ | ـئـ | هئڻ | هيءَ صورت نه ٿيندي. | |
| د | مدد | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | ـد | عيد |
| ر | دري | | | | | ـر | خير |
| و | وڙو | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | هيءَ صورت نه ٿيندي. | | ـو | گهوڙو |

مٿين صورتن جي دائرن ۾ اسان جي عالمن جون ڏنل صورتن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ وارو عمل ڪافي ڊيگهارو ٿيندو؛ في الحال اشارن تي ئي اڪتفا ڪجي ٿو. البته، ايترو چوڻ ۾ ڪوبه وڌاءُ نه ٿيندو ته هن مد ۾ مڙني عالمن جي

ڪيل ڪم ۾ سامهون آيا آهن. تنهن ڪان سواءِ اهو به واضح ڪندو هلجي ته عالمن جي چاڙايل 'هه' حرف ۽ ان جي اضافي روپن (ـهه، ـہ، ه، ـه) جي خامين سبب، سنڌي سوفٽ ويئر جي فونٽن ۾ سڌارو نه اچي سگهيو آهي.

## 1.2. وچولو لهجو/معياري لهجو ۽ صوتيات موجب صورتخطيءَ جا مونجهارا:

سنڌي ٻوليءَ جي لهجن جي احاطي واري حوالي سان اها ڳالهه ڌيان ۾ رکي وئي آهي ته اسين 'وچولي لـهجي' بابت واضح ناهيون. اهڙي شڪايت عام آهي. اصل ۾ اهو مونجهارو ورهاڱي کان پوءِ وڌي وڃ ٿيو ۽ اڄ سوڌو مونجـهاري ۾ ورتل آهي؛ ڪنـهن به ان جي چانگ جو سَت ڪونه ساريو آهي. اهڙي مونجهاري جـو اظـهار فيض جوڻيجي هن انداز ۾ ڪيو آهي ته: "انگريزن ٻوليءَ جو مرڪزي ۽ معياري لـهجو موجوده سنڌ جو وچولو مقرر ڪيو پر حقيقت اها آهي ته اسان 50 سالن ۾ ان مرڪزي لـهجي بابت به واضح نه آهيون."(فـهميده، مارچ 2000: 192)

موجوده حالتن ۾ سنڌ جا به وچولا سامهون اچن ٿا،

هڪ: ساهتي پرڳڻو،

ٻيو: حيدرآباد.

ساهتي پرڳڻي جي ٻوليءَ تي اترادي اثر آهي، جڏهن ته حيدرآبادي لـهجي تي لاڙي ٻوليءَ جو اثر آهي ۽ ڪافي مستشرق يا ديسي عالمن لاڙي لـهجي جي پيٽ ۾ اترادي لـهجي جي ٻوليءَ جي آوازن کي صاف ۽ چٽو پڙ ڪوئيو آهي.
حيدرآباد، شـهدادپور، سنجهورو، ٽنڊوآدم، هالا جي آسپاس جي ٻوليءَ ۽ ساهتي پرڳڻي جي ٻوليءَ ۾ ڪافي فرق آهي، خاص طور مورڏني، وسرڳ، آخري ۽ ماقبل آخري چوٽن سُر آوازن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب بنيادي طور تي حيدرآبادي لـهجي جو ماڻهو آهي، ليڪن پاڻ حيدرآباد جي لـهجي کي ’وچولي‘ ۾ شمار نه ٿو ڪري؛ اها سندس وڏجگري ۽ حقيقت پسندي آهي، جنهن مان سندس سنڌي ٻوليءَ سان محبت ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي اون ظاهر ٿئي ٿي.
سنڌي صورتخطيءَ جي سڌاري ۽ بهتريءَ لاءِ اون رکندي ۽ لسانيات جي محققن لاءِ فڪري دعوت ڏيندي، ڊاڪٽر بلوچ صاحب شڪايت جي انداز ۾ لکيو آهي ته: ”جيتوڻيڪ سنڌ جي ’وچولي واري ٻوليءَ‘ کي معياري تسليم ڪري ان کي ڪتابن ۾ آڻڻ ۽ لکڻ تي رسمي طور اتفاق ڪيو ويو، پر عملي طور گهڻي حد تائين حيدرآباد واري شهري ٻولي درسي ڪتابن توڙي سرڪاري دفتر جي ڪاروبار ۾ استعمال ٿيڻ لڳي.

صورتخطيءَ جي مسلسل سڌاري واڌاري ڏانهن گهٽ توجهه سببان ڪافي اوڻايون پيدا ٿيون.

- اڳيان عالم، انهن سنڌي اچارن لاءِ جن ۾ ’ر‘ جو آواز سميٽيل هو تن لاءِ ’ر‘ وڌائي رکندا هئا، جيئن: چندر، پٽر، کندر، وغيره،
- پر حيدرآبادي محاوري ۾ اهڙا لفظ چند، پٽ، کند ڪري اچاربا هئا.

انهيءَ ڪري ڪتابن ۾ پڻ انهن اچارن سان ’ر‘ کان سواءِ لکيا ويا.

اهڙيءَ طرح ’هه‘ سان سميٽيل اچارن: ڙهه، مهه، لهه، نهه، ٺهه وغيره کي سرڪاري طور منظور ٿيل الف- بي ۾ مستقل اچارن طور شامل ڪونه ڪيو ويو، جنهنڪري نئين صورتخطي ۾ ان جي هِجي ۾ اهي اچار غلط نموني ۾ رائج ٿيا. زيرون زبرون (اعرابون) ختم ڪيون ويون، جنهنڪري نه فقط لفظن جي صحيح آوازن کي سمجهڻ ڏکيو ٿيندو ويو، پر اعرابن نه هئڻ سببان جملن ۾ اسمن جي صحيح نحوي سڃاڻپ ختم ٿي ويئي. اهڙيءَ طرح، سنڌيءَ جي مزاج وارن ’ي‘ سان سميٽيل اچارن توڙي ’ن‘ جي غنائيءَ وارن اچارن کي صورتخطيءَ ۾ صحيح هِجي سان بيهارڻ طرف ڌيان نه ڏنو ويو. انهيءَ ڪري باوجود انهيءَ جي، جو سنڌي صورتخطي ڪنهن

حد تائين معياري ٿي، مگر ان جي مختلف مسئلن کي سمجهڻ ۽ سنوارڻ جي ضرورت پوري نه ٿي.“ (بلوچ، 1992: 15-16)
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي راءِ مان اها ڳالهه واضح ٿئي ٿي ته حيدرآباد وارو لهجو ’وچولي لهجي‘ جي زمري ۾ ڪونه ٿو اچي! بلڪ پوليءَ جون واڳون ان لهجي جي هٿ رس هجڻ سبب صورتخطيءَ جا ڪافي مونجهارا اڄ سوڌو مونجهاري جي وَر چڙهيل آهن. بلوچ صاحب جي راءِ مان اهو به اندازو ٿئي ٿو ته حيدرآبادي لهجي کي سرڪاري طور ’معياري لهجي‘ جي شرف سان نوازيو ويو آهي.
ڊاڪٽر بلوچ جي چاڙهايل مونجهارن ۾ وچولي لهجي جي تعين کان علاوه ٿن وينجنن ۽ ٻن سُرن جي گروهه جا مونجهارا سامهون اچن ٿا؛ جن جو تفصيل هيٺين ريت رکي سگهجي ٿو:
1.2.1. وچولي لهجي جي تعين وارو مونجهارو: ڊاڪٽر بلوچ جي لکڻ موجب حيدرآبادي لهجو وچولي ۾ شمار نٿو ٿي ڪري سگهجي، ته پوءِ:
? وچولو لهجو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟
1.2.2. ٿن وينجنن جو صوتياتي حقيقتن موجب صورتخطيءَ وارو مونجهارو:
1.2.2.1. مور ڌني صوتين: ٿر، ٻر ۽ ڍر جو مونجهارو؛

1.2.2.2. ’ي‘ سان سميٺيل آوازن جو مونجهارو.
1.2.2.3. وسرڳن جو مونجهارو:
1.2.3. ٻن سُرن جو صوتياتي حقيقتن موجب صورتخطيءَ وارو مونجهارو:
1.2.3.1. زيرن زبرن (اعرابن) وارو مونجهارو:
1.2.3.2. ’ن‘ گُهٽي جو مونجهارو.

مٿين نُڪتن تي علم صوتيات جي حوالي سان ڪافي عالمن جو ڪم سامهون اچي ٿو، ليڪن سنڌي صورتخطيءَ جي لحاظ کان اوڻايون برقرار آهن، جن ڏانهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب اشارا ڪيا آهن. سندن اشارن تي ڪيل ڪم جو مختصر جائزو پيش ڪجي ٿو:

1.2.1. وچولي لهجي جي تعين وارو مونجهارو:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لکڻ موجب حيدرآبادي لـهجو وچولي ۾ شمار نٿو ڪري سگهجي، ته پوءِ:

**?** وچولو لـهجو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟

ڊاڪٽر بلوچ صاحب واري ساڳي ڳالهه ڪاڪي پيرومل صاحب هيئن ڪئي آهي: ”حيدرآباد ۽ پسگردائيءَ جي ٻولي ٺيٺ ۽ کري ٻولي ليکجي ٿي. ان جو سبب 1853ع ۾ تعليم کاتي وارن درسي ڪتابن جوڙائڻ جو ڪم حيدرآباد جي معزز هندن ۽ مسلمانن تي رکيو ۽ هنن اهائي ٻولي ڪم آندي، <u>ائين حيدرآباد وارن جي ٻوليءَ کي شرف مليو، پر</u>

انهيءَ تي ڪو ڏار نالو رکيل ڪونهي؛ تنهنڪري وچولي جي دفعي ۾ ليکجي ٿي.“ (پيرومل، 1956: 93-94)

ڪاڪي پيرومل صاحب جي راءِ: ’حيدرآباد... تي ڪو ڏار نالو رکيل ڪونهي، تنهنڪري وچولي جي دفعي ۾ ليکجي ٿي‘ مان اهوئي خيال ملي ٿو ته ٻوليءَ جي لهجن آهر ’حيدرآباد‘ تي ڏار ڪو نالو هجي ها، پر ڪو ڏار نالو رکيل ڪونهي، جنهن سبب وچولي ۾ شمار ڪئي وڃي ٿي. ڪاڪي پيرومل جو ’هڪ قسم جي زوراوِريءَ‘ ڏانهن اشارو آهي؛ ٻئي پاسي هو ساهتي پرڳڻي کي وچولي ۽ معياري لهجي جو شرف ڏيندي لکي ٿو ته: ”وچولي ۾ ساهتي پرڳڻو يعني نوشهروفيروز ۽ ڪنڊيارو وغيره اچي وڃن ٿا.“ (پيرومل، 1956: 94)

واضح رهي ته ڪافي عالمن ساهتي پرڳڻي جي ٻوليءَ کي وچولي ۾ شمار ڪيو آهي، جهڙوڪ: پروفيسر علي نواز جتوئي، مسٽر کيمچند هيراڻي، حڪيم فتح محمد سيوهاڻي، ڊاڪٽر حامد علي خانائي، ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي، ڊاڪٽر عطا محمد حامي، ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو، ڊاڪٽر حيدر سنڌي، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، مسٽر نصير اعجاز. ان کان علاوه اها به ڳالهه ڪجي ته ڪوبه اهڙو عالم ڪونهي، جنهن وچولي جي دفعي ۾ ساهتي کان اختلاف رکيو هجي. جڏهن ته ڊاڪٽر بلوچ ۽

ڪاڪي پيرومل صاحب جا حوالا سامهون آهن، جن حيدرآبادي لـهجي کي وچولي ۾ هجڻ کان اختلاف ڏيکاريو آهي.

1.2.2. ٺن وينجنن جو صوتياتي حقيقتن موجب صورتخطيءَ وارو مونجهارو

1.2.2.1. مورڌني صوتين: ٿر، ٻر ۽ ڍر جو مونجهارو

گريئرسن ۽ ڊاڪٽر دائودپوٽي جي مثالن آڌار، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پنهنجي راءِ ڏيکاريندي لکي ٿو ته: ”[ر] جو ادغام سنسڪرت مان آيل لفظن ۾ موجود هو ۽ سنڌيءَ ۾ به قائم رهيو؛ جيڪو مائٿر‘ مِٿر، چنڊر، ڪنڊر وغيره ۾ موجود آهي. اهي لفظ اڄ تائين سڄيءَ سنڌ ۾ ائين ڳالهائجن ٿا ۽ ائين ئي لکڻ کپن. حقيقت ۾ /ٺ/ ۽ /ٿر/ يا /ڊ/ ۽ /ڊر/ جدا جدا صوتيه آهن ۽ ٻوليءَ ۾ هرهڪ جي پنهنجي جاءِ آهي، مثلاً: پَٺُ = ميدان ۽ پَٿر = لوهو پٿر، منڊُ =پير يا ٽنگ جو ۽ مَنڊُر = ٽوٽي ڦيٽي جو.“ (بلوچ، 1999: 259-260)

ڊاڪٽر بلوچ جي نظر ۾ /ٺ/ ۽ /ٿر/ يا /ڊ/ ۽ /ڊر/ جدا جدا صوتيه آهن، ظاهر آهي ته صوتيه ڪنهن آئيويٺا/ رسم الخط ۾ الڳ سان شڪل/اکر جي گهرج ڏيکاريندو آهي. ڪڇي لـهجي ۾ ٺ ۽ ٿر جو بدل آواز [تر] آهي، جيئن لاڙي/ حيدرآبادي لـهجي ۾ صرف هڪ آواز [ٺ]آهي. جنهن

صورت ۾ اهڙا آواز جيڪي ڪن لفظن ۾ معنوي فرق رکندا آهن ان صورت ۾ ان کي صوتيو ڪوٺيو ويندو آهي. جيئن:

- اوٺ = پناهه، پردو، اولو، بچاءُ، چانوَ، اجهو، رنڊڪ وغيره.
- اوٺرَ = اٽڪل، اندازو، ڏُڪو، قياس، انومان.
- مِٺي = زمين، پونءِ، خاڪ، ڌوڙ، لَٺ، کِهَه وغيره.
- مِٺرِي= رشتو، عزازت، سڳائي، رستو، سبنڌ، ناتو، ڳانڍاپو وغيره
- سوٺُ = خشڪ، ڪڙڪ، ٺوٺ، سخت، ڏاڍو، مضبوط وغيره
- سوٺرُ = چاچي جو پٽ، زال جي مڙس لاءِ رسمي نالو.
- کوٺَ= دغا، ٺڳي، ڌروه، ڪپت، فريب، مڪر وغيره.
- کوٺرَ= کوٺڻ جي حالت، کوٺهڙو وغيره
- وٺَ = وزن تورڻ جا ماپا، تورو، مرداڻي پاڪيزگيءَ لاءِ کنيل پترَ، پيٺ جا سور، رسيءَ جا وٺَ.

- وٽرَ = نئين مند ۾ لڳل ميوو، انّ يا ڪاڏي جي شيءِ.
- ٽَڪو= ٻن پئسن واور سڪو، ٽڪو پيسو.
- ٽرَڪو= گندو ٿيل، ڪِنو، وِسوٽو.
- ٽِڪو= زائفاٽو زيور، داغ
- ٽرِڪو= وچٽ جو انگ، ٽن جو مجموعو
- ڪٽِي = اها شيءِ جنهن جي چڪڻ سان ڪٽاڻ/اگراڻ جو احساس ٿئي
- ڪٽرِي= ڪپڙن ڌوئڻ وارو ڪاريگر.
- ٽوپَ= مٽي تي پائڻ واري شيءِ جو جمع.
- ٽروپُ= چٽي، ڪنهن کي ڪو نقصان ڏيڻ.
- سٽَ = رٿ، ارادو، پَـهُه.
- سٽرَ = ڪاغذ تي لفظن سان لکيل/لکڻ لاءِ نڪتل ليڪ. (هي لفظ اصل عربيءَ جي ’سطر‘ تان ورتل آهي؛ ان ڪري سنڌيءَ ۾ ’ر‘ جي ادغام سان هجڻ ئي مناسب آهي؛ جڏهن ته لاڙي/ حيدرآبادي لـهجي موجب اهو لفظ ’سِٽ‘ لکيو/پڙهيو ويندو آهي).

ٻر/ ۽ /ڀر/ جا ڪجهه مثال:

- ڏِي = دلاسو، آسرو، ٽيڪ

- ڏيرُ = گول پڙي هٽندڙ چمڙيءَ جي بيماري
- واڍِ = ڪٽائي يا وڍڻ جو عمل
- واڍِرِ = رَسو

(مٿين مثالن مان /ٿ/ ۽ /ٿر/، /ڊ/ ۽ /ڊر/، /ڍ/ ۽ /ڍر/ جي مَٽ سان لفظن ۾ معنوي فرق پيدا ٿيو، ان لاءِ لاچار انهن کي بدل آواز (Allophone) جي بجاءِ صوتيو ئي چوڻو پوندو). البته اترادي لـهجي ۾ [ٿر] جو ڪم ايندڙ آواز سان ڪوبه اهڙو لفظ ناهي جيڪو ’ر‘ جي لار ڪان سواءِ لفظ سان معنوي فرق رکندو هجي، ان صورت ۾ علمي طور تي [ٿر] کي بدل آواز(Allophone) ئي چوڻو پوندو.

علمي حوالي سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب ئي آهي جنهن نه رڳو مذڪوره آوازن کي تسليم ڪيو بلڪه عالم آشڪار ڪافي عالمن جي ’ملامت سِر تي کڻي‘ انهن کي عملي طور ڇاپي ۾ به آندو. سندن لکيل ڪتاب (مختلف ادارن توڙي لئنگويج اٿارٽيءَ پاران ڇپيل) ان جو ثبوت آهن.

1.2.2.1.1. ڊاڪٽر بلوچ صاحب وٽ مورڏني آوازن جو حل:

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ’ر‘ جي لارَ وارن صوتين جي حوالي سان انگريزي دؤر واري ترتيب ڏنل آئيوٽا ڪان اڳ، ڪم ايندڙ عالمن جي متعين ٿيل اکرن بابت ڄاڻائي ٿو ته: ”’ٿر‘ ۽ ’ڀر‘ ٻئي روزمره جي سنڌي ٻوليءَ جا مخصوص

اچار تسليم ڪري، انهن صوتين جي صورتخطي پڻ ’ر‘ جي اضافي سان قائم ڪئي وئي هئي؛ جيئن:

- ٽري، ٽِرئو، ٽريئي، پٽر، مائٽر، آڳاٽرو.
- ڊريگهه، چنڊر، سمنڊر، جنڊر.“ (بلوچ، 1999: 443)

اهڙي آميزشي ’ر‘ لاءِ 80 واري ڏهاڪي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پڻ ڪوشش ونئندي طالب الموليٰ ڏانهن هڪ ادبي خط ۾ شاعريءَ تي طبع آزمائي ڪندي ’ٽر ۽ ڊر‘ جي استعمال جا مثال ڏنا آهن، انهن مان ٻن تي اڪتفا ڪجي ٿو:

ع- نئون نينهن تنهنجو لڳو آهي نٽر،
سو مون لئه ڳهٽو، ٻين لاءِ ڳُٽُر.

ع- ٻيا پـــــل ٻيائن ۾ ٻيٽا ۽ ٻيلهه،
اسين مَر هُجون پاڻ ۾ ڪير ڪنڊُر.

(جوکيو، اونهارو- 1983: 263)

- ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي چاٽايل حل تي هڪ نظر:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪوشش وقتائتي ضرور آهي، ليڪن ٻوليءَ جي وسعت ۽ نفاست سببان نامناسب آهي؛ چو ته سڌوسنئون ’ر‘ ڏيڻ سان به ڪافي لفظن جي سڃاڻپ ۾ امڪاني مونجهارا پيدا ٿين ٿا؛ جهڙي نموني موجوده ’ڊ‘ جو اڪر ٻٽا صوتيه سنپاليندي مونجهارا ڪيون بيٺو آهي:

- ڪنڊُ = ڪي نون زبر ڪن، ڊي پيشُ ڊ = ڪنڊُ

لاڙي/حيدرآبادي لـهجي موجب- ڪنڊُ = داڻيدار مٺاڻ ۽ درياء جو گهارو (ٻئي).
ساهتي/اترادي لـهجي موجب- ڪنڊُ = درياء جو گهارو يا براعظم.
پر جيڪڏهن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڪيل عمل موجب جنسي ’ر‘ ڏجي ته: ڪنڊرُ ڪري لکبو؛ جنهن سان پڻ ٻه- ٽي لفظ ڏِک ڏيندا، جيئن:

- ڪَنڊَر = پراڻو، جنهر يا جهنر
- ڪِنڊَر = وڪريل يا ڦـهليل صورت

چو ته اسان وٽ عام طور تي، اعرابن ڏيڻ جو رواج قلمي توڙي ڪتابي ته آهي ڪونه! پر جيڪڏهن ڪندر ڪي اعرابون ڏبيون به، ته به ان جي هِجي درست نه بيهندي، چو ته اگر ’ر‘ ڪي جزم اچي، ته اهو پوءِ به هڪ ساڪن آواز ٿي بيهندو؛ جڏهن ته اسان ڪي هڪ صوتئي /ڊر/ جو آواز بيـهارڻو آهي. ها البته، جيڪڏهن ’ڊ‘ ڪي ساڪن بڻائي ۽ ’ر‘ ڪي پيش ڏبو ته پوءِ ڪي قدر دوست بيـهندو، مثلاً: ڪنڊرُ = ڪي نون زبر ڪن، ڊي ري پيشُ ڊرُ. مِٽرُ = (ميم ڪي ٽي سان نه ملائبو) ميم زير مِ، ٽي ري پيش ٽَرُ.
اهو معاملو گڏيل آواز جو آهي، جنـهن بابت لسانيات جا عالم به صاف نه آهن، ان صورت ۾ اسان جو عام استاد ته اڳيئي مُنجهيل آهي. هن صورت ۾ ڊاڪٽر دائودپوٽي مرحوم جي

راءِ مناسب آهي ته اهڙي ’ر‘ جي لار وارن آوازن جي صورتخطيءَ ۾ ’ر‘ جو اکر ’ٿ‘ جي پيٺ ۾ لکيو وڃي. (هڪڙو- مرتب، 1997: 52-53)

1.2.2.2. ’ي‘ سان سميٽيل آوازن جو مونجهارو:

سنڌيءَ جي مزاج وارن ’ي‘ سان سميٽيل اچارن جي درست هِجي ۽ صورتخطيءَ بابت ڊاڪٽرنبي بخش بلوچ صاحب اشارو ڪيو آهي (بلوچ، 1992: 15) جنهن لاءِ ڪو مثال وغيره ته ڪونه ڏنو اٿن، البته صورتخطيءَ جي ٻين مونجهارن سان هن مونجهاري جو به ذڪر ڪيو آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان هٽي ڪري ٻئي ڪنهن عالم ’ي‘ سان سميٽيل اچارن جي درست هِجي ۽ صورتخطيءَ بابت ڪونه ڄاڻايو آهي.

1.2.2.2.1. ’ي‘ ۽ ’ر‘ وينجن جو اڳئين آواز کي ساڪن بڻائڻ:

سنڌي ٻوليءَ توڙي هن خطي جي ٻولين ۾ ڳالهائجندڙ گڏيل آوازن ۾ ’ر‘ ۽ ’ي‘ جا ٻه آواز اهڙا جوڙ آهن جن ۾ اڳئين آواز کي پاڻ سان گڏڻ جي قوت سمايل هوندي آهي، اهڙو تفصيل الانا صاحب جي ڪتابن مان ڏجي ٿو:

| ’ي‘ سان گڏيل آواز | ’ر‘ سان گڏيل آواز |
| --- | --- |

| بر، پر، گر، ڪر. | ڏي، ڌي، ٻي، پي، ٿي، جي، گي، ڪي، ني. |
|---|---|

’ي‘ سان سميٽيل آوازن جي صورتخطيءَ ڏانـهن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پڻ ’سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي‘ ۾ اشارو ڪيو آهي.
ڊاڪٽر الانا صاحب جيڪي مثال ڏنا آهن سي محدود آهن، جڏهن ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻيا به ڪافي اهڙا آواز مذڪوره آوازن سان ان ٽُريءَ ۾ ٽُرن ٿا جيڪي ’ر‘ ۽ ’ي‘ سان سميٽيل/ گڏيل رهن ٿا، جـهڙوڪ:

| ’ر‘ سان گڏيل آواز | مِٽرِي، گَٽرِي، گَنڊُر، مَنڊُر، واڍِر، ڏَيرُ وغيره. |
|---|---|
| ’ي‘ سان گڏيل آواز | سيارو، تيار، ستيارو، ڏکيو، واٽيو، مکيه، سورـهيه وغيره. |

يعني: سٓيَ، تٓيَ، ڪٓيَ، ٽٓيَ، رٓـهيَ وغيره.
اهڙيءَ طرح اترادي توٽي وچولي (ساهتي) ۾ صوتياڻي حيثيت رکندڙ ’ٽٓر، ڊٓر ۽ ڍٓر‘ جا گڏيل آواز پڻ ساڳئي نوعيت جا گڏيل آواز آهن.

*سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان ’ي‘ سان سميٽيل/گڏيل آواز ۾ اهو نوٽ ڪيو ويو آهي ته ’ٻگهي سُر سان يي‘ پنهنجي اڳيئين آواز کي پاڻ سان گڏ متحرڪ بڻائي ٿي.*

مذڪوره آوازن جو امتزاج گهٽي قدر ديسي ٻولين سان واسطو رکي ٿو، خاص طور هندي ٻولين ۾ اهڙي آواز جي صورتخطيءَ جو حل ديوناگري آئيويٽا ۾ به موجود آهي. سنڌي ٻوليءَ جي عربي- سنڌي صورتخطيءَ ۾ اهڙن آوازن کي سمجهڻ ۽ لکڻ لاءِ باضابطه طور تي ڪي اصول متعين ڪونه ڪيا ويا. ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب گڏيل ديسي آوازن جي رخ تي علمي طور تي بحث ضرور ڪيو آهي ليڪن ان جي ورڇ ڏانهن ڪـو خاص توجـهه نه ڏئي سگهيو آهي ۽ ان جي هِجي يا اعراب ۾ به مونجهارا آهن. ڊاڪٽر الانا صاحب ’ڏِيان‘ جهڙن لفظن ۾ ’ڏ‘ تي جزم ڏيڻ جي راءِ رکي ٿو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي اشاري موجب، هيٺ ’ي‘ سان سميٽيل چند لفظ سامهون رکي ان جي تنقيدي اپياس سان ان آواز جي حيثيت ۽ صورتخطيءَ جا ڪي اصول اپياس هيٺ آڻجن ٿا:

- ڪنـهن لفظ جي منڍ ۾ ’ي‘ سان سميٽيل آواز: (هن جا به نمونا آهن).

○ اڳيان ’ي‘ سان: يمن/جمن، (ي ۽ ج هڪٻئي جا بدل آواز) هن نوعيت واري آواز ۾ سميٽيل آواز ڪونه ٿو رهي.

○ ڪنهن وينجن سان سميٿيل ’ي‘ وينجن: پيار، ڏيان، ڏياري وغيره

- ڪنهن لفظ جي وچ ۾ ’ي‘ سان سميٿيل آواز: ڏُڪيو، مَٽيو وغيره
- ڪنهن لفظ جي آخر ۾ ’ي‘ سان سميٿيل آواز: مکيه، سورـهيه، ورـهيه وغيره.

1.2.2.2.2. ڪنهن لفظ جي وچ ۾ ’ي‘ سان سميٿيل آواز بابت:

’ي‘ سان سميٿيل آواز جي لسانياتي حيثيت بابت ڊاڪٽر الانا صاحب جو علمي بحث ٺيڪ آهي. ليڪن وچ وارن ’ي‘ سان سميٿيل/گڏيل لفظن جي درست هِجي ۽ صورتخطيءَ ۾ ڊاڪٽر الانا صاحب جي ڏسيل اصول موجب مونجهارو پيش اچي ٿو؛ مثال طور: /پريل، ڏکيو/ وغيره جـهڙن لفظن جي اصولي صورتخطي هيٺينءَ ريت بيـهندي:

- اصولي هِجي ۽ صورتخطي: (پَ + رٖيَ + لُ) = پَرٖيَل.

گڏيل آواز جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر الانا صاحب جزم جي استعمال جي سفارش ڪئي آهي. جزم جو اهڙو استعمال خود منجهائيندڙ آهي.

1.2.2.2.3. آخري ’ي‘ سان سميٿيل آواز جي صورتخطي

لفظ ’مکيه يا سورـهيه‘ ۾ ’ي‘ سان سميٺيل آواز جي لکت اڪثر ڪنـهن وينجن سان ڳنڍيل’يه‘ جي صورت ۾ لکي ويندي آهي، جنـهن ۾ ’ي+ ـه‘ جو ڳنڍ هوندو آهي.
’ي‘ سان ٻيو ڳنڍ اصل ۾ ’هه‘ جو هڪ روپ آهي جنهن تي سنڌي عالمن ڪو خاص ڪم نه ڪيو آهي.
راقم هڪ مقالي ’سنڌي ٻوليءَ ۾ وسرڳن جي حقيقت‘ ۾ سنڌي ٻوليءَ لاءِ ڪم ايندڙ ’هه‘ اکر جا پنج روپ ڄاڻايا آهن: ’هه‘، ’ـهه‘، ’ه‘، ’ـہ‘ ۽ ’ـه‘.
انهن پنجن روپن مان آخري ٽي روپ (’ه‘، ’ـہ‘ ۽ ’ـه‘) ’مختفي ه‘ وارا سڏبا آهن. فـهميده، سيپٽمبر 2008: 87)
(فـهميده حسين، ڊاڪٽر (ايڊيٽر)- *سنڌي ٻولي، تحقيقي جنرل (سيپٽمبر، 2008ع)*- سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد).
سنڌي صورتخطيءَ ۾ آخري ’مختفي هي‘ جو روپ چوٿي سُر لاءِ به ڪم آيل آهي، هيٺ اهڙا مثال خيال خاطر رکجن ٿا:

- زبر سان: تَه، نَه، سورـهيهَ، ورـهيهَ، مکيَه.
- زير سان: بِه.
- پيش سان: مکيُه، سورـهيُه، ورـهيُه.

مٿي ذڪر ڪيل ’ي‘ سان سميٺيل آوازن کي سنڌي صورتخطيءَ ۾ ’مختفي هه‘ جي آخري روپ سان لکيو ويندو آهي؛ جنهن جي حيثيت ته چوٿي سُرَ واري ٿيندي آهي؛

ليڪن هيٺ چند سنڌي صورتخطيءَ جا ’ي‘ سان سميٽيل/گڏيل آوازن وارا لفظ رکجن ٿا جن ۾ ’مختفي ه‘ جي استعمال هوندي به ٻن اعرابن (زبر ۽ پيش) جي گهرج پئي ٿي. ان جو اهم سبب سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ جمع واحد جو اصول آهي؛ هيٺ اهڙا لفظ جمع واحد جي صورتن ۾ جاچي سگهجن ٿا:

1.2.2.2.4. ’ي‘ سان سميٽيل آوازن جي صورتخطيءَ بابت ڪي حل:

’ي‘ سان سميٽيل آواز جي لسانياتي حيثيت بابت ڊاڪٽر الانا صاحب جو علمي بحث ٺيڪ آهي. ليڪن وچ وارن ’ي‘ سان سميٽيل/گڏيل لفظن جي درست هِجي ۽ صورتخطيءَ ۾ ڊاڪٽر الانا صاحب جي ڏسيل اصول موجب مونجهارو پيش اچي ٿو؛ مثال طور: پريل، ڏکيو وغيره جهڙن لفظن جي اصول صورتخطي هيٺينءَ ريت بيهندي:

1.2.2.2.2. ڪنهن لفظ جي وچ ۾ ’ي‘ سان سميٽيل آواز بابت

- ’ي‘ سان سميٽيل آوازن (پهريون ساڪن ٻيو متحرڪ) کي جاچڻ بعد اها ڳالهه سامهون اچي ٿي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ساڪن آوازن جا ٻه قسم آهن: هڪ ۾ پهريون ساڪن ۽ ٻيو متحرڪ ٿيندو آهي، جيئن: پيار (پِيَ- گڏيل آواز). ان صورت ۾ جڏهن ’ي‘ سان سميٽيل آواز (ڪِيَ)، لفظ ’ڏکيو‘ ۾

هجي ته ان صورت ۾ هِجي ڪرڻ واري لاءِ مونجهارو اهو ٿئي ٿو ته ’ڪّ‘ ساڪن آواز کي ’ڏ‘ سان ملائجي يا ’ي‘ سان ملائجي؟

- الانا صاحب اهڙن ’ر‘ يا ’ي‘ سان سميٽيل/گڏيل آوازن (پـهريون ساڪن ٻيو متحرڪ) جي ساڪن آواز تي جزم جي راءِ رکي ٿو. جڏهن ته صورتخطيءَ جي لحاظ کان جزم جو ڪم اڳئين اکر سان ملائڻ آهي، جنهن ۾ پـهريون متحرڪ، ٻيو ساڪن هوندو آهي، جيئن: ’گِهنّٽي‘.
- ’ي‘ سان سميٽيل مختصر اپياس مان هڪ ڳالهه اها واضح ٿي بيٺي ته ڊاڪٽر الانا صاحب وارو علمي بحث اهڙن لسانياتي مونجهارن لاءِ پيرائتو آهي؛ البته، سندن ’جزم‘ وارو استعمال غير علمي آهي؛ ڇاڪاڻ ته ’ي‘ سان سميٽيل/گڏيل آوازن جو وچ ۽ آخر ۾ اچڻ سبب سندن جزم وارو اصول مونجهارا پيدا ڪري ٿو. ان صورت ۾ ضرور ڪي رستا ڪڍڻا پون ٿا!
- هڪ صورت ته اها به آهي ته سنڌي صورتخطيءَ ۾ ’جزم‘ جون ٻه صورتون رهيون آهن، هڪ: عام ( ـّ ) ٻي: اوائلي ( ـْ )؛ ساڳئي وقت سنڌي صورتخطيءَ ۾ ساڪن آوازن جون به ٻه صورتون سامهون اچن ٿيون، بـهتر ٿيندو ته جيڪڏهن بحث هيٺ آيل مونجهارن تي اسين ’جزم‘ جي

ٻي صورت ڪم آڻيون ۽ ان جا ڪي دائرا مقرر ڪريون ته مونجھارو حل ٿي سگھي ٿو. مثلاً:

- منڍ ۾ ايندڙ: ٻْيار، ڏْيان، گْيان، ڪْياڙي وغيره
- وچ ۾ ايندڙ: ڏُڪْيو، مَٽْيو، ٻَرْيل وغيره

1.2.2.3. وسرگن جو مونجھارو

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي ڄاڻائڻ موجب وچولي لـھجي تي توجھه نه ڏيڻ سبب سنڌي صورتخطيءَ جي ڪافي مونجھارن کي نظرانداز ڪيو پيو وڃي. صاحب موصوف جيڪي صورتخطيءَ جا مونجھارا ڏسيا آهن تن ۾ اهم وسرڳ جو پڻ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اهڙي دانـهن ڪندي ڄاڻائي ٿو ته: ”’هه‘ سان سميٽيل اچارن: ڙـهه، مهه، لهه، نهه، ڻهه وغيره کي سرڪاري طور منظور ٿيل الف-بي ۾ مستقل اچارن طور شامل ڪونه ڪيو ويو، جنهنڪري نئين صورتخطي ۽ ان جي هِجي ۾ اهي اُچار غلط نموني ۾ رائج ٿيا.“ حقيقت ۾ مذڪوره معاملي ۾ ڪنهن حد تي لـهجاتي اختلاف ته ڪونهي، ليڪن حيدرآبادي لـهجي جي مزاج ۾ نه هجڻ سبب، انـهن مونجھارن تي ڪو درست رخ ۾ ڪم ٿي نه سگھيو آهي.

1.2.2.3.1. وسرگ جي صورتخطيءَ ۾ ’ـهه‘ جي ڳنڍ سان هڪ اصول قائم ڪرڻ بابت

ڪافي عالمن اها راءِ رکي آهي يا ان خيال جا آهن ته جيئن اردو رسم الخط ۾ وسرگن جي صورتخطيءَ ۾ ’ٻن اکين واري ـهه‘ ڪم آندي وڃي ٿي، ساڳئي اصول تحت سنڌي رسم الخط ۾ پڻ اهڙو انداز رکيو وڃي ته جيئن آئيوِيٽا جي ڊيگهه/وزن کي گهٽائي سگهجي.
خليفي گل محمد گل 1858ع کان اڳ، ’ديوان گل‘ لاءِ 55 اکري آئيوِيٽا جوڙي، جنهن ۾ هن بزرگ 13 وسرگ اکرن لاءِ هڪ اصول رکندي ڪنـهن اوسرگ وينجن مٿان ننڍڙي ’هه‘ جي علامت ڪم آندي. (گرامي، 2-1972، 161-162)
ڊاڪٽر ٽرمپ جي ترتيبيل آئيوِيٽا گهٽي قدر آخوند عبدالرحيم عباسيءَ ۽ پراڻي دکني اردو جي آئيوِيٽا جي نموني تي ٻڌل هئي، جنـهن جو مقصد برصغير ۾ ساڳين اکرن جي صورت ۾ آڻڻ هو؛ ڊاڪٽر ٽرمپ گهٽي قدر ساڳئي گروهه جي آوازن لاءِ هڪ اصول جو قائل هو. جنهن سبب هر وسرگي آوازن لاءِ ان جي اکر ۾ جنسي ’ـهه‘ جو اضافو ڪيائين؛ جيئن: ’ٻهه= تهه = ٿ، ٺ، ڇهه = ڇ، دهه = ڌ، ٽـهه = ڊ، پهه = ڦ، کهه = ک‘. (ٽرمپ، 1985:xxx)
مرزا قليچ بيگ صاحب پڻ آخوند عبدالرحيم ۽ ڊاڪٽر ٽرمپ جيان هڪ اصول قائم ڪرڻ جو قائل هو. مرزا صاحب عربي- سنڌي آئيوِيٽا ۾ وسرگ لاءِ هڪ اصول رکڻ جو

رايو رکندي خيال ڏيکاري ٿو ته: ”اردو ٻولي، جا پڻ سنڌيءَ وانگي اصل هندي هئي ۽ سنسڪرت جي ڌيءُ هئي ۽ پراڪرت مان نڪتل هئي، تنهن ۾ به عربي صورتخطي ڪم آيل آهي، مگر انهيءَ ۾ وري به ڪو اصول ڪم آيل آهي، جن اکرن ۾ ’ه‘ جو آواز لڪل آهي، تنهن جي پٺيان ’ه‘ جو اکر لکندا آهن، پر سنڌي الف- بي ۾ ڪن اکرن ۾ ’ه‘ وڌي اٿن، ڪن ۾ نه!“ (قليچ، 2006: 165)

ڊاڪٽر هدايت پريم صاحب اردو صورتخطيءَ جيان جنسي ’ـه‘ جي ڳنڍ سان ضميمي طور پڙهائڻ لاءِ خيال ڏاهيندي لکي ٿو ته: ”سنڌي الف- ب جي موجوده (سڌاريل) پٺي 1855ع ۾ ڏاهي وئي هئي، جيڪا ٿوري ڦيرگهير ڪئي وئي، سا به ترتيب ۾ ڪئي وئي، نه ته اڄ تائين اها ساڳي الف- بي موجود آهي.
اردو الف- بي تقريباً هڪ سؤ سال اڳ ۾ ڪلڪتي ۾ تيار ڪئي وئي هئي.
سنڌي الف- بي ڏاهيندڙن کي اردو الف- بي اڳيان رکڻ گهربي هئي ۽ وسرگ آوازن کي لکڻ جو سائنسي طريقو يعني ’ه‘ ملائي لکڻ گهربو هو.

ائين ڪرڻ سان سنڌي الف- بي جي پٽيءَ ۾ 52 اکرن بجاءِ 42 اکر هجن ها ۽ اها نون سکندڙن ۽ ٻارن لاءِ بار نه بنجي ها.“ (تاج، مارچ 2009: 76)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب اهڙن سائنسي طريقن کي ٻوليءَ جي مزاج مطابق هيٺين راءِ سان رد ڪري ٿو، جنهن پاسي لسانيات جي عالمن علمي طور جاچيو ئي ڪونه هو: ”سنڌيءَ جي ’ٿ، ٿ، ڇ، ک ۽ ڦ‘ وارين صورتن ۾ ’هه‘ جي ادغام جي انتهائي تڪميلي صورت موجود آهي؛ ايتريقدر جو ’هه‘ انهن ۾ ڪُلي طور ڪاچي هضم ٿي وئي آهي. ان جي سچائيءَ اها آهي جو انهن صوتين پويان ٻي ’هه‘ اچي سگهي ٿي، مثلاً:

- ٿ = ٿهرَ ڪرڻ (ذرا ترسڻ صبر ڪرڻ، آرام ڪرڻ)
- ٿ = ٿهڻُ، ٿهڪڻ
- ڇ = ڇَهه، ڇُهڻُ
- ک = کِهه، کَهرو
- ڦ = ڦهڪائڻ

سنڌيءَ جي ڀ، ڌ، ڍ، جهه ۽ گهه صوتين ۾ ادغام جي حالت ميل واري آهي. ’هه‘ انهن صوتين جي اندر پيٺ ۾ آهي، جيتوڻيڪ ڏسجي نه ٿي، پر تنهن هوندي به هضم نه ٿي چڪي آهي، انهيءَ ڪري انهن صوتين پويان ٻي ’هه‘ نه ايندي؛ يعني ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اهڙو ڪو ورلي لفظ هوندو،

جنـهن ۾ ’پ، ڏ، ڍ ۽ جهه يا گهه‘ جي پويان ’هه‘ جو اُچار به هجي. انهن صوتين ۾ ’هه‘ جي وجود جي لحاظ سان انهن جو لکت ۾ گهه، جهه واريون صورتون مناسب آهن، بـهتر ائين هو ته /ڀ، ڏ ۽ ڍ/ کي /ٻهه، ڌهه ۽ ڊهه/ جي صورتن ۾ لکجي ها. /ڙهه، لهه، مهه، نهه ۽ ٽهه/ سي به ميل واري ادغامي صورت وارا آهن ۽ انهن جي پويان به ٻي ’هه‘ اچي نه سگهندي.“ (جوکيو، اونهارو- 1983: 262)

مذڪوره ڊاڪٽر بلوچ جي حوالي ۾ ’ڇ‘ سان گڏ ’هه‘ اچڻ واري مثال ۾ ’ڇَهه، ڇُـهڻُ‘ لفظ ڄاڻايل آهن، حالانڪ ’ڇهَه‘ لفظ هجڻ سان گڏوگڏ صوتيات جي حوالي سان هڪ وسرڳ پڻ آهي؛ ڇاڪاڻ ته ان ۾ ’ڇ‘ ۽ ’هه‘ الڳ الڳ سُرن سان اُچاري نه ٿو سگهجي، بلڪ ’ڇَهه‘ هڪ ئي جهٽڪي ۾ ڦڦڙن جي هوا سان سخت تارونءَ وٽ زبان جي اڳياڙي ملائڻ سان آواز ٺهي ٿو، جنهن کي هلڪو ٺوڪڻو وسرڳ چئي سگهجي ٿو. جيڪڏهن ’ڇ‘ آواز کي وسرڳي ’هه‘ سان لکجي ها ته پوءِ ’ڇهه‘ وسرڳ جي لکت ’ڇههه/ڇهـهه‘ يقيناً مونجهارو پيدا ڪري ها!

’ڇهه‘ کي درست اردو اِملا موجب لکڻ به ساڳئي وقت مونجهاري جو باعث بڻجي ٿو؛ جيئن: چھہ (فهميده 30:2011) جي صورتخطي ڄاڻائي وئي آهي. حالانڪ ’ڇهه‘ خود وسرگ آهي، جيڪو اردو ۾ لکڻ ئي اٽسهائيندڙ

لڳندو. بهرحال، مذڪوره سنڌي وسرگ ۾ آخري ’ـهه‘ جو اکر وينجن جي صورت ۾ ناهي، جو ان کي الڳ سان متحرڪ ڄاڻائجي!

ڊاڪٽر بلوچ جي راءِ مطابق ’ڀ‘، ’ڌ‘ ۽ ’ڍ‘ وسرڳن جي شڪل ’ٻهه، دهه ۽ ڊهه‘ واري رکڻ گهرجي ها؛ ڇاڪاڻ ته اهي وسرگ آواز اهڙا آهن جن جي پويان ٻي ’هه‘ ڪانه اچي سگهندي يعني ’سنڌيءَ جي ڀ، ڌ، ڍ، جهه ۽ گهه صوتين ۾ ادغام جي حالت ميل واري آهي‘.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب وسرگ جي جنهن پاسي جي ڳالهه ڪئي آهي سا بلڪل درست آهي. ليڪن جيڪا صورتخطيءَ جي حوالي سان راءِ ڏني آهي، تنهن ۾ اڳيئي مونجهارا آهن، جيڪي طئه ٿي ڪونه سگهيا آهن؛ مثلاً: ’ ماٺهونءَ‘ جي صورتخطيءَ ۾ وسرگي ’ـهه‘ جي لکڻ جو ته امڪان آهي ليڪن ’دهه‘ جي صورت ڪيئن بيهارجي، ’دهه‘ يا ’دـهه‘؟

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي راءِ سان صورتخطيءَ جي ٻن قسمن جي مونجهارن جو امڪان آهي:

سنڌي صورتخطيءَ ۾ منفصل اکرن کي وسرگ جي صورت ۾ لکڻ جا معاملا اڃ سوڌو طئه ٿي نه سگهيا آهن؛ ان بنياد تي ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ان راءِ کي مٿين مونجهارن جي امڪانن سبب ڪارآمد نه ٿو چئي سگهجي. ان بنياد تي ان چوڻ ۾ ڪوبه وڏاءُ

نه ٿيندو ته ايلس واري ڪاميٽيءَ ۾ موجود ماهرن وسرگ اڪرن لاءِ جيڪي ٽبڪن ۽ 'وسرگي ـهه' واري عمل کي ٺيڪ چاتو، سو بلڪل درست ۽ مناسب قدم هو.
ڊاڪٽر نبي بخش خان صاحب موجوده عربي- سنڌي آئيويٽا ۾ وسرڳن جي صورت ۾ ٽبڪن ۽وسرگي 'ـهه' کي مثالن آڌار ڄاڻائيندي اهو واضح ڪيو آهي ته ٻنهي جو استعمال درست آهي:
ان مان واضح ٿيو ته ڪن وسرگ اکرن ۾ ٽبڪن جو استعمال درست، وقتائتو ۽ سنڌي ٻوليءَ جي مزاج مطابق ڪيل آهي؛ البته جنهن اصول ڏانهن ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب اشارو ڪيو آهي ته "بهتر ٿئي ها جيڪڏهن ٻ، ڏ ۽ ڊ کي ٻهه، ڏهه ۽ ڊهه جي صورتن ۾ لکجي ها." سو مونجهاري جا امڪان پيدا ڪري ٿو؛ جيئن: نشاندهي. ها، البته ڊاڪٽر صاحب جي ضميمي ۾ اضافي وسرگ پڙـهائڻ واري راءِ تي عمل ٿيڻ گهرجي.
1.2.3.1. زيرن زبرن (اعرابن) جو مونجهارو
اعرابن جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب شڪايت ڪندي ڄاڻائي ٿو ته: "زيرون زبرون (اعرابون) ختم ڪيون ويون، جنـهنڪري نه فقط لفظن جي صحيح آوازن کي سمجهڻ ڏکيو ٿيندو ويو، پر اعرابن نه هئڻ سببان جملن ۾ اسمن جي

صحيح نحوي سٽاءَ جي سڃاڻپ ختم ٿي ويئي. (حوالو چاڻايل)
ڊاڪٽر بلوچ صاحب بنيادي طور تي هڪ وڏو اسڪالر هو، ۽ هو ٻوليءَ جي گهڻن گهيڙن کان به چڱيان واقف هو. سندن شڪايت: ’اعرابن ختم ٿيڻ سان لفظن کي سمجهڻ ڏکيو ٿي ويو‘ جنهن لاءِ ايترو ضرور چئي سگهبو ته جن لفظن ۾ غلط پڙهڻ جو امڪان هجي اتي اعرابون ڪم آڻڻ انتـهائي ضروري آهي. ليڪن حيدرآبادي لـهجي لاءِ سندن اها شڪايت ته: ’اسمن جي صحيح نحوي سٽاءَ جي سڃاڻپ ختم ٿي وئي‘ انتـهائي نازڪ آهي.
1.2.3.1.1. سنڌي لفظن جي آخري وينجن جي سر جي اهميت:
سنڌي صورتخطيءَ ۾ اعرابن جي نفاست ان حوالي سان به اهم آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ جمع- واحد، جنسي توڻي، غير جنسي مذڪر- مؤنث ۽ اسم جون حالتون (فاعلي- مفعولي) آخري چوٿن سُرن تي مبني هونديون آهن. ان کان علاوه سنڌي ٻوليءَ ۾ ماقبل آخر وينجن تي سُر جي اهميت به شديد محسوس ڪئي وئي آهي.
مذڪوره نُڪتن تي باضابطه ڪم ڪرڻ جي گهرج آهي، هت انتهائي مختصر پيش ڪرڻ جي ڪوشش ڪجي ٿي:

واحد- جمع يا جنسي توڻي غير جنسي مذڪر مؤنث جي اعرابن واري صورتخطيءَ ۾ ڪو خاص اختلاف ڪونهي، البته حيدرآبادي لـهجي ۾ آخري چوٿن سُرن ڏانهن بي- حسي سبب غلطين جا امڪان رهندا آهن. ٿلهي ليکي هڪ- مثال پيش ڪن ٿا:

1.2.3.1.2. مؤنث- مذڪر جو هڪ مثال:

ڪنهن اسم جي آخري سُر [ اِ ] ۽ [ اِنّ ] جي پڇاڙيءَ سبب هيٺيان لفظ اڪثر مؤنث ڄاتا ويندا آهن:

| لفظ | آخري سُر | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| اکِ | اِ | هيءَ اکِ آهي. |
| پٽِ | اِ | هيءَ پٽِ آهي. |
| آخري [اِن] سُر | | |
| مينهِن | اِنّ | هيءَ مينـهِن ڏاڍي خاشي آهي |

ان کان علاوه هيٺ لفظ پيش ڪجن ٿا جيڪي پڻ مؤنث سمجهيا ويندا آهن:

مکِ، چٽِ، راتِ، هلتِ، برساتِ، ماٿِ، سُڏِ، راند، منجهندِ، باهِه، چانـهِه، ديرِ، تڪڙِ، عمرِ، مشڪلاتِ، ملاقاتِ، حالتِ، محلاتِ، ڪاوڙِ، آڱرِ، سرڪارِ، بازارِ، ڪوڏرِ، دلِ، پُلِ،

لالچِ، جانِ، جاءِ، شيءِ، اوندهِ، ڳالهه، چبلِهه، جنگِ وغيره (Bulchand, 2003: 9-10)
مٿئين آخري آواز [ اِ ] سان ڪي لفظ اهڙا به اچن ٿا جيڪي ان اصول ۾ نه ٿا سمائجن، بلڪ آخري سُر 'زير' هوندي به مذڪر طور استعمال ٿين ٿا: مثلاً: سيٺِ (Bulchand, 2003: 10)
ڊاڪٽر الانا صاحب [ اِ ] آخري آواز جي نسبت ڄاڻائي ٿو ته: ''هي اسم، جن جي آخر ۾ 'اِ' آواز لاءِ 'زير' اعراب طور استعمال ٿيندي آهي، اهي اسم، جنس مؤنث ۾ گردان ڪندا آهن؛ جيئن: اکِ، مکِ، پٽِ، چٽِ، دلِ ۽ جاءِ وغيره.''
(الانا، 2010: 32)
ڊاڪٽر الانا صاحب ان اصول کان ٻاهر ايندڙ لفظن بابت لکي ٿو: ''هيءَ ڳالهه ڌيان ۾ رکڻ گهرجي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ 'سيٺِ'، 'ڪيهرِ' ۽ 'اَهنيرِ' اهڙا لفظ آهن، جن جي آخر ۾ جيتوڻيڪ 'اِ' اعراب استعمال ٿيندي آهي، پر اهي لفظ، اسم مذڪر طور استعمال ٿيندا آهن، تنهنڪري اهڙن لفظن کي ان اصول کان ڌار سمجهيو ويندو آهي.'' (الانا، 2010: 32)
سنڌي ٻوليءَ ۾ لفظ 'سيٺِ' بيشڪ 'زير' سان، مذڪر طور استعمال ٿئي ٿو؛ اهڙو اشارو دلامل بولچند صاحب به ڪيو آهي. ڊاڪٽر الانا صاحب آخري 'زير' جي حوالي سان جيڪي لفظ (ڪيهرِ ۽ اهنيرِ) ڏنا آهن، سي وچولي ٻوليءَ

جي نسبت ’آخري زير‘ وارا آهن ئي ڪونه! مذڪوره لفظ ’ڪيـهُر‘ ۽ ’اهنيرُ/ اهنيارُ/ اهنرُ‘ پيشَ سان ئي مستعمَل آهن.
مذڪوره لفظ جامع سنڌي لغات ۾ اعرابن سان خيال خاطر ڏجن ٿا:
Ã اَهْنَرُجِ اَهْنَرَ: ذ. [سن. اَنُ = ساڻ + وَرَه= گهوٽ؛ آهه = ڏينـهن + نَر = مڙس = ڏينـهن جو جوڙو] شاديءَ جي وقت گهوٽ ۽ ڪنوار جي سيج يا پڪـي جو پـهريدار (جو اڪثر گهوٽ يا ڪنوار جو پيٽوـهو هوندو آهي.) (بلوچ، 1960: 315)
ڊاڪٽر الانا صاحب بنيادي طور تي لاڙي/ حيدرآبادي لـهجي جو ماڻهو آهي، جنهن لـهجي ۾ ڊاڪٽر محمد قاسم ٻگهئي جي تحقيق موجب: آخري سُر حذف ڪرڻ واري عادت نوٽ ڪئي وئي آهي (ٻگهيو، 1998: 79)؛ ظاهر آهي ته آخري سُر حذف ڪرڻ وقت ان جي ٻي صورت هلڪي ’زير‘ جي ئي بيـهندي آهي، جنـهن سبب ڊاڪٽر الانا صاحب مذڪوره لفظن تي زير جو استعمال ڪيو آهي. ان صورت ۾ مذڪوره لفظن کي ’آخري پيش‘ جي زمري ۾ آڻبو.
1.2.3.1.3. واحد- جمع جو هڪ مثال:

واحد- جمع جي صورتخطيءَ ۾ ڪي اختلاف سامهون نه ٿا اچن، البته آخري چوٿن سُرن جي حذف ڪرڻ جي عادت حيدرآبادي لـهجي ۾ نوٽ ڪئي وئي آهي.
1.2.3.1.4. اسم جي حالتن (فاعلي- مفعوليءَ) جو هڪ مثال:

**حيدرآبادي/ لاڙي لـهجي ۾،** چوٿن سُرن جي لحاظ کان، اهم هنڌن تي پيش کي زبر ۾ تبديل ڪرڻ واري عادت به نوٽ ڪئي وئي آهي، (جيئن: لکندُس-لکندَس) جن جي نحوي بناوت ۾ ڪافي اهميت آهي. هت صرف اسم جي حالت کي تبديل ڪرڻ وارو هڪ مثال پيش آهي:
”مَنڍَ پيئَنڍِي مُون، ساجنَ سـهي سُجاتو.“
چاڻايل لطيف سرڪار جي وائيءَ جي هڪ سٽ آهي، جيڪا ’ساجنَ‘ (نون تي زبر سان) هڪ محفل ۾ شفيع فقير پئي ڳاتي، ڪلام بعد مون هن کي فاعلي ۽ مفعولي صورت سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي ته: ”اهو ’ساجنَ‘ زبر سان نه ٿيندو، بلڪ پيش سان ’ساجنُ‘ ٿيندو. ’ساجنَ سـهي سجاتو‘ مان مراد آهي: ’ساجنَ مون کي سـهي سجاتو‘ جڏهن ته ’ساجنُ سـهي سجاتو‘ مان مراد: ’مون ساجن کي سـهي سجاتو‘ ٿيندي.“ محسوس ڪيو ويو ته هو اهڙي ڳالهه/ وضاحت کي هضم ئي نه ٿي ڪري سگهيو، نيٺ آخر ۾ هڪ بي- تڪو جواب ڏئي چڙيائين.

### 1.2.3.1.5. ماقبل آخر وينجن تي چوٿي سر جي اهميت

#### 1.2.3.1.5.1. مذڪر- مؤنث ۾ ماقبل آخري (Second last) سُر آواز

##### 1.2.3.1.5.1.1. جنسي مذڪر- مؤنث ۾ ماقبل آخري وينجن تي سُر

اڪثر ٻولين ۾ ماقبل آخري (Second last) اکر جي سُر آواز کي وياڪرڻ ۾ اهميت ڏني ويندي آهي؛ سنڌي ٻوليءَ ۾ به ماقبل آخري (Second last) سُر آواز کي ڪنهن حد تي اهميت آهي. سنڌي ٻوليءَ جي عالمن جو ان حوالي سان ڪو خاطرخواه ڪم سامهون نه ٿو اچي، ان جي سببن ۾ وچولي لهجي کي نظرانداز ڪرڻ ۽ لاڙي لهجي جي اثر هيٺ هوندر حيدرآبادي لهجي کي ٻوليءَ جو معياري لهجي جو شرف حاصل هجڻ آهي.

هيٺ مختصر ٻن جملن جي چنڊڇاڻ ڪجي ٿي:

- مان خط لکندُس/ مان پڙهي سگهندُس. (مذڪر صورت ۾)
- مان خط لکندُس/ مان پڙهي سگهندَس. (مؤنث صورت ۾)

حيدرآباد جي ڪافي مذڪر ماڻهن واتان مؤنث صورت ۾ ماقبل آخري سُرُ ’زبر‘ سان ٻڌو ويو آهي، جن جو حيدرآباد جي اصلي رهاڪن کان اڄ سوڌو سڌري نه سگهيو آهي.

ماقبل آخريءَ جي حوالي سان ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي لکي ٿو ته: ”مون کي پنجاهه کن سالن جي عمر جا اهڙا سنڌي مرد نظر آيا آهن، جيڪي عام ميڙن ۾ تقرير ڪندي، پنهنجي جنس مؤنث جي فعلن جو استعمال پيا ڪندا آهن؛ جيئن ته: مان ويندَس (مان ويندُس)، مان ڪندَسِ(مان ڪندُس). انبُ کاڌَم (انب کاڌُمِ)، پاٽي پيتَم (پاٽي پيتُم)“ (تاج، سيپٽمبر 2009: 30)

ڊاڪٽر جيٽلي ساڳئي مسئلي لاءِ لکيو آهي: ”اسمن، فعلن ۽ حرف جر سان ضميري پچاڙين جو استعمال سنڌي ٻوليءَ جي خاصيت آهي. انهن جو واهپو هاٽي پارت جي سنڌي ٻوليءَ مان گهٽو گهٽ ٿي ويو آهي. ڪن حالتن ۾ ته اِن جو غلط استعمال پڻ ڪيو پيو وڃي. خاص طور ’سندو‘ سان ضميري پچاڙيءَ جو غلط استعمال مون کي وڏن وڏن ليکڪن جي رچنائن ۾ به نظر آيو آهي. ان جي پوري ڄاڻ اڄڪلهه سنڌي پاڙهيندڙ ماسترن کي به نه رهي آهي. ڪجهه مثال ڏسو:
سندَس پٽُ آيو آهي. (درست آهي- سندُس پٽُ آيو آهي).

(هاٽي) ”سندس کي“ (هُن کي)، سندس جو (هُن جو)، سندسِ وٽ (هُن وٽ) جهڙا غلط پريوگ ڳالهائڻ ۾ توڙي لکڻ ۾

گهڻي قدر واهپي ۾ اچي ويا آهن.“ (تاج، سيپٽمبر 2009: 30-29)

سنڌي ٻوليءَ جي مڙني لهجن کي سامهون رکي جيڪڏهن ماقبل آخري سُرَن جو اڀياس ڪجي ته يقيناً مڙئي ٻوليءَ جا ڳالهائيندڙ توڙي ماهر ان ڳالهه سان اتفاق ڪندا ته اهڙي قسم جي سُرن واري لچڪ ٻوليءَ جي مزاج ۽ نفاست لاءِ هاڃيڪار آهي. ان صورت ۾ حيدرآبادي ٻوليءَ کي معياري لهجي ۾ شمار ڪرڻ هڪ- هٿي آهي.

مذڪر- مؤنث جي حوالي سان ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب [اُ] > [اِڻ] واري تبديل ۾ ’اُٺُ- اُٺِڻ‘ وارو لفظ ڏنو آهي. (الانا، 2010: 37)؛ ليڪن ساڳئي وقت ص: 36 تي ’اُٺُ- اُٺِ‘ پڻ رکيو آهي، جيڪو ’اُٺِ‘ جي صورت ۾ خودساخته لفظ آهي. ساڳئي صفحي تي ’ڪُڪُڙُ‘ ۾ ماقبل آخريءَ(Second last) تي ’پيش‘ جي اعراب ڪم آندي آهي، حالانڪ ان اصول ۾ پهرين ماقبل آخري اکر تي ’زير‘ ڪم آڻي پوءِ مؤنث واري ’زير‘، يعني ٻڌي زير، ڪم آندي ويندي آهي، جيئن سنڌن ڏسيل ’اُٺُ- اُٺِڻ‘ ۾ ڪم آندل اعرابون آهن.

ستر واري ڏهاڪي ۾ ريڊيو پاڪستان تان ’آئيے سندھی سیکھیں‘ جو پروگرام هلايو ويو، تازو ان کي ڊاڪٽر فهميده حسين صاحبه ڪتابي صورت ۾ آندو آهي؛ جنهن ۾ مذڪر مؤنث جي حوالي سان ’آخري‘ يا ’ماقبل آخري

سُر‘ جي صورتخطي حيدرآبادي/ لاڙي اثر سبب ٻوليءَ جي مزاج مطابق ناهي.
ياد رهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ضميري پڇاڙيءَ وارو حرف اضافت: ’س‘ ساڪن رهندو آهي، ان ڪان اڳ وارو وينجن آواز مذڪر- مؤنث مطابق هوندو آهي. هيٺ ’ماقبل آخر‘ ۽ ’آخري سُر‘ ڏانهن ٻي حسي جا مثال پيش ڪجن ٿا:
**"پچھلے سبق میں ہم نے آپ کو زمانہ مستقبل میں کچھ الفاظ بنانا سکھائے جو کہ مکمل جملے کی صورت رکھتے ہیں، اور ان میں ضمیری نشانیوں کا استعمال ہوتا ہے۔ ان میں سے چند الفاظ میں دہراتی ہوں:**
چوندُسُ۔ میں کہونگا"۔ (فہمیدہ، 2011: 188)
اها ڳالهه مُسلَم آهي ته سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾ هر لفظ جو آخري سُر متحرڪ ٿيندو آهي، ليڪن ضمير پڇاڙين جي صورت ۾، آخري وينجن جي ساڪن هجڻ واري امڪان کي به رد نه ٿو ڪري سگهجي؛ ڇاڪاڻ ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ضميري پڇاڙين جي صورت ۾ ’ماقبل آخر‘ سُر تي ئي مذڪر- مؤنث جو دارومدار هوندو آهي، جنهن جو مٿي ذڪر ٿيل آهي.
ڇاٽايل جملي جي صورت ۾ هيئن ئي درست ٿيندو:
- چوندُس (مذڪر صورت ۾، ماقبل آخر تي پيش)
- چوندَس (مؤنث صورت ۾، ماقبل آخر تي زبر)

مذڪوره لفظ ’آيسُ‘ ۽ ’آيسَ‘ مبادا پروف جي غلطي هجي، پر جيئن ته سنڌي ٻوليءَ جي عالمن اهو طئي ڪري ڇڏيو آهي ته ’سنڌي ٻوليءَ جي هر لفظ جو آخري وينجن متحرڪ ٿيندو آهي.‘ ان سبب حيدرآبادي عالمن وٽ ’ماقبل آخر‘ جي سُر تي دارومدار هجڻ جو تصور ئي ڪونهي. هيٺ اهڙا ’آئيے سندھی سیکھیں‘ مان چند مثال خيال خاطر آڏو رکجن ٿا:

| خط نسخ ۾ الٿو | سنڌي | اردو |
|---|---|---|
| مان وِيُسُ. | **مان وِيُسُ.** | **میں گیا.** |
| مان ڊوڙيُسُ. | **مان ڏوڙيُسُ.** | **میں دوڑا.** |

(فهميده، 2011: 128)

ان حالت ۾ ڄاڻايل لفظ جي مؤنث صورت ’مان وِيُسَ‘ بيهندي! جيڪا ٻوليءَ جي اصول (آخري وينجن متحرڪ) سان به ٺهڪي ٿي ۽ جعلي به آهي.

مسٽر دلامل بولچند جي ڪتاب **‘A manual of Sindhi’** ۾ ماقبل وينجن تي اعراب جو احتياط ڪيو ويو آهي، جنهن ڪي واجب العزت محمد ابراهيم جوئي صاحب سڌاريو سنواريو هو؛ مثلاً:

| مؤنث | مذڪر |
| --- | --- |
| ماري | ماريو |
| وِيَس | وِيُس |

اصل ۾، مذڪوره آخري وينجن ساڪن ٿيندو، البته ماقبل وينجن جو سُر مؤنث- مذڪر سبب تبديل ٿيندو، جيئن:

مان آيُس (مذڪر صورت ۾ ’ي‘ تي پيش)

مان آيَس (مؤنث صورت ۾ ’ي‘ تي زبر)

1.2.3.1.5.1.2. غير جنسي مذڪر- مؤنث ۾ ماقبل آخري وينجن تي سُر:

جنسي مذڪر- مؤنث ۾ ماقبل آخري وينجن تي ايندڙ سُر مان اهو معلوم ٿيو ته ’پيش‘ مذڪر لاءِ ۽ ’زير‘ مؤنث لاءِ ڪم آندي وڃي ٿي.

ليڪن غير جنسي مذڪر- مؤنث ۾ به ساڳيو انداز برقرار رهي ٿو، چند مثال خيال خاطر رکجن ٿا:

| مؤنث | مذڪر |
| --- | --- |

| انبُ ڪاڻُم. (پيش سان)<br>انبَ (جمع) ڪاڻَم (ڏ تي زبر) | مانِي ڪاڻَم. (زبر سان) (ماني ڪاڻيم) ڏ تي زير، ي تي زبر، ميم تي زير |
| --- | --- |
| خطُ لکيُم. (پيش سان) | پرچي لکيَم. (زبر سان) |
| ڪتابُ پڙهيُم. (پيش سان) | ڪتابڙي پڙهيَم. (زبر سان) |
| گهرُ ڏٺُم. (پيش سان) | گهٽِي ڏٺَم. (زبر سان) |

مٿين جملن کي اعرابن جي مٿَ سان هيٺين جملن سان تقابل ڪري، ٻوليءَ جي درست استعمال جو اندازو ڪري سگهجي ٿو:

| مذڪر | مؤنث |
| --- | --- |
| انبُ ڪاڻَم. (پيش سان) | مانِي ڪاڻُم. (پيش سان) |
| خطُ لکيَم. (زبر سان) | پرچي لکيُم. (پيش سان) |
| ڪتابُ پڙهيَم. (زبر سان) | ڪتابڙِي پڙهيُم. (پيش سان) |
| گهرُ ڏٺَم. (زبر سان) | گهٽِي ڏٺُم. (پيش سان) |

چاڻايل جملن ۾ ڪم آندل لفظ غير جنسي مذڪر (انبُ، خطُ، ڪتابُ، گهرُ) ۽ مؤنث (مانِي، پرچِي، ڪتابڙِي، گهٽِي) آهن؛ چاڻايل فعلي صورتون: ’ڪاڻُم/ڪاڻَم‘ ٻنهي ضميري صورتن (جنسي مذڪر- مؤنث) سان ٿيندو، صرف غير جنسي لفظ جي صورت ۾ ماقبل آخري وينجن تي اعراب تبديل ٿيندي.

1.2.3.1.5.2. واحد- جمع حالت ۾ ماقبل آخري وينجن جو سُر:

سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾، ماقبل آخري (Second last) سُر جي اهميت مذڪر- مؤنث کان علاوه واحد- جمع ۾ به نوٽ

ڪئي وئي آهي. عام طور اهوئي تصور ڪيو ويندو آهي ته سنڌي ٻوليءَ جو هر لفظ جو خاتمو متحرڪ وينجن سان ٿيندو آهي. ان رٿيَل تصور سبب حيدرآبادي/لاڙي عالم اڪثر مغالطي ۾ رهندي، آخري ساڪن آوازن کي به متحرڪ ٻڌائيندي مختلف صورتخطيون پيش ڪندا آهن.
جيئن: مذڪر- مؤنث ۾ ڪم آندل ضميري پڇاڙيون (م ۽ س) ساڪن رهنديون آهن، تيئن حالت جريءَ واري صورت ۾ جمع ۾ ڪم ايندڙ 'نون' ساڪن رهندو آهي. جيڪو هوبهو عربي تنوين سان مشابهت رکي ٿو. ان حوالي سان ڊاڪٽر جيٽلي، ننديرام سيوهاڻيءَ جي 'باب نامي' جي صورتخطيءَ تي تنقيد ڪندي لکي ٿو ته: ''هن حالت ۾ عام عدد جمع جي صورت ۾، ڪن هنڌن تي آخري وينجن ساڪن آهي ته ڪن ٻين هنڌن تي ان هيٺان زير لکي آهي:
آگِرِيُن، لُوڪَنِ، اَکرَن، ٻارَن.'' (جيٽلي، 1999: 177-178)
ڊاڪٽر جيٽلي صاحب جي حوالي ڏيڻ مان مراد اها آهي ته صاحب موصوف هن مسئلي کي ڇاتو ضرور آهي يا ننديرام جي صورتخطيءَ ۾ آخري نون جي ساڪن جو استعمال توجه طلب ضرور آهي.
هيءُ مسئلو چوٿن سُرن جي حوالي سان، آخري وينجن جي متحرڪ يا ساڪن جو آهي، جنهن ڏانهن حيدرآبادي/لاڙي

لهجي جي بي-حسي نوٽ ڪئي وئي آهي. مسٽر دلامل بولچند صاحب ’سنڌي ٻوليءَ جي آخري وينجن متحرڪ‘ جي نسبت اسم جي حالتن آهر جمع صورت ۾ ’نون متحرڪ‘ ڪم آندو آهي، جنهن جا چند مثال پيش ڪجن ٿا:

| واحد | جمع |
|---|---|
| Nominative: زالَ | Nominative: زالُون |
| Inflected: زالَ | Inflected: زالُنِ |
| Nominative: دوا | Nominative: دوائُون |
| Inflected: دوا | Inflected: دوائُنِ |

مسٽر دلامل بولچند صاحب اسم جي حالتن آهر جمع صورت ۾ آخري نون متحرڪ بيهاريو آهي، جيڪو ٻوليءَ جي نسبت ساڪن ئي بيهڻ گهرجي. هيٺ سنڌي ٻوليءَ جي نسبت چند ننڍڙا جملا خيال خاطر ڏجن ٿا:

- ڪتابَن ۾ لکيل آهي.
- ڪبٽَن ۾ رکيل آهي.
- ميزُن تي پيل آهي.
- ميزُن هيٺان پيل آهي.
- ڪتو، ٻليُن مٿان ٽپي ٿو.
- دريُن مان ڏسڻ ۾ اچي ٿو.

- پٽيُن ڪان گس ٿهيَل آهي.
- هيءُ رستو محلَن ڏانهن وڃي ٿو.
- دڪانَن تان ورتل آهن.
- هاري ٻنيُن ڏانهن وڃن ٿا.
- بدنيت ماڻهن کي ڪـهڙي پارت!
- وڏَن جو ادب ۽ ننڍَن سان پيار ڪرڻ گهرجي!

1.2.3.1.5.2.1. آخري نون ساڪن ۽ ماقبل آخر وينجن جي سُر جي ڇنڊڇاڻ:

مٿين جملن ۾ ڪم آندل لفظن جون واحد- جمع صورتون رکي ڇنڊڇاڻ ڪجي ٿي:

| واحد | | جمع | حالتن موجب جمع |
|---|---|---|---|
| ڪتابُ | | ڪتابَ | ڪتابَـ + نْ |
| ڪيٽُ | | ڪيٽَ | ڪيٽَـ + نْ |
| محلُ | | محلَ | محلَـ + نْ |
| دڪانُ | | دڪانَ | دڪانَـ + نْ |
| ماڻهو | | ماڻهون/ماڻهو | ماڻهـ (اُون > اُ) / (اُو > اُ) + نْ |
| ميزَ | | ميزُون | ميزُ (اُون > اُ) + نْ |
| ٻلِي | | ٻليُون | ٻليُـ (اُون > اُ) + نْ |
| درِي | | دريُون | دريُـ (اُون > اُ) + نْ |
| پٽِ | | پٽيُون | پٽيُـ (اُون > اُ) + نْ |
| ٻنِي | | ٻنيُون | ٻنيُـ (اُون > اُ) + نْ |
| وڏو | | وڏا | وڏَ (آ > اَ) + نْ |
| ننڍو | | ننڍا | ننڍَ (آ > اَ) + نْ |

ڊاڪٽر بلوچ جي ڏنل اشاري تي هڪ مختصر جائزو ورتو ويو ته حيدرآبادي لـهجي کي معياري ڄاڻڻ سبب سنڌي ٻوليءَ جي نفاست پرپا آخري سُر يا ماقبل آخري سُر جي صورتخطي يا سنڌي ٻوليءَ ۾ آخري وينجن جي ساڪن هجڻ جو تصور بگڙيل آهي. ان صورت ۾ ڊاڪٽر بلوچ جي شڪايت درست آهي ۽ انهن معاملن تي ڪم ڪرڻ جي شديد کوٺ محسوس ڪئي پئي وڃي.

1.2.3.1.2. وچٿرا سُر:

وچٿري سُرن جي اعرابن بابت عام طالبعلم واقف ڪونهي، ان جو اهم سبب درسي ڪتابن ۾ اهڙين اعرابن کان حتر آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب مخدوم ابوالحسن ۽ ان کان اڳ واري دؤر جي عربي- سنڌي رسم الخط جي صورتخطيءَ لاءِ عالمن جي مقرر ڪيل نشانين جا مثال ڏيندي لکي ٿو ته: ”سنڌ جي عالمن عربي وارين آوازي نشانين کان سواءِ سنڌي جي ٻين منفرد آوازن لاءِ (جيڪي عربي ۾ نه هئا) ٻه آوازي نشانيون نئين سر ايجاد ڪيون: يعني ته ’او‘ جي وچٿري آواز لاءِ ’ابتو پيش‘ ( ٗ ) ۽ ’اي‘ جي وچٿري آواز لاءِ ’اپي زير‘ ( ٖ ).“ (بلوچ، 1992: 15)

- ”’و‘ (زبر يا پيش کان سواءِ) جي اچار لاءِ مثان ابتو پيش آندو ويو، جيئن: اوٗڪر، چوٗڪر، روٗڪڙ وغيره.

- ’ي‘ (زبر يا زير کان سواءِ) جي اچار لاءِ هيٺان اُپي ليڪ آندي وئي، جيئن: ڪِري، هيِر، ويِر، وغيره.“ (بلوچ، 1999: 443)

اهڙن اعرابن جو ضرورت آهر يا پرائمري درسي ڪتابن ۾ استعمال ڪرڻ بهتر آهي.

1.2.3.1.3. شدّ جو استعمال:

سنڌي ٻوليءَ ۾ شدّ جي ڪم اچڻ بابت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ڄاڻائي ٿو ته: ”عربي لفظ هڪڙا اهي آهن، جن جي ڪنهن حرف تي اصل ۾ ’شدّ‘ آهي. سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾ ’شدّ‘ وارو اُچار ڪونهي ۽ شاهه جي ٻولي (پٽ شاهه جي تر واري ٻولي) ۾ به اهي لفظ بنا شدّ جي ڳالهائجن ٿا. پيو ته اهي لفظ جيڪڏهن ’شدّ‘ سان پڙهبا ته ’وزن‘ ۾ خلل پوندو. مثلاً: اصل عربي لفظ ’ستّار‘ آهي، پر جيڪڏهن هيٺينءَ سٽ ۾ اهو (اصل اُچار موجب ’ت‘ جي شدّ سان پڙهبو ته وزن ٽٽندو، انهيءَ ڪري بنا شدّ سان پڙهبو:

”شرڪ ساڻ ستار، گهٽا گهاريم ڏينهڙا.“ (جروار، 2007: 126)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي مٿين راءِ ته ’ستَار شدّ سان پڙهبو ته وزن ٽٽندو‘ کي جاچڻ لاءِ مذڪوره بيت جي سٽ کي جاچڻ ضروري آهي ته واقعي وزن ٽُٽي ٿو يا ڊاڪٽر صاحب بغير تڪڻ جي راءِ ڏني آهي؟

لطيف سرڪار جيڪي شاعريءَ جا گهاڙيتا ڪم آندا آهن، تن ۾ سورٺو، دوهو ۽ ٻنهي جي ميل واري صنف بيت اچي وڃي ٿو، جنهن جي هر سٽ جو اڪثريتي وزن چند وديا موجب 24 ماترائن تي ٻڌل آهي؛ سٽ جي ٻن اڌن ۾ قافئي وارو اڌ 11 ماترائن ۽ بنا قافئي واري اڌ جون 13 ماترائون ٿينديون آهن. ان ليکي سان ڊاڪٽر صاحب جي ڇاٽايل سٽ جو ڇيد ڪجي ٿو:

- پهريون اڌ: شرڪ = 3 ماترائون، ساڻ = 3 ماترائون، ستار = 4 ماترائون؛ ڪُل ٿيون: 10 ماترائون.
- ٻيون اڌ: گهٽا = 3 ماترائون، گهاريم = 5 ماترائون، ڏينهڙا = 5 ماترائون، ڪل ٿيون: 13 ماترائون.
- ٻنهي اڌن جون ڪل ماترائون ٿيون: 10 + 13 = 23

مٿي ڪيل ڇيد مان اهو اخذ ٿيو ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي راءِ موجب لطيف سائين جي مذڪوره سٽ جون ڪل ماترائون 23 ٿين ٿيون؛ جڏهن ته سورٺي، دوهي يا بيت جي صنف ۾ چند وديا موجب هر سٽ جون 11 + 13 = 24 يا 13 + 11 = 24 ماترائون ٿيڻ گهرجن. ان ليکي پٽاندر لفظ ستّار جي تشديد ڳٽپ ۾ ايندي جنهن سان پهرئين اڌ جون ماترائون 11 بيهڻ سان ڪل 24 ماترائون ٿينديون.

ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر پڻ ساڳيو بيت وزن جي ورڇبندي سان هيٺينءَ ريت رکيو آهي:
”ماترائن ۾ وزن: سَتّر ڪَج سَتّارَ! آءٌ اگهاڙي آهيان (11 + 13 = 24).“
وڌيڪ فوٽ نوٽ ۾ ڄاڻايو اٿس: ”هتي هيءَ ڳالهه سوچڻ جي آهي ته وزن جي پورائي لاءِ ڪٿي ڪٿي بلڪ جنهن هنڌ ضروري ٿئي ٿو ته اهو آواز مشدّد ڪيو ويندو آهي (سوڍر، 1991: 440)
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب جي راءِ ته ’سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾ شدّ وارو اُچار ڪونهي‘ ۽ ’ستّار لفظ ۾ اصل اچار ’ت‘ شدّ سان پڙهبو ته وزن ٽٽندو‘ ڪا وزن ڪونه ٿي رکي، ڇو ته ديوناگري صورتخطيءَ ۾ به آوازن جي شدّ جو تصور آهي، جنـهن سبب اهڙي ڪنـهن لفظ ۾ ٻـهريون اکر اڌ ۽ ٻيو سڄو لکيو ويندو آهي، ان لاءِ ائين چئي سگهجي ٿو ته هڪ اڌ ٻوليءَ سواءِ هن خطي جي ٻولين ۾ شدّ جو تصور موجود آهي؛ ٻيو ته شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ پنهنجي شاعريءَ ۾ ’شدّ‘ جي وزن کي خيال ۾ رکي ئي وزن تي شاعري ڪئي هوندي، ڇو ته سندس شاعريءَ جا وزن جيڪڏهن جاچجن ٿا ته مذڪوره لفظ جو وزن ’شدّ‘ سان ئي واضح ٿئي ٿو. هيٺ بلوچ صاحب جي ڄاڻايل ساڳي سٽ ۽ ٻئي بيت جي هڪ سٽ چند وديا موجب ٻيـهر ڇيد ڪجي

ٿي، جنهن ۾ چوٿن سرن لاءِ هڪ ماترا، ۽ ٻگهن سرن لاءِ ٻه ماترائون ورتيون وينديون آهن:

11 + 13 = 24

^ ^ ^ - ^ - - ^، - ^ - ^ ^ ^ - ^ -

شرڪ ساڻ ستّار گهٽا گهاريم ڏينھڙا.

11 + 13 = 24

- ^ ^ ^ ^ - ^، - ^ ^ - - - ^ - ^ -

ستّر ڪج ستّار، آءٌ اگهاڙي آهيان،

مذڪوره لفظ ’ستار‘ جي ڳٽپ ’شدّ‘ سان ئي ڪيل آهي، جيڪڏهن ’شدّ‘ سان ڳٽپ نه ڪئي ويندي ته وزن جي کوٽ ٿي ويندي (وزن جا تفصيل ۽ طريقيڪار آوازن جي وزن واري باب مان ڇاڻي سگهجن ٿا). اهي وزن چند وديا موجب عام آهن ۽ سنڌي بيت جي مزاج وٿان آهن، تنھنڪري ان وزن ۾ ئي بيت جي سٽن کي توريو ويندو آهي. ان صورت ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي راءِ ڪا معنيٰ نه ٿي رکي؛ البته، اها ڳالهه درست آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ’شدّ‘ جي حيثيت صوتياتي ناهي.

1.2.3.2. سنڌي ٻوليءَ ۾ نون گُھٽي جي صورتخطيءَ وارو مونجهارو:

رسم الخط جي سڌاري ۽ واڌاري تي درست رُخ ۾ ڪم نه ڪرڻ سبب سنڌي صورتخطيءَ ۾ نون ڳُهِّي جا مونجهارا برقرار آهن. ڊاڪٽر الانا صاحب جي درست راءِ آهي ته نون ڳُهِّي تي جزم جو استعمال بيجا آهي، ڇاڪاڻ ته جزم جي استعمال سان ’نون ڳُهِّي‘ جي حيثيت ’نون وينجن ساڪن‘ ٿي وڃي ٿي. ڊاڪٽر الانا صاحب جي اها به راءِ آهي ته اردو صورتخطيءَ ۾ ان جو مسئلو طئي ٿيل آهي. (الانا، 1967: 85)

حالانڪ اردو ۾ پڻ وچ ۾ ايندڙ ’نون ڳُهِّو‘، ’جنگ‘ جهڙن لفظن ۾ ساڳيو مسئلو ڪڙو ڪري ٿو؛ ڪن پراڻن اردو جي ڪتابن ۾ ’نون ڳُهِّي‘ مٿان ننيڍڙو هلال (اُبتي جزم) ڏنو ويو آهي، جيڪو درست عمل هو.

سنڌي ٻوليءَ ۾ نون ڳُهِّي جي استعمال بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو مطالعو نرالو آهي، جيڪو اوائلي سنڌي صورتخطيءَ مان اخذ ڪيل آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي ڄاڻائڻ موجب: سنڌ جي عالمن ’نون ڳُهِّي‘ کي واضح ڪرڻ لاءِ ’ن‘ کان پوءِ يا ان جي جاءِ تي ’م‘ به ڪم آندو. لفظ جي آخر ۾ ’هه‘ ۽ ’ء‘ کان پوءِ ’ن‘ واري ڳُهِّي اُچار کي ’م‘ جي آواز ذريعي نروار ڪيو ويو، جيئن:

جڏهم = جڏهن. ماڳهم = ماڳهين.

ڪڏهم = ڪڏهن.            سائينم = سائين. (بلوچ، 1999: 443)

اهو سبب آهي جو پراڻين لکتن موجب شاهه لطيف جي هيءَ سٽ 'سائين سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار' به 'سائينم' سان لکيل ملي ٿي. جنهن کي پوءِ ڇاپي ۾ به ڪم آندو ويو، پر عام طور تي ان جي لکڻ جا سبب ڪافي عالمن کي معلوم ناهن. ڪي ان 'م' کي ضميري پڇاڙي تصور ڪيون ويٺا آهن، ڪي ته ماڳهين اڳين جي غلطي سمجهي ڪٿيون ويٺا آهن؛ پر حقيقت ۾ عربيءَ موجب اها 'گهُٽي' جي نشاني آهي، جيڪا اڳلا ڪاتب عربي صورتخطيءَ جي تقليد ۾ استعمال ڪندا هئا.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب پراڻي صورتخطيءَ جا جيڪي مثال جنـهن نوعيت سان ڏنا آهن تن مان اهو ٿو ظاهر ٿئي ته پراڻن عالمن/ ڪاتبن ان مسئلي کي ضرور مسئلو ڄاتي 'نون گهُٽي' کي واضح ڪرڻ لاءِ سڏوسنئون 'نون' جو اکر ڪم آڻڻ کان پرهيز ڪئي هوندي، ڇاڪاڻ ته اهي ان مسئلي کي چڱيان ڄاڻن پيا ته 'نون' جو سڏوسنئون اکر اظهاري نون لاءِ ئي ڪم آڻبو آهي! جنهن سبب 'گهُٽو ميم' يا نون سان گڏ 'گهُٽي ميم' جو اضافو ڪم آڻيندا هئا. واضح رهي ته عربي صورتخطيءَ موجب 'نون ۽ ميم' گهُٽائپ وارا اکر ڄاتا ويندا آهن.

مٿين مثالن مان اهو معلوم ٿيو ته اڳوڻا عالم/ ڪاتب ان مسئلي کان چڱيان خبردار هئا ۽ سنڌي صورتخطيءَ جي لحاظ کان وٽن حل به هو؛ ليڪن موجوده حالتن ۾ اهو انداز يا نمونو اختيار ڪرڻ هڪ ته: پڪي گهڙي ۾ ڪَنا وجهڻ مثل ٿي پوندو، ٻيو ته: وري ڪنهن ٻئي مونجهاري کي جنم ڏئي سگهي ٿو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جا سنڌي صورتخطيءَ جي لحاظ کان اهڙا اشارا محققن لاءِ هڪ وڏو ميدان مـهيا ڪن ٿا، ليڪن ڏٺو اهو ويو آهي ته صوتياتي حوالي سان ان جو ڪم ته بيشڪ درست رخ ۾ ٿيو آهي ليڪن رسم الخط کان وٺي صورتخطيءَ تائين ان مسئلي تي ڪم ٿي نه سگهيو آهي. راقم اهڙن نُڪتن جو باضابطه اڀياس ڪرڻ ۽ ان جي حل تائين رسڻ ۾ مصروف آهي.

1.2.3.2.1. نون گهٽي جو حصن/ پٽين ۾ شمار وارو معاملو:

عام طور اهو بحث عام آهي ته قطاري عددن ۾ جڏهن ’پـهريون‘ لفظ ڪم آندو وڃي ٿو ته ان صورت ۾ ’ٻيو‘ لفظ جي صورت بجاءِ ’ٻيون‘ صورت هجڻ کپي! مذڪوره قطاري عددن بابت ڪافي عالمن پنهنجا ويچار ونديا آهن؛ جيئن: پـهريون، ٻيون، ٽيون، چوٿون... وغيره.

ان کان هٽي ڪري ڊاڪٽر بلوچ صاحب ’نئين جامع سنڌي لغات‘، مطبع: سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد، ۾ مذڪوره

قطاري عددن جو انداز يا ’ر‘ جي لارَ وارن لفظن جي صورتخطيءَ جو ڍنگ نرالو آهي. شماري پاڱن ۾ ’جلد پهريون‘، ’جلد ٻيو‘ ۽ ’جلد ٽرئو‘ ڪم آندو اٿس. اهو انداز، سنڌي ٻوليءَ جي نسبت، ڪنهن حد تي سوچڻ لاءِ مجبور ڪري ٿو. هن ۾ هڪ شماري عدد (پـهريون، ٻيو ۽ ٽرئو) جا پاڱا واضح ٿين ٿا. (سنڌي لئنگئيج اٿارٽي حيدرآباد)

هتي هيءَ به ڳالهه غور طلب آهي ته جڏهن اسين ڪنهن هڪ وضاحت جا پاڱا/حصا/ پتيون/ ونديون ويڪاريندا آهيون ته ان صورت ۾ ’ن- گهُٽي‘ جو استعمال بلڪل چسو ۽ ٻيجا لڳندو آهي؛ مثلاً:

1. هڪ: هي شماري عدد ڪنهن به ڳالهه جو پـهريون حصو ڏيکاريندو آهي؛
2. ٻيو: هي شماري عدد ٻيو حصو ڏيکاريندو آهي؛
3. ٽيو/ٽرئو: هي شماري عدد ٽيون حصو ڏيکاريندو آهي؛
4. چوٿو: هي شماري عدد چوٿون حصو ڏيکاريندو آهي؛

وغيره

وڌيڪ وضاحت لاءِ پاڱيوار شماري عدد جو هيٺين ريت استعمال نوٽ ڪيو ويو آهي:

- پـهرئين سڄي جو هڪ پاڱو، ٻيو پاڱو، ٽيو پاڱو، چوٿو پاڱو، پنجو پاڱو...

○ ٻئين سڄي جو هڪ حصو، ٻيو حصو، ٽيو حصو، چوٿو حصو، پنجو حصو...
○ ٽئين سڄي جي هڪ پتي، ٻي پتي، ٽين پتي، چوٿي پتي، پنجي پتي...

عام طرح، ڪنهن مڪمل شيءِ جي هڪ پاڱي، ٻئي پاڱي، ٽئين پاڱي ۽ چوٿي پاڱي کي شماري عدد جو پاڱو تصور ڪيو ويندو آهي.

پتين/ حصن ۾ ڪم ايندڙ شماري عددن جو اندازو هيٺئين فقري مان ڪري سگهجي ٿو:

**’اسان جي تعليم جي بگڙجڻ جا ڪيئي سبب ٿي سگهن ٿا جن جي اسبابن ۾ هيٺيان ڪردار اهم آهن. هڪ: استاد، ٻيو: شاگرد، ٽيو: والدين، چوٿو: معاشرو، پنجو: رياست‘.**

پروفيسر علي نواز جتوئي لفظ ’پنجو‘ ڪم آڻيندي اصطلاح ’تقليب‘ جي مثالن ۾ ڄاڻائي ٿو ته: ”ڇپَ جي غلطيءَ سببان ڪي آواز پاڻ ۾ جڳهه مٽيندا آهن، ان کي ’تقليب‘(Metathesis) سڏبو آهي؛ جيئن: ’همراهه‘ مان ’هرماهه‘، ’پنجو‘ (پنج آڱرين وارو) مان ’چنبو‘،... وغيره.“ (جتوئي، 1996: 151)

جتوئي صاحب جي حوالي ڏيڻ مان مراد اها آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪنهن اسم جي پتين/ حصن تي مشتمل شماري عددن ۾ ’ن گهٽو‘ ڪم نه آندو ويندو آهي؛ جيئن پنجن آڱرين/

حصن تي مشتمل هٿ لاءِ ’پنجو‘ ڪم اچي ٿو. اهڙي نموني پراڻي وقت ۾ جنس جي ماپي لاءِ مقرر ڪيل ايڪي پاٿيءَ جي چوٿين حصي کي ’چوٿو/چوٿڙو‘ چيو ويندو هو/آهي؛ اڄڪلهه به مانيءَ جي چوٿين حصي لاءِ ’چوٿو‘ لفظ مستعمل آهي.

’جامع سنڌي لغات‘ موجب: ”چوٿو جِ چوٿا: چوٿون حصو (ڪنهن به شيءِ جو). چوٿين پٽي (مانيءَ جي).“ (بلوچ، 1981: 1023)

شماري عدد جي حصن/پتين ۾ نون گهٽي جي عام استعمال کان هٽي ڪري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جيڪو بغير گهٽائپ شماري عددن جو استعمال ڪيو آهي، سو بيشڪ ٻوليءَ جي مزاج مطابق آهي.

1.2.3.2.2. تنوين:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌي ٻوليءَ ۾ تنوين جي نشانين لاءِ انگريزن جي دؤر کان اڳ واري استعمال بابت هيئن ڄاڻائي ٿو ته: ”سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي’تنوين‘ واري اصول ذريعي ’ن‘ گهٽي وارا ’ايــِـن‘، ’اِين‘ ۽ ’اُون‘ اُچار نروار ڪيا ويا:

- وچٿرو اُچار ’ايــِـن‘: ۽، ۾.
- زير وارو اُچار ’اِين‘: ڪٍ (ڪيئن)، سٍ (سين)، ڪياء (ڪيائين).

- پيش وارا اُچار: آءٌ، ڏناءٌ، چياءٌ.
- لفظن جي آخر ۾ ’هه‘ ۽ ’ء‘ کان پوءِ ’ن‘ واري گهُٽيـي اُچار کي ’م‘ جي آواز ذريعي نروار ڪيو ويو، جيئن:

جڏهم = جڏهن ماڳهم = ماڳهين

ڪڏهم = ڪڏهن سائينم = سائين.“ (بلوچ، 1999: 443)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي اها راءِ ايڏي واضح ڪانهي ته ’سنڌي ٻوليءَ ۾ عربي تنوين واري اصول ذريعي ’ن‘ گهُٽي وارا اُچار نروار ڪيا ويا‘؛ ڇاڪاڻ ته ’تنوين‘ مان مراد ’نون‘ جو اُچار ڪرڻ آهي، جڏهن ته ’نون گُهٽو‘ سُر ۾ شامل ٿئي ٿو. پر اهو به جاچيو ويو آهي ته عربي صورتخطيءَ ۾ پڻ تنوين کان گهُٽائپ جو ڪم ورتو ويندو آهي، جيئن:

تنوين کان نون گـُهٽي وارو استعمال

- ’لَنَسۡفَعًا بِالنَّاصِيَةِ‘ (سورة العلق: 15)
- ’وَ اَنۡتَ حِلٌّ بِهٰذَا الۡبَلَدِ‘ (سورة بلد: 2)
- سَالَ سَآئِلٌ بِعَذَابٍ وَّاقِعٍ‘ (سورة المعارج: 1)
- ’ارۡجِعِيٓ اِلٰي رَبِّڪِ رَاضِيَةً مَّرۡضِيَّةً‘ (سورة الفجر: 28)

مٿين مثالن کي ڏسي ڪري اڳين عالمن تنوين کان گُهٽائپ جو ڪم ورتو، جنـهن جا آثار اڄ سوڌو ’ م‘ ۽ ’ء‘ ۾ ظاهر

آهن. جيڪي اُپڻ زيرن سان ترتيب ڏنا ويا؛ جيڪو پڻ سنڌي ڪاتبن جو نرالو انداز هو/آهي.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي حوالي مان البته اها ڄاڻ ملي ٿي ته اڳين سنڌي عالمن/ ڪاتبن 'نون گهُٽي' جو ڪم 'تنوين' ۽ 'ميم' ٻنهي کان ورتو؛ 'ٻگهن گهُٽن سُرن' وارو ڪم 'تنوين' يا ڪنهن حد تي 'ميم' کان به ورتو ۽ ڇوٽي گهُٽي سُر کي به واضح ڪرڻ لاءِ ڪٿي ڪٿي 'ميم' کان ڪم ورتو.
ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پاران ڄاڻايل اوائلي سنڌي عالمن جون نشانيون اڄ به ڪنـهن نه ڪنـهن حوالي سان استعمال ۾ ضرور اچن ٿيون، جن کي نه ته ختم ڪري ٿو سگهجي، نه وري انهن کان سواءِ سَري سگهي ٿي. اڳئين وقت جي بزرگن جيڪي نشانيون عربي ٻوليءَ مان اخذ ڪيون هيون، اڄ به انهن نشانين/ اعرابن جي اهميت آهي. اها ٻي ڳالهه آهي ته علم لسان جي حوالي سان انهن جو مطالعو محدود ڪيو ويو آهي؛ يا عام پڙهـندڙن يا پڙهـائيندڙن تائين درسي ڪتابن ذريعي رسي نه سگهيون آهن.

## 1.3. عربي- سنڌي آئيويٽا

آگاهي رهي ته اصطلاح 'آئيويٽا/ الفباءِ/ الف- بي/ حروف تـهجي/ ورڻ- مالا' جي مراد 'ترتيب' آهي. مخدوم ابوالحسن ٺٽويءَ جي ترتيبيل آئيويٽا جي اکرن کي سامهون

رکي، 1853ع ۾ جوڙيل ڪميٽيءَ جيڪا آئيويٽا ترتيب ڏني، تنـھن کي ان وقت جي اسسٽنٽ ڪمشنر بئرو ايلس پويان ’ايلس واري آئيويٽا‘ ڪوٺيو وڃي ٿو.

ان آئيويٽا جي ترتيب ۾ امڪان آھي ته اکرن جي شڪل جو به خيال رکيو ويو هوندو (جيئن:

- ب، ٻ، پ، ت، ٿ، ٽ، ٺ، ث، ڀ،
- ج، ڄ، جهه، ڃ، چ، ڇ، ح، خ،
- د، ڌ، ڏ، ڊ، ڍ، ذ،
- ر، ڙ، ز،
- س، ش، ص، ض، ط، ظ، ع، غ،
- ڪ، گ، ڳ، گهه، ڱ، ن، ڻ، ء، ي)

ان سان گڏوگڏ ڪي قدر آوازن جي مخرج جو خيال رکيو ويو هوندو؛

مخرج ۾ به ڪجهه خيال وسرڳن (۽ اوسرڳ جي فرق) جو به رکيو ويو هوندو

(جيئن:

- ت- ٿ،
- ٽ- ٺ،
- پ- ڦ،
- ڇ- چ،
- د- ڌ،

- ٻ- ڀ،
- ڪ- ک)

ڪن کي نظرانداز به ڪيو ويو (جيئن: ب- پ، ج- جهه، گ- گهه)؛

اها ٻي ڳالهه آهي ته ان ترتيب جو ڪو سُر- مُنهن ڪونه هو، ان ۾ ڪوڙ ساريون ڪميون ڪوتاهيون هيون. ان خيال کان ان جو باضابطه اپياس ٿيڻ کپندو هو.

1935ع ۾ ساڳي آئيويٽا جي ترتيب تي، ابن مقله جي ڍنگ تي، ٻيهر غور ڪيو ويو ۽ ٻارن لاءِ آساني رکڻ خاطر ان جي ترتيب اکر جي گهر ۾ ٺهڪن وار رکي وئي (جيئن: ا، ب، ٻ، پ، ڀ)؛ ان جو اهم سبب اهو به ٿي سگهي ٿو ته ان دؤر ۾ آئيويٽا/ پٽي تصويرون بجاءِ تصويرن سان پڙهائي ويندي هئي. ان ترتيب کي ڪافي عالمن/ استادن سوني ترتيب ڪوٺيو آهي. اڄ سوڌو، سنڌ جي ڪافي علائقن ۾ اها ترتيب پڙهائي ويندي آهي.

1960ع ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب ’جامع لغات سنڌيءَ‘ ذريعي موجوده آئيويٽا جي پٽي بيهاري، عام ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي؛ جنهن کي سرڪاري پذيرائي پڻ

حاصل ٿي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڏنل ترتيب موجب:
ساڳي ايلس واري آئيويٽا ۾ صرف هڪ اکر جي ڦيرڦار
ڪيل آهي.
ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب ان حوالي سان لکي ٿو ته:
”سال 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ طرفان ڇپايل ’جامع سنڌي
لغات‘ (جلد اول) ۾ الف- ب جي پٽيءَ ۾ وڏيڪ ڦيرڦار آڻي
’ڦ‘ کي ’پ‘ جي پر مان هٽائي ’ف‘ جي پر ۾ رکيو ويو؛
ان لاءِ هيءُ دليل ڏنو ويو ته ف ۽ ڦ جي شڪل هڪجهڙي
آهي، تنهنڪري ٻئي حرف هڪٻئي جي پاسي ۾ رکڻ
گهرجن. اها ساڳي ترتيب پوءِ سنڌي پرائمر ۾ پڻ اختيار
ڪئي وئي. سنڌي ادبي بورڊ طرفان جامع لغات سنڌيءَ سان
الف- ب جي اها پٽي سر ورق طور ڏني وئي آهي.“
ڊاڪٽر غلام علي الانا صاحب اڳتي لکي ٿو ته: ”هن پٽيءَ
۾ ’ڦ‘ کي ’ف‘ جي پاسي رکڻ لاءِ ڏنل دليل مان اهو ثابت
ٿئي ٿو ته اسان جا ماهر سنڌي صوتياڻي نظام کان واقف نه
هئا. دراصل ’پ‘ ۽ ’ڦ‘ صرف **[پ]** ۽ **[ڦ]** آوازن جون
لکيل صورتون آهن. اهي ٻئي آواز سنڌي صوتيات ۾
هڪڙي ئي خاندان/ گروهه وارا آهن. اهي ٻئي ٻن چپن وارا
ڌوڪڻا آواز آهن، ٻنهي ۾ فرق هيءُ آهي ته ’پ‘ هلڪو
اوسرگ آهي ۽ ’ڦ‘ ان جو هلڪو وسرگ جوڙ آهي.

’ف‘ ۽ ’ڦ‘ آوازن وچ ۾ ڪوبه لڳ لاڳاپو ڪونهي، اهي ٻئي آواز گروهن ۽ مخرج ۾ ڌار ڌار آهن. ’ف‘ ڏندن- چپ ڳاڻئون هلڪو گهسڪيدار وينجن آهي، انهيءَ ڪري ’ڦ‘ ۽ ’ف‘ جي وچ ۾ صوتياتي لحاظ کان ڪابه قرابت، ڪابه نسبت ۽ ڪابه هڪجهڙائي ڪانهي. اهوئي سبب هو جو ايلس واري ڪاميٽيءَ ’ڦ‘ لاءِ مخدوم ابوالحسن جي الف-ب جي چارٽ ۾ مقرر ڪيل اکر ’ف‘ ۽ ’پهه‘ لاءِ هڪ نئي اکر ’ڦ‘ مقرر ڪيو.“ (الانا، 2005: 209-211)

ڊاڪٽر الانا صاحب صوتيات جو جڳ مشهور عالم آهي، سندن مٿين راءِ کي ڏسڻ (’ف‘ ۽ ’ڦ‘ آوازن وچ ۾ ڪوبه لڳ لاڳاپو ڪونهي) بعد، اهو سوال ٿو اُڀري ته:

**? چا ايلس آئيويٽا مخرج وار ترتيب ڏنل هئي؟**

1960ع ۾ ’جامع سنڌي لغات‘ جو پهريون جلد ڇاپيو ويو، جنهن جو روح روان ڊاڪٽر نبي بخش هو. بلوچ صاحب پاران 1935ع واري آئيويٽا کي نظرانداز ڪري، 1853ع واري ساڳي ترتيب ۾ صرف هڪ اکر ’پ‘ جي پر مان ’ڦ‘ کي هٽائي، ’ف‘ جي پر ۾ رکيو ويو. ڊاڪٽر الانا صاحب جي ٻڌائڻ موجب ان ڦيرگهير جو سبب ’ڦ‘ ۽ ’ف‘ جي هم شڪلي ڏسيو ويو. سوال اهو ٿو پيدا ٿئي ته:

? جڏهن ’ق‘ کي ’ف‘ جي هم شڪليءَ سبب ’پ‘ جي پر
کان هٽائي ’ف‘ جي پر ۾ رکيو ويو، ته پوءِ 1935ع واري
سچي ساري هم شڪلي ۽ ٽيڪن- وار آئيويٽا کي چو رد
ڪيو ويو؛ يا ان کي رد ڪرڻ جي ڪهڙي گهرج پيش آئي؟

1960ع واري ڊاڪٽر بلوچ آئيويٽا جي سرڪاري مقرريءَ
بعد به ڪافي اسڪولن ۾ ڪونه پڙهائي وئي. 1980ع واري
ڏهاڪي تائين ضلع نوشهري فيروز جي 90 سيڪڙو
اسڪولن ۾ 1935ع واري ترتيب رواج ۾ رهي.
اڄ سوڌو پريا تعلقي جي ڪافي ڳوٺن جي اسڪولن ۾ اها هم
شڪلي ۽ ٽيڪن- وار آئيويٽا پڙهائي ۽ رٽرائي ٿي وڃي. ان
جو اهم سبب، ٻارن کي ياد ڪرائڻ توڙي لکرائڻ جي لحاظ
کان، 1935ع واري آئيويٽا آسان آهي.

ياد رهي ته عربي آئيويٽائون ٽن ترتيبن سان اڄ سوڌو ڪم
آنديون وڃن ٿيون،

- هڪ: ابجد (انگي حساب موجب)،
- ٻي: خليل بن احمد جي مخرجوار ترتيبيل (شمسي قمري اکرن موجب) ۽
- ٽي: ابن مقله واري موجوده ’ابتث‘ (اکرن جي شڪل ۽ ٽيڪن- وار).

آخري ابن مقله واري شڪل توڻي ٽِپڪن- وار ’ابتث‘ آئيويٿا پڙهندڙ بنيادي ٻارن لاءِ لکڻ توڻي پڙهڻ جي سلسلي ۾ آسان ۽ بـهتر ڄاتي وئي آهي.

ضرورت ان ڳالهه جي آهي ته عربي- سنڌي آئيويٿا جي مختلف ترتيبن جو سائنسي ۽ مختلف مونجهارن کي سامهون رکي اپياس ٿيڻ گهرجي؛ ڇاڪاڻ ته، موجوده ڊاڪٽر بلوچ آئيويٿا ڪافي عالمن توڻي پڙهندڙ- پڙهائيندڙن اڳيان اڻ- وڻندڙ ثابت ٿي آهي.

هت صرف ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي جي هڪ حوالي تي اڪتفا ڪجي ٿو. هو صاحب لکي ٿو ته: ”سنڌي ڊڪشنرين ۾ الف- ب جو سلسلو جدا جدا نموني ڏنل آهي. انهيءَ ڪري ڪنـهن به لفظ کي ڳولهڻ لاءِ خاص طور شاگردن کي گهڻي پريشاني ٿيندي آهي... سنڌي عالمن کي گهرجي ته جيترو جلد ٿي سگهي اهڙن تي گنڀيرتا سان ويچار ڪري گهربل قاعدا ۽ شبد ڪوش تيار ڪن.“ (جيٽلي، 1999: 195)

1.4. جامع سنڌي لغات مان ٻن لفظن جو جائزو:

سنڌي ٻوليءَ ۾ مستند لغت ’جامع لغات سنڌيءَ‘ ڄاتي وڃي ٿي، جيڪا ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صاحب سنڌ جي مختلف حصن جي ماڻهن جي سهڪار سان پايئه تڪميل تي پڄائي. مذڪوره لغت جو پـهريون جلد 1960ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو پاران

پڌرو ٿيو. لغت جي بنيادي تياريءَ ۾ ذاتي ڪوشش ۾ سائين جي.ايم.سيد جو نالو نمايان رهيو آهي. (قاضي، 2003: 150-143)

2002ع ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب شاهه جي شاعريءَ تي مبني ’روشني‘ نالي لغت پڻ ترتيب ڏني جيڪا پڻ 1960ع واري آئيوڊيا جي ترتيب تي رچي وئي. (بلوچ، 2002ع)

ان ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته جامع سنڌي لغات تي ڪيل ڪم انتهائي فخر لائق آهي، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم ايندڙ عربي، فارسي، هندي، انگريزي لفظن جو- بنيادن سان- شمار بيشڪ ساراهڻ جوڳو آهي. ليڪن صورتخطيءَ جي خيال کان پڻ لفظن جو باريڪ بيني سان جاچڻ جي ضرورت پيش آئي.

اهي به لفظ نومبر 2008ع ۾، لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران منعقد ڪيل صورتخطيءَ جي مذاڪري ۾، مختلف عالمن آڏو، ترجيحي صورت لاءِ رکيا ويا هئا. اهي لفظ هئا: **ڪسر/ڪٿر.**

مذڪوره لفظ 1913ع ۾ ترجيحي صورت لاءِ رکيا ويا هئا، جن مان ’ڪٿر‘ جي صورت کي متعين ڪيو ويو هو. هن ڪاميٽيءَ جا ڪي رايا سامهون ڪونه ٿا اچن ته ’ڪسر‘ لفظ کي ڪهڙي بنياد تي رد ڪيو هين؟ البته، اندازو آهي

ته ڪاميٽيءَ جي راءِ موجب: ’ڪثر‘ لفظ عربيءَ مان سنڌيءَ ۾ منتقل ٿيو آهي ۽ ساڳي معنيٰ ۾ ڪم اچي ٿو، ان صورت ۾ اهوئي درست پانيو وڃي!
2008ع ۾ عالمن پاران پيش ڪيل رايا:

| ترجيحي صورت | ترجيحي صورت متعيّن ڪندڙ |
|---|---|
| ڪسر | ڊاڪٽر غلام علي الانا، ولي رام ولڀ، ڊاڪٽر مدد علي قادري، ڊاڪٽر عبدالغفور ميمڻ ۽ شفيع محمد چانڊيو. |
| ڪثر | عبدالغفار صديقي |
| ڪسر/ڪثر (معنوي فرق) | محمد ابراهيم جويو، آفتاب ابڙو، ڊاڪٽر سحر امداد حسيني ۽ پروفيسر قلندر شاهه لڪياري |

- **محمد ابراهيم جوئي صاحب ٻنهي صورتن کي،** بغير راءِ جي، رکيو آهي، مبادا سندن خيال هجي ته ٻئي صورتون الڳ حيثيت رکن ٿيون، پر اهڙي ڪا وضاحت ڪونه ٿي ملي.
- **آفتاب ابڙي راءِ رکي ته:** ٻنهي جي معنيٰ ۾ فرق آهي، ڪسر = کوٽ، ڪمي، جيئن: ڪسر نفسي، ڪسر شان: جڏهن ته ڪثر = اضافي، وڌيڪ.

❖ **ڊاڪٽر سحر امداد، جامع سنڌي لغات موجب راءِ رکي ته:** ’ڪثر‘ (ڪثرون) گهٽائي، ججهائي؛ جڏهن ته ڪسر (ڪسرون) = لاپ، واڌي، اُپت، اپراسو.

❖ **پروفيسر قلندر شاهه لڪياري راءِ رکي ته:** ٻئي الڳ ۽ ابتڙ لفظ آهن، ڪسر = گهٽ؛ جڏهن ته ڪثر = وڌ.

(سنڌي لئنگئيج اٿارٽيءَ پاران مذاڪري ۾، عالمن ڪي پيش ڪيل تفصيل موجب)

2008ع واري مذاڪري ۾ هنن لفظن مان جن عالمن ’ڪسر‘ بابت راءِ ڏني آهي؛ انهن جو خيال هوندو ته ’ڪسر‘ ۽ ’ڪثر‘ ساڳي معنيٰ وارا لفظ آهن، جنهن سبب ’ث‘ آواز جو مخرج موجب اُچار، سنڌي ٻوليءَ جي مزاج ۾ ڪونهي، ان سبب صورتخطيءَ ۾ ’س‘ جو اکر وڌيڪ مناسب رهندو.

مبادا، عبدالغفار صديقي صاحب جو خيال هوندو ته: جنهن صورت ۾ عربي لفظ ’ڪثر‘ درست صورت آهي، ان سبب اهائي هجڻ کپي!

جن عالمن مذڪوره لفظن کي معنوي فرق سبب الڳ پانيو آهي، تن لغتن مان جيڪي معنائون يا جواز ڇاٽايا آهن تن ۾ به مونجهارا آهن.

بـهتر ٿئي ها جيڪڏهن، ڪنهن راءِ جوڙڻ لاءِ، مذڪوره لفظن جو عربيءَ موجب اشتقاق ۽ سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال

**جاچڻ بعد سنڌي لغت جي ورق گرداني ڪئي وڃي ها! هيٺ لفظن جو اشتقاق ۽ انـهن جو سنڌي ٻوليءَ ۾ استعمال جاچجي ٿو:**

- **ڪَثُرَ [ڪثر- فَعَلَ- اسم/صفت (ڪَثُرَ = وڌيڪ هجڻ، ڪنـهن ڪان مقدار ۾ وڌڻ)] گهڻائي، واڌارو، ججهائي.**

**'ڪثر' بنياد جا ٻيا وزن:**

**P** سنڌي ٻوليءَ ۾ عام ڪم ايندڙ: ڪثرت، اڪثريت، اڪثر، ڪَثِير

**P** سنڌي ٻوليءَ ۾ گهٽ ڪم ايندڙ: تَڪثِير، 'تَڪاثُر'، 'اِستڪثار'.

سنڌي ٻوليءَ ۾ 'ڪثر' ۽ ان سان لاڳاپيل مٿين وزنن جا لفظ ٿوري يا گهڻي مقدار ۾ استعمال ضرور ٿين ٿا، ان صورت ۾ ان لفظ جي 'چڪي پٽڻ' به ڪا عقلمندي ڪونه ٿيندي. ساڳئي وقت 'ڪسر' جو لفظ به ڪنهن حد تي سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪم اچي ٿو، جنهن لاءِ عالمن پڻ اشارو ڪيو آهي؛ هيٺ ان جو به عربيءَ موجب اشتقاق ۽ استعمال پيش ڪجي ٿو:

- **ڪسر: [ڪسر- فَعَل- اسم/صفت (ڪَسَرَ = هن ٽوڙيو، هن منسوخ ڪيو، هو هيٺ لٿو)] ٽوڙڻ- منسوخ ڪرڻ- هيٺ لـهڻ- هيٺ ٿيڻ- شڪست ڏيڻ- هيٺ مٿي ڪرڻ.**

'ڪثر' بنياد جا وزن:

P سنڌي ٻوليءَ ۾ عام ڪم ايندڙ لفظ: ’ڪَسرت‘، ’تَڪسِير‘، ’اِنڪسار‘، ’مُڪَسَّر‘

P سنڌي ٻوليءَ ۾ گهٽ ڪم ايندڙ لفظ: ’ڪَسَر‘، ’مَڪسور‘، ’اڪسِير‘ (معرب)

سنڌي ٻوليءَ ۾ ’ڪسر‘ ۽ ان سان لاڳاپيل مٿين وزنن جا لفظ: ڪسر، ڪسرت، انڪساري، اِڪسِير (معرب)، جمع مُڪسَّر جـهڙا لفظ ڪنهن حد تي استعمال ضرور ٿين ٿا، ان صورت ۾ ان لفظ کي به وسارڻ روا ناهي.

گهڻو امڪان آهي ته سنڌي ٻوليءَ جو پراڻو لفظ ’ڪسِيرو‘، جيڪو هينئر سماجي حالتن سبب زنگجي چڪو آهي، عربي لفظ ’ڪسر معنيٰ ٽٽل يا اڌپور‘ جي معنيٰ سان سلهاڙيل هجي. عام طور پـهاڪو ٻڌو ويندو آهي ته: ’ڪسيري جي ڪُتي، ٽَڪي جا ڪائي ٽڪر‘، ’ڪسِيرو‘ اڳئين دؤر واري پيسي جي چوٿين پتيءَ جو سڪو هو، جنهن جو ملهه ’نه جي برابر‘ هو.

پروفيسر سترامداس سائل پنهنجي لغت ’سائل ڪوش‘ ۾ ڪسيري جي معنيٰ لکي آهي:

- ”ڪَسِيرو: جهوني پيسي جو چوٿون حصو.
- * ڪَسِيرَڪُ: نيچ، گهٽ ذات، ذليل
- * ڪسيري جو ڪرڻ: خوار خراب ڪرڻ، درجو گهٽائڻ.“ (سائل، 2009: 391)

مٿين ٻن لفظن جي روشنيءَ ۾ ڏسجي ٿو ته اسان جي لغتن ۾ به چند چُڪون ٿي ويون آهن يا وري ٻوليءَ جي اُچارن ڪي اهميت ڏني وئي آهي؛ بـهرحال هيٺ جامع سنڌي لغات مان مذڪوره لفظ جاچجن ٿا:

- ڪَسَرَ جِ ڪَسرُون: نفعو- اپت- ڪٿيو- لاپ- فائدو- واڌي، زيادتي- گهٽائي- اڪثريت- ججهائي.

(صفت): سٺو، چڱو، اوچو- موچارو- عمدو- سڦرو- چوڪو- اعليٰ- برتر- اُترُ- اُتم- چونگي- ٺورو وڏيڪ- ذرو ٿيپو.

(ع. قصر) ڍرائي- سستي- گيسَر- نٺاءُ- دير- ڳِهلَ- ڳِم- گهٽتائي- بيماري- اَگهائي- لڱائي. (بلوچ، 1985: 2078)

- ڪَثَرَ جِ ڪَثرُون (ع) گهٽائي- ججهائي- واڌارو- اضافو- فائدو- نفعو- لاپُ- پراپت. عام ڪثرت، جنهن ۾ طرح طرح جا فارم روپ آهن. (بلوچ، 1985: 2023)

جامع لغات موجب: ڪسر ۽ ڪثر جي معنائن ۾ ڪو فرق ڪونهي، جنهن مان اندازو ٿئي ٿو ته لغت تي ڪم ڪندڙ عملي، ٻوليءَ جي آوازن جي بنياد تي لفظ ۽ انهن جون معنائون ڏنيون آهن.

هر لفظ جو بنياد زوريءَ ’عربي‘ مان ڇاڻڻ به تنگ نظري آهي، عربي لفظ ’قصر‘ جي حوالي سان: ’ڪسر‘ جي معنائن ۾، ڍرائي، سستي، گيسر، ڳِـهَل جون معنائون ان

حوالي سان بي- تڪيون ڏنيون ويون آهن؛ چاڪاڻ ته ان هنڌ 'ڪسر' جو لفظ 'ڳِسر' جي بگڙيل صورت آهي، لطيف سائين جي هڪ سٽ آهي:

ڪرها ڪَسَرَ چڙهه، وکون وجهه وڌنديون. (سر کنڀات) (فهميده، 2004: 311)

شاعريءَ ۾ ان سان منسلڪ فرهنگ **(Glossary)** ۾ اهڙن لفظن جي استعمال جي اجازت هوندي آهي، ليڪن لغت جي اصولن موجب، سواءِ اشاري ڏيڻ جي، اهڙي ڪنهن به بگاڙ تي پاڙي نه ٿو سگهجي؛ يا اصل ڏيڻ بعد اهڙي بگاڙ جو اشارو ڏيڻ روا آهي.

بهرحال ڪمين ڪوتاهين جي باوجود ان چوڻ ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونهي، ته سنڌي علم ۽ ادب ۾ مرزا قليچ بيگ کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ اداري جي حيثيت رکندڙ اسڪالر هو.


اڀياسي ڪتاب:

- آڏواڻي، ڀيرومل، مهرچند (1956ع)، سنڌي ٻوليءَ جي تاريخ، سنڌي ادبي بورڊ ڪراچي، حيدرآباد
- الانا، غلام علي، خواجه (1967ع) سنڌي صوتيات، ادبيات پبليڪيشن حيدرآباد

- الانا، غلام علي، خواجه (2005ع)، سنڌي ٻوليءَ جو اڀياس، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي ڄام شورو
- الانا، غلام علي، خواجه (2010ع)، سنڌي ٻوليءَ جو تشريحي گرامر، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد
- بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر (1960ع، 1981ع، 1985ع)، جامع سنڌي لغات (جلد 1 کان 3) سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو
- بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر (1992ع)، سنڌي صورتخطي ۽ خطاطي، سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد
- بلوچ، نبي بخش، ڊاڪٽر (1999ع)، سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، پاڪستان اسٽڊي سينٽر حيدرآباد
- جتوئي، علي نواز، پروفيسر (1996ع) علم لسان ۽ سنڌي زبان، انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، ڄام شورو
- جروار، خان محمد، *(مرتب) (2007ع) سنڌي ٻوليءَ بابت مقالا ۽ مضمون،* ***جلد II،*** سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد
- جوکيو، انور، *مرتب (اونهارو 1983ع) سنڌ،* سنڌ اسٽڊي سينٽر حيدرآباد.
- جويو، تاج، *ايڊيٽر (سيپٽمبر 2009ع)، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل،* سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد

- جويو، تاج، *ايبيٽر (مارچ 2009ع)، سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل*، سنڌي لئگنويج اٿارٽي حيدرآباد
- جيٽلي، مرليڌر، ڊاڪٽر (1999ع)، ٻوليءَ جو سرشتو ۽ لکاوٽ، اکل ڀارتيه سنڌي ساهتيه دهلي.
- جڙيا سنگهاڻي، سترامداس سائل، پروفيسر (2009ع) سائل ڪوش، ڇاپو ٻيون، ڪويتا پبليڪيشن حيدرآباد
- سوڍر، شاهنواز، ڊاڪٽر (1991ع)، سنڌي ثقافت ۽ شاهه لطيف، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز حيدرآباد
- فهميده حسين، ڊاڪٽر (2004ع)، سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي لغت، شاهه عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي
- فهميده حسين، ڊاڪٽر، *ايبيٽر (سيپٽمبر 2000ع) سنڌي ٻولي، تحقيقي جرنل*، شاهه لطيف چيئر، ڪراچي، يونيورسٽي
- فهميده حسين، ڊاڪٽر، *ايبيٽر (مارچ 2000ع) ڪلاچي، تحقيقي جرنل*، شاهه لطيف چيئر، ڪراچي يونيورسٽي
- فہميده حسين، ڈاکٹر (2011ع) آئيے سندھی سيکھيں۔ سندھی لئنگويج اتھارٹيحيدرآباد۔
- قاضي، آزاد، مرتب (2003ع) ورچي نه ويٺي، جي.ايم.سيد فائونڊيشن ڪراچي

- گرامي، غلام محمد، (ايڊيٽر) (1972-2ع) ٽماهي مهراڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو
- مرزا، قليچ بيگ (2006ع) سنڌي وياڪرڻ، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو
- هڪڙو، انور فگار، ڊاڪٽر، *(مرتب) (1997ع) سون برابر سگڙا،* سنڌي لئنگويج اٿارٽي حيدرآباد
- ٻگهيو، قاسم، ڊاڪٽر (1998ع)، سنڌي ٻولي (لسانيات کان سماجي لسانيات تائين) سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي.
- ٽرمپ، ارنيسٽ، ڊاڪٽر (1985ع)، شاهه جو رسالو، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، ڀٽ شاهه.
- Bulchand, Dulamal (2003) – A manual of Sindhi- Sindhi Language Authority Hyderabad




حافظ عبدالرزاق مهراڻ سڪندري

# ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيقي ڪم جو هڪ گوشو

سنڌ جي ڀلاري ڀُونء، ڪيترن نامور عالمن، اڪابرن، سچن سرويچن ۽ مثير مڙسن کي جنم ڏنو آهي، جن پنهنجي علم، حلم، سوچ، لوچ، ڏات ۽ ذات سان هن ڌرتي واسين سان گڏ سموري جڳ کي پڻ فائدو رسايو آهي.
هن دنيا ۾ اچڻ لاءِ قدرت هر انسان ۾ ڪونه ڪو مقصد رکيو آهي، پوءِ ڪي اورچ انسان انهيءَ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ٿا، ته ڪي منزل جي تلاش ۾ دَم ڏين ٿا، ته ڪي وري راهه رمندي گس گُسي وڃن ٿا ۽ اهڙي اوڙاهه ۾ ڪرن ٿا جتي سندن سوچ، عمل توڙي وجود انسان ذات لاءِ هڪ عذاب بنجي پوي ٿو. ان ڪري اسان جي ڪلاسيڪي شاعرن خاص طرح شاهه سائين ”پاڻ سڃاڻ“ تي وڏ ۾ وڏ زور ڏنو آهي. ڇاڪاڻ ته انسان جو وجود ئي مقصد رکي ٿو. ڪيس ٻي پار ڳولهڻ جو ڪو جواز نه آهي. اسان جي وجود ۾ ئي سڀ ڪجهه موجود آهي، ضرورت صرف سچائي سان ڳولڻ ۽ من ۾ ليئو پائي پرکڻ جي آهي ته اسان جا عمل، اسان جي سوچ ڪنهن آدمي کي ايذائي ته نه ٿي. ان سوچ ۽ عمل مان ٻين کي ڪيترو ۽ ڪهڙو فائدو ٿو رسي؟
اهڙا اورچ انسان، جن پنهنجي جيءَ ۾ جهاتي پائي، مقصد کي ڳولي لڌو ۽ پنهنجي زندگي جو پَلُ پَلُ سجايو ڪيو، انهن آدرشي

۽ مٽياوارن مهندارن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو سمورن کان مٿانهون آهي[1].
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو تعارف ڪيئن ڪرائجي ۽ ڪهڙن لفظن سان ڪرائجي؟ اهو تمام مشڪل ڪم آهي. اسان جو هيءُ بزرگ، علم التعليم، ادبيات، لسانيات، علم اللغات، سنڌي ادب، سنڌ جي ثقافت، آثار شناسي، لطيف شناسي، لوڪ ادب ۽ سنڌ شناسيءَ تي وڏي دسترس رکندڙ، بين الاقوامي دانشور هجڻ جي حيثيت رکندڙ سنڌ جو اهو فرزند آهي، جنهن تي سنڌ وارا جيترو فخر ڪن، اهو ٿورو آهي.
ڊاڪٽر صاحب هڪ گهڻ پهلو ۽ ٻهڳڻو دانشور آهي. اهو پهلو چاهي علم التعليم جو هجي يا ادبيات جو. اهو پهلو چاهي علم اللسان جو هجي يا علم اللغات جو. اهو پهلو چاهي سنڌ جي آثارِ شناسيء جي باري ۾ هجي يا سنڌ جي ثقافت جي باري ۾. اهو پهلو سنڌ شناسيء متعلق هجي يا لطيف شناسيء متعلق. اهو پهلو اساسي ادبيات بابت هجي يا لوڪ ادب جي باري ۾ هجي.
ڊاڪٽر صاحب انهن سڀني علمن ۾ وڏي ڄاڻ رکندڙ آهي. جيڪڏهن سنڌي ٻوليءَ جي بُڻ بنياد جي باري ۾ ڪو تحقيقي ڪم ڪبو ته ان سلسلي ۾ اسان جو هيء عالم هڪ رهبر مثل، بورائو بنجي اڳيان هلي رهبري ڪندي محسوس ڪجي ٿو. اگر سنڌي لغات جي باري ۾ قلم کڻبو ته اسان جو هيءُ بزرگ عالم علم اللغات جي جديد فن جي ماهر جي حيثيت ۾ رهبري

ڪندو نظر اچي ٿو. جيڪڏهن سنڌ شناسيءَ جي باري ۾ ڪنهن رڳا تي تحقيق ڪبي ته هيءَ عالم هڪ سونهين جي حيثيت ۾ اسان کي گسُ ڏيکاريندو[2].

سنڌ جو شايد ڪو اهڙو ماڳ مڪان هجي جتي ڊاڪٽر بلوچ نه ويو هجي، سنڌ جي هن بطوطه کي جتي به ڪا اهڙي خبر ملي آهي ته فلاڻي جاءِ تي هڪ سٺو سگهڙ رهي ٿو، ڊاڪٽر صاحب اُتي ڪَهي ويو آهي، جيڪڏهن کيس ٻڌايو وڃي ته فلاڻي ماڳ تي ڪنهن وقت سُٺي دميني درسگاهه هئي، اُتي سٺا عالم هئا، ته انهي ماڳ تي وڃي اُتي جي ماڻهن کان معلومات حاصل ڪري اُتي جي مڪمل تاريخ ۽ معلومات لکي پڙهندڙن ۽ تحقيق ڪندڙن جي اڳيان پيش ڪري ٿو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي جيتري سنڌ ڌرتي ۽ سنڌ واسين سان محبت هئي، ايتري شايد ٻئي ماڻهوءَ کي هجي، هر ماڻهوءَ کي ان جي قول ۽ فعل سان سڃاڻي سگهجي ٿو. ڊاڪٽر صاحب جي قول ۽ فعل ۾ مون کي تضاد نظر نه آيو. هر ماڻهوءَ ۾ خوبين سان گڏ خاميون به هونديون آهن، ليڪن ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي زندگيءَ کي خوبين ۽ خامين جي ترازيءَ ۾ جڏهن توريون ٿا ته اسان کي خوبين وارو پلڙو سرسُ نظر اچي ٿو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب هڪ غريب ماڻهوءَ جي گهر ۾ اک کولي ۽ پوءِ تعليم جي ميدان ۾ محنت ۽ ڪشالا ڪري ڏيساور وڃي اعليٰ ڊگري حاصل ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب صحيح معنيٰ ۾

پنهنجو ڪئريئر سنڌ يونيورسٽيءَ جي استاد طور شروع ڪيو. اڳتي هلي، ان جو وائيس چانسيلر ٿيو. سنڌ سرڪار سنڌ يونيورسٽي غالباً مارچ 1947ع ۾ ٺاهي ۽ 1951ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ ٺاهيو. ڊاڪٽر صاحب بورڊ جو به ميمبر مقرر ٿيو، اداري جي رٿيل سنڌي ڊڪشنري اسڪيم ۽ لوڪ ادب اسڪيم جا باضابطه ڊائريڪٽر ٿيو. پر بيشمار ٻين ڪتابن جهڙوڪ: سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌي ڪلاسيڪي شاعرن جي بياضن ۽ ديوانن کي ايڊٽ ڪرڻ جو ڪم به هٿ ۾ ڪنيائين. انهن ۾ مير عبدالحسين سانگيءَ جو ڪلام، ميين شاهه عنات رضويءَ جو ڪلام ۽ خليفي نبي بخش جو ڪلام مثالي نموني ۾ ايڊٽ ڪري ڇپرايائين[3].

ڊاڪٽر بلوچ صاحب بورڊ ۾ رهڻو انهن سنڌي رسالن کي ايڊٽ ڪرڻ تي اڪتفا نه ڪئي، بلڪ ٻين ادارن جا به ڪتاب جن مان ڪن جا مهاڳ ۽ مقدما ته ڪن کي ايڊٽ ڪرڻ ۽ ڪن تي تعارفي ڪلمات لکي علم و ادب جي خدمت ڪرڻ ۾ پيش پيش رهيو آهي. مثلاً: 1970ع ۾ سنڌالاجي جي طرفان شايع ٿيل سنڌ جي مشهور عالم دين قاري سيد علي محمد شاهه (وفات 1287هه) جي لکيل ڪتاب ”مُصلح المفتاح“ جي مقدمي تي جا ڊاڪٽر صاحب محنت ۽ تحقيق ڪئي آهي، سا بيمثال ۽ ڏسڻ وٽان آهي. هن ڪتاب جي مقدمي ۾ ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو ته ”سنڌ جي علمي ۽ تعليمي تاريخ جي لحاظ سان هن ڪتاب

”مصلح المفتاح“ جي اهميت ۽ افاديت جا ٽي مُکيه پهلو آهن. اول ته هيءَ تصنيف سنڌ ۾ علمي تحقيقي ۽ فقهي تجسس جي انهي سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي، جيڪو ڏهين صدي هجريءَ ۾ ترخاني دؤر کان شروع ٿئي ٿو، ٻيو ته اهم اسلامي رُڪن ”نماز“ جي توضيح ۽ تشريح، شرائط ۽ لوازمات بابت جمله محققانه تصنيفات ۾ هيءَ تصنيف هڪ جامع حيثيت رکي ٿي ۽ ٽيون ته سنڌ اندر مادري زبان سنڌيءَ ۾ تعليم ۽ تحقيق جي تاريخ ۾ هيءُ ڪتاب هڪ خاص مقام رکي ٿو[4]. هن کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب پهرين مکيه پهلو ”سنڌ ۾ تعليم ۽ علمي تحقيق جو سلسلو“ عنوان تحت سنڌ ۾ اسلامي دؤرِ حڪومت جي شروعات پهرين صدي هجري جي آخري ڏاري ٿي. انهي ۾ سلسليوار سنڌي عالمن جي تصنيفات ۽ تحقيقات جو بحث سومرن جي دؤر کان ٽالپرن جي آخري دؤر تائين سن وار مختصر ليڪن جامع ذڪر ڪيو اٿس. اهڙي طرح ٻئي عنوان ”دائري جي درسگاهه“ هيٺ مدرسي جو بنياد، بنيادي تعليم ان کان پوءِ اوسط ۽ اعليٰ تعليم جو ذڪر ڪندي لکي ٿو ته: ”هن درسگاهه جو بنياد هڪ مڪتب يعني ابتدائي تعليمي اداري جي صورت ۾ پيو، قرآن شريف جو درس، حفظ ۽ قراءت ان جي نصاب جا مرڪزي پهلو رهيا، يارهين صدي جي آخر کان وٺي ٻارهين صدي جي آخر تائين درسگاهه جي مرڪزي حيثيت مڪتب واري رهي. مگر انهن هڪ سؤ سالن جي عرصي ۾

هن مڪتب ابتدائي تعليم جي مکيه مقصدن يعني ته قرآن شريف جي درس، حفظ ۽ قرائت کي اعليٰ معيار تي پهچايو، ايتريقدر جو روايت آهي ته حجاز ۽ عراق جي ڪن قارين پڻ تبرڪ طور هتان جي قاري حافظن کان اچي سبق ورتو.“

تقريباً هڪ سؤ سالن جي ڪامياب تعليمي ڪشالي بعد هن درسگاهه ۾ ثانوي ۽ اعليٰ تعليم جو دؤر شروع ٿيو، حلقي يا دائري جي نظام جو تعلق ثانوي ۽ اعليٰ تعليمي طريقي سان آهي. سيد محمد مسعود عرف سيد محمد معصوم (وفات 1182هه) هن درسگاهه جو پهريون عالم ۽ استاد آهي، جنهن کي ”صاحبِ دائره“،

”حلقي“ يا ”دائري“ جو سرواڻ سڏيو ويو آهي، ثانوي ۽ اعليٰ تعليم جي معيار کي پڻ هن درسگاهه ۾ اوج تي پهچايو ويو. محقق لاءِ تحقيق ڪندي منتخب موضوع سان گڏوگڏ ان سان منسلڪ شين جو ذڪر ڪرڻ ضروري هوندو آهي، جيئن ته قاري کي تِشنگي باقي نه رهي ۽ ”ماله وماعليه“ تي مڪمل سير حاصل ٿئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ڪتاب ”مصلح المفتاح“ جي مقدمي تي ٿي مکيه مقصد زيرِبحث آڻڻ جو ذڪر ڪيو، ليڪن انهن سان متعلق شين جي ذڪر ڪرڻ لاءِ لازمي سمجهندي دائري جي درسگاهه جي استادن جو تفصيلي ذڪر ڪري ٿو ۽ انهن جو لوحِ مزار تان تاريخِ وفات نقل ڪري ستن استادن جي تاريخِ وفات ۽ چئن استادن جي وفات جي تاريخ نه ملڻ ڪري انهن جو

تعداد ڄاڻائي ٿو. آخر ۾ هن ريت لکي ٿو ته: ”انهن ڪان سواءِ ساڳئي صفحي ۾ چار پيون مزارون آهن، جن تي ڪتبا لکيل نه آهن. بهرحال هن درسگاهه جا يارنهن استاد ۽ عالم هن صُفي اندر سُتل آهن[6].“

اهڙي طرح دائري جي درسگاهه جي تعمير ۽ مسجد جي تعمير جون تاريخون درسگاهه ۽ مسجد جا نقشا، دائري جي سادات ڪرام جي سلسلي نسب جو ذڪر اصل شجري تان ورتل نقشي جي صورت ۾، ڪتاب جي مصنف قاري سيد علي محمد جي حالات زندگي، مدرسي لاءِ ڪيل خدمتن جو ذڪر ۽ سندس پيون تصنيفون، انهي ضمن ۾ مصنف جي استاد مخدوم عبدالڪريم متعلوي جو ذڪر ۽ سندس علمي مرتبي وجاهت ۽ ڪردار کي نمايان بيان ڪرڻ وغيره. مصلح المفتاح ڪتاب جي مقدمي بابت جمله محققانه تصنيفات ۾ هيءَ تصنيف هڪ جامع حيثيت رکي ٿي. جي عنوان تحت ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن ريت مختصر تمهيد ڏني لکي ٿو ته: ”فقه حنفي جي لحاظ سان نماز جي مسئلن بابت، سڌي يا اڻ سڌي طرح، جن ڪتابن مان مدد ملي سگهي ٿي، تن مان اڪثر اسان جي مصنف جي ماخذن ۾ شامل آهن. خاص نماز جي مسئلن بابت جيڪي ڪتاب مصنف جي آڏو هئا، تن مان هڪڙا اُهي آهن جيڪي ٻاهرين عالمن جا لکيل آهن. مصنف جي ماخذن ۾ شامل آهن. خاص نماز جي مسئلن بابت جيڪي ڪتاب مصنف جي آڏو هئا، تن مان هڪڙا اُهي آهن

جيڪي ٻاهرين عالمن جا لکيل آهن ۽ ٻيا اُهي آهن جيڪي سنڌي عالمن جا لکيل آهن. ٻاهرين عالمن جي تصنيفات مان هيٺيان اهم ڪتاب مصنف استعمال ڪيا آهن. منية المصلّي ۽ منية المصلّي جون گهٽ ۾ گهٽ پنج شرحون. جن مان ابن امير حاج جون لکيل ٻه شرحون هڪ شرح صغير ۽ ٻي ڪبير (غنية المستملي) ابراهيم ابن حلبي جي شرح منيه، قاضي عُبيد جي شرح منيه، ۽ علامه صديق احمد آبادي جي شرح مُنيه، صلواة ماچيني، صلواة مسعودي، صلواة نخشبي، تحفة الصلواة، ترغيب الصلواة في سنن الصلواة ۽ ڪفاية المصلي، (الف) نماز جي مسئلن بابت سنڌ جي عالمن جا لکيل ڪتاب، جي عنوان تحت تيرهن سنڌي عالمن جي ڪتابن جو ذڪر ڪيو آهي جن مان پنج عربي چار فارسي ۽ چار سنڌي زبان ۾ لکيل ڪتابن جو سنه وار ذڪر ڪيو آهي. انهن مان 3 نمبر ڪتاب مفتاح الصلواة (فارسي) هيء ڪتاب سنڌ جي مشهور بزرگ ۽ عالم شيخ عيسيٰ جندالله جي فرزند مخدوم فتح محمد فارسي زبان ۾ لکيو. مخدوم فتح محمد جو هيءُ ڪتاب نهايت ئي مقبول ٿيو، نماز جي مسئلن بابت هن ڪتاب کي سَند ڪري مڃيو ويو، سنڌ کان ٻاهر توڙي سنڌ ۾ هن ڪتاب جي مطالعي ۽ تحقيق ڏانهن خاص توجهه ڏنو ويو. اسان جي مصنف سيد علي محمد شاهه پنهنجي ڪتاب جو بنياد پڻ هن ڪتاب تي رکيو آهي. انهن ڪتابن مان نمبر 3 کان 8 تائين اسان جي فاضل مصنف سيد علي محمد شاهه جي ماخذن ۾ شامل آهن[7].“

انهن حوالن مان مقدمہ نگار جي تحقيق ۽ وسيع مطالعي جو هيٺين ريت اندازو لڳائي سگهجي ٿو:

(1) فاضل مقدمي نگار جي غير سنڌي عالمن جي تصنيفات تي گهري نظر جو پتو پوي ٿو.

(2) عربي ڪتابن ۽ انهن جي شرحن تي گهري نظر جو پڻ پتو پوي ٿو.

(3) ڪتابن جي مصنفن جي تاريخ وفات، مدفن ۽ مسڪن تي محقق جي تحقيق.

(4) فارسي ڪتابن جا ترجما، ڪهڙن عالمن ڪيا ۽ ڪهڙين زبانن ۾ ڪيا ۽ ڪهڙن ادارن شايع ڪيا.

(5) قلمي نسخن تي نظر، ڪٿي ڪٿي آهن، ڪهڙي نوعيت ۾ آهن.

(6) سنڌي عالمن جي مختلف مسئلن تي رد، مدح وغيره.

(7) فٽ نوٽ جي حوالي سان هيٺ حاشي ۾ متن ۾ ذڪر ڪيل ڪتابن جي وڌيڪ وضاحت، اگر قلمي نسخو آهي ته ڪاتب جو نالو ۽ ڪتابت جو سن ۽ تاريخ وغيره.

(8) جيڪي ڪتاب ڇپيل نظر ۽ تحقيق مان گذريا آهن ته انهن جي ڇپائي جو سال ۽ ڇپائيندڙ اداري جو نالو وغيره.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جنهن ڪتاب جو مقدمو لکي ٿو ته ان سان تعلق رکڻ وارين سمورين ڳالهين کي مدِنظر رکندي انهن سمورين ڳالهين جو ذڪر پڻ وضاحت سان ڪري ٿو، مثلاً:

”مصلح المفتاح“ جو موضوع آهي ته هن ڪتاب جو بنياد ”مفتاح الصلواة“ تي رکيو ويو آهي. ته ڊاڪٽر صاحب مفتاح الصلواة جو تحقيقي مطالعو: جي نالي سان عنوان قائم ڪري لکي ٿو ته: ”انهي ڪتاب تي پهرين تعليقات ۽ تصريحات مفتاح الصلواة جي مصنف شيخ فتح محمد ڪئي، جن کي ”مِنهياتِ مفتاح“ سڏيو ويو. اُهي منهيات پڻ سنڌ جي عالمن آڏو رهيا ۽ خود اسان جي مصنف پڻ ”مصلح المفتاح“ ۾ انهن جو حوالو ڏنو آهي، مفتاح الصلواة جو پهريون سنڌي ترجمو غالباً سنڌ جي هڪ عالم مخدوم انور نالي ڪيو، جنهن جو ذڪر اسان جي مصنف سيد علي محمد شاهه ڪيو آهي ۽ سندس ترجمي جو حوالو ڏنو آهي. مخدوم محمد انور بابت اسان کي سردست وڌيڪ احوال ملي نه سگهيو آهي[8].“ ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن محقق هجڻ جي حيثيت ۾ اهو چئي ڪري ته ”مخدوم محمد انور بابت اسان کي سردِست وڌيڪ احوال ملي نه سگهيو آهي“، پنهنجي جان ڇڏائڻ جي ڪوشش نه ڪئي اٿس بلڪ وڌيڪ محنت ڪري ان جي ماڳ جي نشاندهي هن ريت ڪيائين. البت مخدوم فضل الله پاٽائي پنهنجي ڪتاب ”اصلاح مصلح المفتاح“ جي مهاڳ ۾ کيس مخدوم محمد انور لاڙائي ڪري لکيو آهي. ڊاڪٽر صاحب انهي ڳالهه کي وڌيڪ مستند ثابت ڪرڻ لاءِ ڪتاب جي حاشيي ۾ اصلي فارسي عبارت هن ريت آڻي ٿو:

”كتاب مفتاح الصلواة تصنيف مخدوم فتح محمد عليہ الرحمة دربيان مسائل عباداتـلاَ بزبان فارسي بوده پس مخدوم محمد انورلارائي اورا برائي سهوليت مرد مان سند بزبان سندي ترجمه نموده[9].“ ڪتاب مفتاح الصلواة تصنيف مخدوم فتح محمد عليہ الرحمة فارسي زبان ۾ نماز جي مسئلن بابت لکيل هو، پوءِ سنڌي ماڻهن جي سهولت لاءِ مخدوم محمد انور لاڙائي هن ڪتاب جو سنڌي زبان ۾ ترجمو ڪيو. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”مصلح المفتاح“ جي لکڻ جو سبب ٻڌائيندي لکي ٿو ته: ”مخدوم محمد انور ”مفتاح الصلواة“ جو لفظ به لفظ ترجمو ڪيو، جنهن ڪري متن ۾ مسئلن جي اختلاف ۽ تڪرار، عبارت جي طوالت ۽ خود ترجمي جي ڪَمين بيشين سببان سنڌي خواندن کي سمجهڻ ۾ مشڪلاتون پيش ٿي آيون. اهوئي سبب هو جو سيد علي محمد شاهه ”مفتاح الصلواة“ کي نئين سر سنڌي ۾ ڪرڻ جو قصد ڪيو، مصنف سيد علي محمد شاهه هن ڪتاب جي مهاڳ ۾ ٻڌايو آهي ته سندس هڪ واقفڪار درس عبدالملڪ پلي پوٿو ”مفتاح الصلواة“ جي مخدوم محمد انور واري سنڌي ترجمي کي گهڻي ذوق ۽ محبت سان پڙهندو هو، پر مسئلن جي اختلاف، تڪرار ۽ عبارت جي طلاوت سببان کيس معنيٰ سمجهڻ ۾ مونجهارو ٿيندو هو. انهيءَ ڪري سيد علي محمد شاهه کي استدعا ڪيائين ته اوهان هن سنڌي ترجمي جو اختصار ڪري ان کي آسان بنايو. تڏهن عام

فائدي ۽ ثواب خاطر سيد علي محمد شاهه اصل فارسي ڪتاب ”مفتاح الصلواة“ جي سنڌي ترجمي جو ارادو ڪيو. اهو ڪم تاريخ 22 جمادي الثاني سنه 1270ھ/1854ع ۾ شروع ڪيائين ۽ ستن سالن جي محنت ڪان پوءِ چنچر ڏينهن تاريخ 25 ربيع الثاني سنه 1277ھ ۾ ڪتاب جو پهريون جلد ”مصلح المفتاح“ جي نالي سان جوڙي راس ڪيائين[10].“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن ڪتاب ”مصلح المفتاح“ جي افاديت بابت وڌيڪ تحقيق ۽ وضاحت ڪندي لکي ٿو ته: ”سيد علي محمد شاهه پنهنجي علمي تحقيق ۽ تدقيق سان ”مصلح المفتاح“ کي اهڙي ته اعليٰ معيار تي مرتب ڪيو جو هيءُ ڪتاب عالمن ۽ محققن جي استفادي جي قابل بنجي ويو. ڪتاب جي علمي اهميت محسوس ڪندي سيد علي محمد شاهه جي همعصر عالم مخدوم فضل الله پاٽائي ان جو سنڌيءَ مان فارسي (نثر) ۾ ترجمو ڪيو.“ مخدوم فضل الله پاٽائي ڪهڙي سال هن ڪتاب جو فارسي ترجمو لکي پورو ڪيو، انهيءَ بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب وڌيڪ وضاحت ڪندي لکي ٿو ته: ”مخدوم فضل الله هيء فارسي ترجمو سنه 1284ھ/1864ع ۾ پورو ڪيو: جهڙي طرح هيٺين تاريخي قطعي مان ظاهر آهي:

شکر از انعام حق نسخه اي شد بي بدل
ترجمه اي فارسي آمده فياض کل
سال تماميتش جست دلم از سروش

گفت که ”شد ترجمه مصلح اصلاح دل[11].“

(1284ھه)

ڪتاب ”مفتاح الصلواة“ فارسيءَ جو سنڌي ترجمو مخدوم عبدالصمد ولد مخدوم حاجي محمد مقيم نورنگ ڪيو. هن هيءَ ترجمو سنڌي نظم ۽ ان جي تصحيح قاضي عبدالرحيم ساڪن ”عالمي جو ڪوٽ“ ڪئي. هيءُ ڪتاب قاضي نورمحمد ابن قاضي عبدالڪريم تاجر ڪتب بمبئي مطبع ڪريمي بمبئي مان سال 1346ھه/1927ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. مفتاح الصلواة جو سنڌي ترجمو مخدوم حاجي عبدالصمد 1288ھه/1871ع ۾ مڪمل ڪري ڇڏيو، پر جناب قاضي عبدالرحيم صاحب طرفان ان جي تصحيح ۾ وڏيڪ وقت ورتو ويو. اصل ڪتاب کان وڌيڪ اضافا جيڪي ترجمي ۾ موجود آهن سي به قاضي عبدالرحيم جا شامل ڪيل آهن[12]. ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”مصلح المفتاح“ تي تحقيق ڪندي فقهي مسائل تي غير سنڌي عالمن جي تصنيفن سان گڏوگڏ سنڌ جي برک عالمن جي تصنيفات جي تفصيلي ذڪر ڪرڻ کان سواءِ سنڌ جي عالمن جي تحقيق ۽ عالمي ليول جي عالمن تي سنڌي عالمن جي رد ۽ قدح وغيره کي نهايت سهڻي اسلوب سان بيان ڪيو آهي. مثلاً: سنڌ جي عالمن هر مسئلي کي نقل ڪرڻ وقت معتبر فقهي ڪتاب اکيون ٻوٽي نقل نه ڪيا، مگر هنن اُهي ناقدانه نظر سان پيٽيا ۽ ڪن مسئلن ۾ انهيءَ پيٽ جي مدّنظر هڪڙن ماخذن جي

بدران ٻين تي اعتماد ڪيو ۽ پڻ پنهنجي تحقيق جي بناء تي ڪن ماخذن جي مشهور فيصلن کي رد ڪيو. مثلاً: مخدوم محمد هاشم ڪن مسئلن ۾ ”قاضيخان“، ”مفتاح“ ۽ ”امداد الفتاح“ کي پڳو، قبلي جي مسئلي ۾ ميين محمد متعلوي ”مفتاح“ ۽ ”بدايع“ کي رد ڪيو.

حافظ مسعود چوٺياروي ”طحطاوي“ کي پڳو ۽ پڻ حافظ مسعودي ”دُرّ“ ۽ ”جامع“ کان صريح مسئلو نقل ڪري پوءِ ان تي بحث ڪري ان جي خلاف دليل ڏنا آهن[13].

ڊاڪٽر بلوچ صاحب ”مصلح المفتاح، جي مقدمي جي آخر ۾ پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو ته: ”هن ڪتاب جي تفصيلي مطالعي مان تصديق ٿئي ٿي ته هيءَ تصنيف سنڌي زبان جي انهي اوائلي علمي، ادبي ۽ تعليمي تحريڪ جي ڪڙي آهي، جيڪا مخدوم ابوالحسن جي ڪتاب سان شروع ٿي، ۽ پوءِ خاص طرح مخدوم ضياءالدين، مخدوم محمد هاشم، مخدوم عبدالله ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙيءَ جي عالمانه تصنيفن ذريعي وڌي وڻ ٿي. هيءَ ڪارنامو انهي شاندار درخت جو ثمر آهي. مجموعي طور سان هيءَ ڪتاب مصلح المفتاح مصنف سيد علي محمد شاهه توڙي سنڌ جي ٻين همعصر يا اڳين عالمن ۽ فقيهن جي تصنيفن ۽ تحريرن، فقهي فتوائن ۽ علمي فيصلن بابت معلومات لاءِ هڪ قيمتي دفتر آهي. ازانسواءِ سنڌ ۾ علمي تحقيق ۽ تعليمي تاريخ

جي مطالعي لاءِ پڻ هڪ نهايت اهم ماخذ جي حيثيت رکي ٿو[14].“
ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هن تحقيقي مقدمي پڙهڻ مان هڪ پڙهندڙ ۽ محقق کي ائين محسوس ٿي رهيو آهي ته ڄڻ ڪو هيءُ پي ايڇ.ڊي جو مقالو هجي. اهڙي طرح ڊاڪٽر بلوچ صاحب غير سرڪاري ادارن جي طرفان جن شايع ٿيل ڪتابن جا مقدما لکيا آهن، انهن مان جمعيت علماء سڪندريه درگاهه شريف پير جو ڳوٺ ضلع خيرپورميرس طرفان هيٺ ذڪر ڪيل ٽن ڪتابن جا مقدما نهايت تحقيقي ۽ جامع لکيا آهن:
(1) خزانة المعرفت ملفوظات حضرت پير سيد صبغة الله شاهه اول
(2) ڪلامِ اصغر (سنڌي شاعري) حضرت پير سيد علي گوهر شاهه (اول)
(3) ديوانِ مسڪين، فارسي، از حضرت پير سيد حزب الله شاهه ”مسڪين“
خليفو عبدالحئي جوڻيجو ميموريل ڪميٽي عمرڪوٽ جي طرفان 2010ع ۾ شايع ٿيل ”عبدي جو رسالو“ جنهن جي ترتيب ۽ تحقيق لياقت جوڻيجي صاحب ڪئي آهي، پر هن ڪتاب جو به مقدمو ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو آهي. هيءُ مقدمو ڊاڪٽر صاحب پنهنجي وفات کان صرف هڪ سال ۽ چند ڏينهن اڳ ۾ لکيو آهي. ڊاڪٽر صاحب جي اها عمر لکڻ

۽ تحقيق ڪرڻ جي نه هئي، ليڪن علم و ادب جي هن شيدائي قلم ۽ ڪتاب سان توڙ نڀايو.

اهڙي ريت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي زندگي جي بلڪل آخري ايامن ۾ غيرسرڪاري اداري يعني حُر هسٽاريڪل سوسائٽي سانگهڙ سنڌ طرفان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي لکيل مهاڳ سان جيڪو ڪتاب شايع ٿيو آهي اهو ”خليفي غلام نبي جو ڪلام“ آهي. الغرض ته بلوچ صاحب تقريباً اڌ صدي سنڌ جي عالمن، شاعرن ۽ سگهڙن تي ايڏي ته محنت ۽ جانفشاني سان ڪم ڪيو آهي، جو اڪثر و بيشتر عالمن ۽ شاعرن جي ڄمڻ ۽ وفات جون تاريخون به ڪيس ازبر ٿي ويون هيون.

2009ع ڌاري آءٌ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي خدمت ۾ ”ديوانِ سعيد“ تي ”ٻه اکر“ لکرائڻ لاءِ حاضر ٿيس، بلوچ صاحب مختصر گفتگو ڪندي چيو ته ادا حافظ صاحب! تو هيءَ وڏو ڪم ڪيو آهي، حضرت خواجه محمد سعيد ته فارسي جو قادرالڪلام شاعر هو، اهو ڇئي پوءِ ”ديوانِ سعيد“ جي اصل بوڪ (مسودي) تي هن ريت لکيائين:

”خواجه صاحب کي فارسي زبان تي پوري دسترس هئي، پاڻ قطعِ تاريخ چوڻ جا وڏا ماهر هئا، پاڻ ڪيترن ئي بزرگن ۽ عارفن جي وصال تي قطع تاريخ چيا اٿن. خاص طور تي پنهنجي والد بزرگ حضرت خواجه محمد حسن ? جي وصال تي مختلف ترڪيبن سان قطعِ تاريخ چيا اٿن ۽ مشهور درويش

۽ پلاري خواجه عبدالرحمٰن سرهندي جي وفات جو فارسيءَ ۾ قطعو پڻ لکيائين ۽ ايڏي قابليت سان لکيائين جو هر سٽ مان ابجد جي حساب موجب خواجه عبدالرحمٰن جو سال وفات (1335هه) توڙي سال ولادت (1244هه) نڪرن ٿا[15].“
اسان جي سنڌ سگهوري يقيناً ڪيترن ئي اَملهه انسانن کي جنم ڏنو ۽ پنهنجي پيار پري جهوليءَ ۾ پاليو، پر ڊاڪٽر بلوچ جهڙو عظيم اديب ۽ محقق نه سنڌ اڳتي ڏنو نه پوءِ.
واڪا ڪندي ووءِ، صديون تولئه سنڌڙي.

گل زگلشن رفت و بلبل مُرد گمشد باغبان
مي كند آه و فغان ”مسکين“ برائے عندليب[16].

حوالا ۽ واڌارا

(1) ماهوار نئين زندگي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ نمبر، ص 71
(2) ايضاً ” ” ص 7
(3) ايضاً ” ” ص 20
(4) مصلح المفتاح ” ص 1
(5) ايضاً ” ” ص 10-11
(6) ايضاً ” ” ص 10
(7) ايضاً ” ” ص 23 کان 29
(8) ايضاً ” ” ص 30
(9) ايضاً ” ” ايضاً در حاشيه

(10) ايضاً ” ” ص 31

(11) ايضاً ” ” ص 32-33

(12) سنڌ ۾ فقهي تحقيق جو ارتقاء، ص 125-127

(13) مصلح المفتاح، ص 35-36

(14) ايضاً ” ” ص 37-42

(15) ديوانِ سعيد، ص 4

(16) ديوانِ مسڪين، ص 90



مرتب: عنايت الله زنگيجو

مصنف: ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ

# رهاڻ هيرن ڪاڻ

(سنڌ جي ثقافتي ۽ سماجي تاريخ)

تبصرو

[ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ خادم العلم سڏائيندو هو ۽ حقيقت ۾ هو به فنا في العلم جي منزل جو صاحب، علم لاءِ پيدا ٿيو ۽ مرڻ گهڙيءَ تائين علم سان نينهن نپايائين.
ٻي ڳالهه ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جي عشق ۾ گرفتار هو.

لطيف سائين جو بيت آهي ته:
اچي عزرائيل، ستي جاڳائي سسئي،
ٿي ٻوڙائي دليل ته پنهونءَ ماڻهو موڪليو.
سو سائين جيڪا به ڳالهه نڪرندي هئي ته ڊاڪٽر بلوچ ان مان سنڌ جي ساراهه، سنڌ جي سونهن ۽ سُڌ جي سُرهاڻ جو پهلو ڪوٺي ڪيندو هو. آءٌ ته پانيان ٿو ته ڊاڪٽر بلوچ قدرت جي طرفان انمول تحفي طور سنڌ کي عطا ٿيو هو.
چار سال کن اڳ جي ڳالهه آهي، ڊاڪٽر بلوچ صاحب چيو ته دل چڪي ڪاڏي آهي ته پنهنجي دل گهرئي دوست محمد اسماعيل خان نون جي ڪکن تان آخري ڦيرو ڪري اچان. انهي سفر ۾ مهرباني ڪري مون کي به ساڻ وٺي هليو. نون صاحب جو ڳوٺ نوهٿو مٺي تعلقي ۾ آهي. نون صاحب مرحوم جي تربت تي فاتحه پڙهي سين.
مرحوم و مغفور ڊاڪٽر صاحب مرحوم نون صاحب جي پُٽن ۽ پوٽن سان ڏاڍي پيار ۽ پاٻوهه سان مليو. هڪ رسالي ۾ نون صاحب مرحوم بابت پنهنجو لکيل تازو مضمون کين پڙهي ٻڌايائين. سيني ۾ دعائن جا تحفا ورهائي. اسين ڏينهڪ حيدرآباد موٽي آياسون. موٽندي مون ڊاڪٽر صاحب جن کان پڇيو ته اوهان ڏاڍا ڪشالا ڪڍي، ڏونگر ڏوري، پُرخطر پنڌ پيچرا ۽ لڪ لتاڙي سچي سنڌ جو سير ڪهڙي مقصد لاءِ ڪيو.
جواب ۾ مون کي فارسيءَ جو هيءُ شعر ٻڌايائون ته:

شنيدم زدانا که دانش بسي است

ولکن پرا گنده با هر کسي است

(چنين داد پاسخ که دانش بس است

وليکن پـراکنده باهر کس است ("فردوسی")

ترجمو: ”دانائن کان ٻڌو اٿم ته هن جهان ۾ دانش (عقلمندي) تمام گهڻي پکڙي پيئي آهي. پر اها مختلف هنڌن تي، مختلف ماڻهن ۾ ورهايل آهي.“

آءٌ سمجهي ويس ته ڊاڪٽر صاحب چئي رهيو هو ته علم ۽ دانش مندي ڪنهن هڪڙي ماڻهو کي ڪانه ڏني ويئي آهي. قدرت جي صاحب اها نعمت پنهنجن جدا جدا ٻانهن کي ورهائي ڏني آهي. ٻيو ته اها هڪ هنڌ پيل ڪانهي، ٽڙي پکڙي پيئي آهي، ان کي ميڙي چونڊي گڏ ڪرڻ لاءِ اهي ڪشالا ڪيا اٿم. **مرتب]**

’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ نالي ڪتاب جا ڏهه جلد شايع ٿيا آهن. هر ڪتاب ۾ هيرا ۽ موتي جهوليون ڀري ورهايا ويا آهن.

ڊاڪٽر صاحب ان بابت لکي ٿو:

”هي ’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ آهي.

پنجاهن سالن واري دور (1980-2000ع) ۾ سنڌ جي سڄڻن ۽ سگهڙن سان ڳوٺن، شهرن، واهڻن ۽ وستين ۾ رس رهاڻيون ٿيون. جن جو هيءُ مواد يادگار آهي. هن ذخيري ۾ شامل ڳالهيون سڀ نيون آهن، ۽ گهڻيون سڀ نه اڳ لکيل آهن ۽ نه ڇپيل. هنن ڳالهين کي رهاڻ واري رنگ ۾ بيان ڪيو ويو آهي ۽ پڙهندڙن

کي مخاطب ٿي ڳالهايو ويو آهي. ڳالهه مان ڳالهه نڪرندي ۽ پڙهندڙ کي ڪيئي ڳالهيون ٻڌايون ويندئون ۽ ڪيئي نيون معنائون و هجايون ويندئون.

رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد پهريون):

’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ ڪتاب جو پهريون جلد 185 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو سگهڙ عبدالرحمان مهيسر، ڳوٺ رفيق مهيسر، ضلعي خيرپور ميرس مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هن ڪتاب ۾ مصنف جي پُر مغز مهاڳ کان پوءِ هيٺين عنوانن تي طبع آزمائي ڪئي ويئي آهي.

1. پنهنجي سمجهه جي پيماني کي ڪشادو ڪو
2. سڪ سڪي ٿي سڪ کي
3. سنڌ جي جدا جدا پاڳن جا مقامي نالا
4. ڏاتار ۽ منگتا
5. سنڌ جي تاريخ
6. سنگهارن جا سانگ
7. سنڌي ٻولي
8. سنڌ جون مانائتيون مايون
9. ڏهسنامو ۽ دانائيءَ جا بيت
10. جهر جهنگ غزل
11. جواني

12. سگهڙ، شاعر ۽ قصا
13. سورهيه ۽ سورهيائي
14. قافيون ۽ سنڌ جو ڳائڻ
15. ظرافت، خوش طبعي، چرچا
16. سنڌ جي پهلواني مَلهه
17. ڪچهري بدين

## وجود باري تعاليٰ جو اقرار ۽ اظهار:

هن مضمون ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ”پنهنجي سمجهه جي پيماني کي ڪشادو ڪر“ جي عنوان سان باري تعاليٰ جي وجود جي اقرار ۽ اظهار بابت فرمائي ٿو:

”مؤمن بنجڻ لاءِ ايمان جو اقرار ڪافي آهي. پر مسلم بنجڻ لاءِ قانون فطرت مطابق عمل ڪري، تسليم واري درجي تي پهچڻو آهي.

”اي ايمان وارؤ: الله کان ڊڄو جيئن کانئس ڊڄڻ جو حق آهي ۽ مرندي دم تائين اسلام جي احڪامن جي پيروي ڪندا رهجو.“

قرآني آيت انهيءَ حقيقت کي روشن ڪري ٿي ته خدا ڪائنات جو خالق آهي. ۽ خدا کي مڃڻو آهي. خدا جي حڪمن جي پيروي ڪرڻ معنيٰ فاطر السمٰوات والارض جي قانون فطرت مطابق عمل ڪرڻ. اهو قانون فطرت زندگيءَ جي هر شعبي ۽ ڪائنات جي هر منظر ۾ ڪار فرما آهي.

فنا في الله ۽ بقا الله جي صحيح منزل اهائي آهي. ٿوري سمجهه وارو انسان ڪنهن وقت چوي ٿو: ”خدا کي ڏسان، خدا سان ملان ڪوشش ڪئي اٿم، مگر خدا سمجهه ۾ نٿو اچي، حقيقت جي آڏو حجاب ۽ پردا آهن. نبي ﷺ شين جي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ دعا گهري (اللّٰهم ارني حقائق الاشياء ڪماهي) ترجمو: ”اي الله! مون کي شين جي اصل حقيقت ڏيکار“. جيڪي پنهنجي ننڍڙي عقل تي عاشق آهن ۽ جن جي سوچ سمجهه جو ٿانءُ، ايترو سوڙهو آهي، جو ڪين پنهنجا ذاتي معاملا به سمجهه ۾ نٿا اچن، سي ڪائنات جي خالق کي ڪٿان سمجهندا؟

مرحوم ڊاڪٽر ضياء الدين شيخ حيدرآباد ۾ ٻڌايو ته هو مخدوم بصرالدين سيوهاڻي وٽ ويو ۽ چيائين ته ”خدا سمجهه ۾ نٿو اچي“ مخدوم صاحب ٻڌي چيس: ’هيءُ پيالو وٺ، ان ۾ اڌ سير پاڻي ڪڻي آءُ، ضياء الدين پيالو پري ٺمٺار ڪري آيو. مخدوم صاحب چيس ته چريا! مون توکي چيو ته اڌ سير پاڻي جو ڪڻي آءُ. هيءُ اڌ سير آهي؟

ضياء الدين چيو: ”سائين! انهي پيالي ۾ ته ايترو ئي پوندو.“ مخدوم صاحب چيو ته اها ڳالهه سمجهين ٿو، باقي ايترو نٿو سمجهين ته تنهنجي سمجهه جو پيمانو تمام ننڍو آهي. انهيءَ ۾ فاطر السمٰوات والارض جو تخيل ڪيئن سمائيندو! ”بابا وڃي پنهنجي سمجهه جي پيماني کي ڪشادو ڪر“.

مخدوم بصر الدين پنهنجي وقت جو وڏو حڪيم ۽ صوفي هو. انگريزيءَ ۾ پڻ تعليم ورتائين.

**سنڌ جي اندروني پاڳن جا مقامي نالا:**

مانائتو مصنف لکي ٿو ته:

”اي سچڻ اچ ته سنڌ جي اندروني پاڳن جو سير ڪريون ۽ انهن جي مقامي نالن کي سمجهون. اهي نالا جدا جدا معنائن وارا آهن. ڪي جغرافيائي ماحول مطابق، ڪي بياباني اهڃاڻن مطابق، ڪي پاڻي جي وهڪ بيهڪ مطابق ته ڪي قومن جي قبيلن جي نالن مطابق آهن.

وڏن پاڳن جا نالا جيڪي وڌيڪ مشهور آهن، سي آهن سِرو، وچولو، لاڙ، ڪاڇو ۽ ٿر. سرو يعني سنڌ جو سِر. اهو آڳاٽي دور کان وٺي سکر بکر کان اتر طرف سبي، ديري غازي خان، خانپور ۽ رحيم يار خان وارو پاڳو هو. اتي جا رهاڪو سرائي (سري وارا) سڏبا هئا. جيئن لاڙ وارا لاڙي سڏجن. ڪلهوڙا ۽ ٽالپر اصل سنڌ جي سري جا هئا، انهيءَ ڪري 'سرائي' سڏجڻ لڳا. خاص طرح ڪلهوڙن حڪمرانن ۽ سندن ڪار دارن تي اهو نالو پيو. سکر کان حيدرآباد تائين 'وچولو' پاڳو هو ۽ ان کان هيٺ ڏکڻ طرف 'لاڙ' يعني زمين جي سطح جي لحاظ سان، سنڌ جو سمنڊ ڏانهن لڙيل پاڳو. اولهه طرف جبل سان لاڳو ملڪ 'ڪاڇو' سڏيو ويو يعني 'جبل جي ڪڇ' وارو، اوپر طرف وارو

پاڳو ’ٿر‘ سڏيو ويو. جيئن ڪير ڪاڙهجي ۽ مٿان ٿر ٻڌي، تيئن انهي رنگ رونق جي لحاظ سان واري ۽ پٽن واري اچي اڦڙيل سطح کي ٿر سڏيو ويو. ڪي نالا پٽرائين ريتيءَ واري زمين جي لحاظ سان جيئن ته روهڙي. (روهڙن پٽرن واري)، ريتي (ريت واري)، سنگرار (پٽرن واري)، جبلن سان لاڳو، دامن ۾ ننيڙين پٽرين سان پکڙيل لهواري سطح کي ساڪراڻ چئبو.
ٿرپارڪر جي طبعي پاڳن جا جدا جدا نالا آهن: 1. پارڪر پارهن ڪوهن ۾، سنئون پٽ ڪٿي ڪٿي جبل. پارڪر جو وچ ننگر شهر آهي. 2. سامروٽي. مٺي ۽ ڏيپلي تعلقن جو وچ. 3. وٽ. اسلام ڪوٽ کان ڏکڻ رڻ جي يا ڪنڌيءَ وٽ جتي بلالاٽي ۽ وسائي پوٺا رهن. 4 چاچري تعلقي جو اپرنديون پاڳو. 5. ڍٽ، ڍاٽ. مٺي کان اوپر سڄو تعلقو ۽ چاچري تعلقي جو اولهه ۽ عمرڪوٽ تعلقي جو ڏکڻ. 6. کائڙ يا کاوڙ. گيڙي کان اوپر ۽ ڏکڻ وارو پاڳو. ڍٽ وارن جي ٻولي ’ڍاٽڪي‘ آهي، جنهن جو بنياد مارواڙي ٻولي آهي. پر سنڌي جو به ان تي آڳاٽو اثر آهي. پارڪر جي ٻوليءَ تي گجراتيءَ جو اثر آهي، جيڪو گهڻو گهٽجي ويو آهي. 7. ’ڪنٺو‘ تعلقي چاچري ۾ تڙ احمد کان وٺي ننگر پارڪر ۾ تعلقي ۾ شِوِل تائين ڪنٺي ۾ درس ۽ راڄڙ سڀ سنڌي ڪن، سما ۽ چنا سنڌي ۾ مارواڙي گڏين، باقي راهوما، سميجا، جوٽيجا، مگريا ۽ هگورجا ڍاٽڪي ڪن.“

## ڏاتار ۽ منگتا:

فاضل مصنف لکي ٿو ته:

”سنڌ ۾ وڏا سخي ۽ ڏاتار ٿيا، جن جون ڳالهيون اڄ تائين پيون ڳائجن، پيسو ڏيڻ ڏکيو آهي، پر اوائلي دور جي سمن ڄامن، منگتن ۽ مڱڻهارن کي دل کولي دان ڏنا ۽ هنن سندن سخا کي ڳاتو، جنهنڪري هنن جو وڏو نالو ٿيو ۽ آخرڪار منگتن جي ڪيل ساراهن سببان ملڪ ۾ سندن مشهوري ۽ عام مقبوليت وڌي، تان جو کين (سمن کي) سنڌ جي بادشاهي ملي. هنن نقد ناڻو سون رُپو ڏنو ۽ گهڻي ۾ گهڻو ڏنو ۽ ڏاتار ٿيا. جملي ۾ ڏهه ڏاتار سڀني ۾ وڏا ڏيا، پر جدا جدا روايتن ۾ انهن جي نالن ۾ فرق آهي. سڀني بيانن کي پيٽ سان هيٺين ڏهن ڏاتارن تي وڌيڪ اتفاق ٿئي ٿو.

1. وڪيو ڏاتار 2. ڄکرو ڄادماڻي 3. ڄام ڪرن 4. راءِ ڏياچ 5. راهُو هوٿياڻي 6. ڄام انڙ 7. سپڙ چوٿاڻي 8. ڄام لاکو 9. ڄام اوٺو ڄکراڻي 10. هُٿند ٿڌياڻي.

سنڌ سخا جو گهر آهي. مهمان جي آدرڀاءُ ۽ خدمت وڏو وڙ آهي. اڳاٽي دور ۾ جيڪي سخي ڏان ڏيندا هئا. يعني مال خزانا ڏيندا هئا، سي ڏاتار جي لقب سان مشهور ٿيا. بلوچن جهر جهنگ ۾ پنهنجي حال سارو، ويل سويل ماني کارائي ۽ آئي جي وڏي آدر ڀاءُ ڪئي. هُن پوئين ويجهي دور ۾ ڪنهن سگهڙ چيو ته:

ڏهه ڏاتار اڳي هئا، ڪارهون ڪانپو ڄام ماني ڪٽي مٿي ڪيو، ٻارهون ٻروچ خان ڪلجڳ ۾ پيدا ٿيو سخي شادي خان.
ڪانپو ڄام يعني وڏو ڪانپو ڄام شورو، راقم وڏيري سائينداد شوري مرحوم کي ڏنو، جيڪو هڪ وڏو سخي ۽ علم جوقدردان هو. 1920ع ڌاري مسلمان شاگردن لاءِ ڪو انگريزي اسڪول ڪونه هو. پڻوري ۾ پنهنجي زمين ڏنائين، جو انگريزي مڊل اسڪول قائم ٿيو، جيڪو پوءِ مدرسه هاءِ اسڪول ميرپور خاص طور مشهور ٿيو. مال ملڪيت ڏيڻ واري سنڌ جي ڄامن جي روايت هئي. 'ٻروچ' خان يعني شادي خان لُنڊ مالوند ماڻهو هو ۽ ايندي ويندي کي ماني کارايائين. پوءِ ڪنهن غريب جي مدد ۽ واهر ۾ ويو ۽ شهيد ٿيو ۽ شادي شهيد جي نالي سان مشهور ٿيو. خيرپور ضلعي ۾ جبل لڳ سندس مزار آهي ۽ اهوئي جبل ئي 'شادي شهيد وارو جبل' سڏجي. سندس شهادت جي تاريخ 27 محرم جمعي جو ڏينهن سن 1233ھه آهي.

## سنڌ جون مانائتيون مايون:

فاضل مصنف هن مضمون ۾ سنڌ جي قابلِ قدر ۽ احترام لائق عورتن جو ذڪر ڪيو آهي. جن مان مائي سبحاني شنبائڻ، مائي ڏاڻو ڏاريجاڻي، مائي مريم پنپري، مائي صابل مهرائڻ، مائي پرائي لغارڻ، مائي فاطمه موچياڻي ۽ مائي سليمت هاليپوٽيءَ جو

خصوصي ذڪر ڪيو اٿس. مائي سليمت هالپوٽي مال جي علاج جي ماهر هئي. هت سندس ذڪر ڪجي ٿو:
ڊاڪٽر صاحب لکي ٿو ته:
”30 سيپٽمبر 1976ع تي محترم محمد حسن رند جي دعوت تي تڙ احمد ۾ وڏي ڪچهري ٿي ۽ مائي مهرباني ڪري اتي آئي. صبح جو ماڻهو بيمار جانور وٺي آيا. هڪ بيمار اٺ جنهن کي ڏسي پڇيائين ته اٺ جهنگ ۾ رهجي ويو هو ڇا؟ مالڪ چيو ته هائو. مائي چيو اٺ کي سيءُ لڳو آهي. اٺ جو مغز جهليل آهي. اٺ کي وهاريائون ۽ گوڏي تي لت ڏيئي جهليائون. مائي هڪ تيز چاقو سان اٺ جي ڪن کي هيٺيان چير ڏنو ته ڪارو رت ڦوهارو ڪري نڪتو ۽ اٺ ساهه پٽيو ۽ ڪنڌ ورايو. پوءِ مائي وکر لکايا ۽ سمجهايو ته اٺ کي ڏُک ڏين. پيو هڪ شاهه هو، جيڪو پلو گهوڙو وٺي آيو. مائي سليمت چيو ته واڳ وٺي گهوڙي کي ڦيراءِ. ٻن ٽن ڦيرن کان پوءِ شاهه کي ٻڌايائين ته گهوڙي کي هيءُ مرض آهي ۽ علاج لکايائين. پر ائين به چيائين ته هي گهوڙو اڳ به مون وٽ انهي ساڳئي سبب جي ڪري آيل آهي. شاهه چيو ته برابر ائين آهي.
مائي سليمت کي چاچي مهراڻ کان مال جي علاج جو علم مليو. پنهنجي چاڻ بابت چيائين ته مون کي اٺ ۽ گهوڙي جي گهٽي خبر ٿي پوي باقي ڳئون ۽ مينهن جي ايتري خبر نٿي پوي. ٿي پيرا علاج ڪريان ٿي ته لڳي ٿو اٺ ۽ گهوڙي لاءِ مون کي چڻ

پسڻ ٿو پوي ته هي بيماري آهي ۽ هي علاج ڪجي. سال ۾ چاليهه ڏينهن صلوات پڙهندي آهيان، صلوات جي برڪت آهي.
مائي سليمت وڏيڪ چيو ته: هڪ گهوڙي کي نڙيءَ ۾ ڪٽڪ جو ڪانو ڦاٿو ۽ ڪو علاج ڪونه پيو ٿئي. پوءِ گهوڙو مون وٽ وٺي آيا. مون ڪپڙو گهرايو ۽ گهوڙي کي سخت گهٽو ڏياريو، جنهن تي گهوڙي ڪنگهيو ته ڪانو ٻاهر نڪري آيو.
هڪ بيمار اٺ آندائون، مون جاچي تپاسي ڏٺو ته پاسرين هيٺان ڳوڙهو نظر آيو. زور ڏيئي ڏٺم ته سمجهيم ته ڪا سخت شيءِ آهي. مٿان وڍيم ته لوهي شيءِ نظر آئي. چقمق گهرائي آڏو ڏٺم ته لوهو سوئو نڪري آيو. پوءِ مالڪن ٻڌايو ته: اٺ کي تاڙ هنيوسون ته سوئو ڳيهي ويو هو. اسان پانيو ته ڪٿي ڪري ويو آهي.
هن ڳوٺ (تڙ احمد) جو اٺ مون وٽ آندائون. مون ڏسي مالڪ کي چيو ته: تو اٺ تي لوڻ لڏيو آهي. جنهن جي گرمي اٺ کي ساڙي چڏيو آهي. هيءُ ڪين بچندو. قبول ڪيائين ته برابر لوڻ لڏيو اٿم.“

# رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ٻيون)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي ڪتاب رهاڻ هيرن ڪاڻ جو (ٻيون جلد) 174 صفحن تي مشتمل آهي، جيڪو نيوفيلڊس پبليڪيشن، ٺٽدي ولي محمد مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. فاضل

مصنف جي مهاڳ کان سواءِ هي جلد هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

1.سنڌي لفظ ڪچهري
2. تاريخ
3. سامراجي حڪومت خلاف سنڌ جو، خلافت تحريڪ ۾ ڀرپور حصو
4. سدا حيات سورهيه صبغت الله شاهه
5.زمانو بدلجي ويو
6. وياسي وينجهار
7. سنڌي ٻولي
8. سنڌ جي اوڀڙ (نباتات) جو مطالعو
9. ڏٿ ۽ ڏوٿي
10. ٽڪر- ٿر- گهاڙ واري واٽ
11. سنڌ جون رانديون
12. ڳالهيون ملهه ۽ ملهن جون
13. عوامي فيلسوف
14. واسينگ نانگ جي مڻ
15. هي جڳ بازيگر جي بازي
16. سنڌ جون مانائتيون مايون
17. سنڌ جي لوهارن جي ڪاريگري
18. مقامات سنڌي

19. گول لاٽون چورس چگهه
20. مندن جي موٽ ۽ سڪ وارن جون ساروڻيون
21. ڪچهري ناڙي

## گول لاٽون چورس چُگهه (جاحظ جي ياد ۾)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هيءُ مضمون بلڪل انوکو ۽ منفرد آهي. جاحظ بغداد جو مشهور عالم، علم ادب جي عمارت جو باني مباني، نثر نويس ۽ علم ڪلام جو ماهر هو. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ان جي بيان سان پنهنجي مضمون جي ابتدا ڪئي آهي، مگر هر دؤر ۾ عالمن کي ٺڪ ڏيندڙ، ساڙ ۽ حسد ڪندڙ، عالمن جو قد گهٽائي، پنهنجو قد وڌائي پيش ڪندڙ خود پسند احمقن جي ڪمي نه رهي آهي، جاحظ سان به ائين ٿيو، ۽ هن انهن احمقن جي لاڪ لاهڻ لاءِ ”چورس ۽ گولائي“ جي عنوان سان هڪ رسالو لکيو. ڊاڪٽر صاحب جو هيءُ مضمون انهي رنگ ۾ رڱيل آهي، جنهن ۾ مقامي ماحول جو رنگ پريو ويو آهي. هن تحرير ۾ ڊاڪٽر صاحب اسان جي علمي ماحول جي چامڙن، پاڻ بڏائيندڙ، منگهرن، حاسدن ۽ علم جي دعويدارن جا چوڏا لاٿا آهن ۽ انهن کي پنهنجي اوقات ياد ڏياري اٿس. ڊاڪٽر صاحب فرمائي ٿو مضمون جي سٽاء ۾ جيتوڻيڪ جاحظ وارو رنگ اختيار ڪيو ويو آهي، مگر

موضوع جي قالب ۾ پنهنجي مقامي ماحول جو رنگ پريو ويو آهي. جيئن هن کان اڳ هو، تيئن هن دور ۾ پڻ.

’عالم آءُ ساڻ پريو ٿو پير ڪري‘

سڀڪو پائئين ٿو ته جيڪي آهيان آءُ آهيان مون کان وڌيڪ ٻيو ڪير!

جيڪي آءُ چوان ٿو سوئي صحيح آهي ٻئي کي خبر ڪهڙي ۽ ٻيو ڄاڻي سو ڪير!

ٻيا سڀ ماسا تولا آهن ۽ فقط آءُ سير جو سوا سير!

جڏهن آءُ ڳالهايان ٿو ته ٻي سڀ مون کي ٻڌن، ٻيو ڳالهائي، سو ٿئي ڪير!

پنهنجي وقت ۾ اسان ڏٺو ته هر اڌ پڙهئي پاڻ کي عقل جو وير ڪري پئي ڄاتو: ڪنهن به ائين ڪونه پانيو ته ڪو آءُ نٿو ڄاڻان ۽ ٻئي کان پڇان.

يا منهنجي ڄاڻ محدود آهي ۽ ڪنهن ٻئي کان سکان!

اسان پنهنجي ذاتي تجربي مان اهو پرايو ته پڇڻ کان سواءِ پروڙڻ مشڪل آهي. انهي ڪري اسان عالمن آڏو ته سدائين سر جهڪايو پر ٻهراڙيءَ جي ڳوٺاڻن سان ڪچهريون ڪندي پڻ محسوس ڪيو ته هو جيتوڻيڪ اڻ پڙهيل آهن، ته به اڻ ڄاڻ ناهن ۽ غريب آهن ته به گڻ وارا آهن. اسان چاهيو ته ڪائنن سکون ۽ پرايون پر اها سڪڻي سڌ تڏهن پوري ٿي جڏهن اسان جي من مڃيو ته هو جيڪي ڄاڻن ٿا، سو اسين نٿا ڄاڻون.

جڏهن اسان پاڻ کي اڻ ڄاڻي ڪري ڄاتو، تڏهن انهن سگهڙن کان ڪجهه پرايو.
پر اسان جو هڪ دوست آهي جيڪو پنهنجي علم جو ايترو ته قائل آهي، جو عالمن کي به جاهل ڪري ڀانئين. 'آءٌ' جو وظيفو ڪمايل اٿس.
باقي 'تون' ۽ 'هو' ڄاڻي ئي ڪونه.
جي ڪجهه چئوس ته چڙي.
جي ڪجهه وهجايوس ته وڙهي.
سندس زور رنج طبع کان لاچار ٿي، ساڻس منهان منهن ڳالهائڻ بدران لڪت ۾ مخاطب ٿيا آهيون.
کيس پنهنجي سونهن ۽ عقل تي پڻ ناز آهي ۽ اسان به کيس دل کولي داد ڏنو آهي. اسان سندس سونهن ۽ صورت کي ڪماحقہ سارا هيو آهي ۽ پڻ سندس علم ۽ عقل کي جيئن جو تيئن واکاڻيو آهي. البت ان سان گڏوگڏ کيس ريجهائي پرڀائي، ويهي کانئس ڪي سولڙا سوال پڇيا آهن ته من کيس محسوس ٿئي ته علم وسيع آهي ۽ سندس ڄاڻ محدود!
من ائين سوچي ۽ سمجهي ته هن جڳ ۾ رڳو 'آءٌ' ۽ 'مان' ڪونه آهيان پر مان کان ٻاهر ڪجهه ٻيو به آهي. جيڪڏهن ايترو سمجهيائين ته پوءِ چڻ اسان جو هيءُ قلمي ڪشالو سجايو ٿيو ۽ پورهيو ساب پيو!

## گول لاٺون چورس چگهه:

چون ٿا ته هاڻي ڪاٺي سندس ڏاڏو بزرگوار مستطيل هو ۽ سندس والد ماجد چوڪنبو چوراس: پر جيئي شال پاڻ پنهنجي سرگول مول آهي. جنهن ڪري شان ۽ شبيهه توڙي لڪٽين آريڪٽين پنهنجن وڏن سان نٿو پڄي. البت خودي ۽ خود اعتماديءَ جي ڪيس ڏهوڙي ذات مليل آهي. جنهن ڪري نڪو سونهن ۽ صورت ۾ پنهنجو مٽ سمجهي ته نڪو علم ۽ عقل ۾ ڪنهن کي پاڻ کان وڌ ڄاڻي. بلڪل پورو يقين اٿس ته پاڻ ئي عقل ڪُل آهي. باقي ٻي سڄي مخلوق جُز ۾ آهي. انهيءَ ڪري ئي هو هر مسئلي ۾ پنهنجي راءِ کي ٻين کان بالاتر ڀانئين ٿو بلڪ انهيءَ کي قطعي ۽ آخري سمجهي ٿو. کيس ٻين جي راءِ سان نه فقط اختلاف آهي، پر ٻين جي راءِ تي هر وقت اعتراض آهي.

سندس چوڻ آهي ته شمس العلماء يعني ’عالمن جا سج‘ گهٽا ئي ٿيا، پر اها منزل ڪا ايڏي وڏي ڪانهي. ڪنهن سڄڻ چيس ته پر تون هن پوتر ڌرتيءَ جو سج آهين! جواب ڏنائين ته ’پليو آهين‘. چئو ته سڄي نظام شمسيءَ جو محور ۽ مرڪز آهين! کيس انهي مسئلي سان ماڳهين دلچسپي ڪانهي ته ڪو سج هڪ جاءِ تي بيٺو آهي يا هلي پيو يا زمين پنهنجي چوڌاري ڦري ٿي يا سج جي چوڌاري گهمي ٿي. چاڪاڻ جو هو پاڻ کي نه فقط نظام شمسي جو پر ڪل ڪائنات جو ڪلو سمجهي ٿو. کيس يقين آهي ته جيڪڏهن زمين ڦري ٿي ته به سندس چوڌاري ڦري

ٿي ۽ جيڪڏهن سج هلي ٿو ته به سندس چوڌاري طواف ڪري ٿو.
الله ڏينهن ڏئيس. اڪيون نراڙ ۾ اٿس. ۽ پنهنجن اوچن خيالن سان گڏ نظر به آسمان ۾ اٿس. هيٺ ڏسيئي ڪونه، چو جو پاڻ مٿي آهي. هو فقط ’پاڻ جهڙن‘ پنهنجن ساٿين کي ئي مڃي ٿو. باقي جي ڪو عام سگهڙن جهڙوڪ: ڪٽين، ڪورين، موچين، ڪنڀارن ۽ مڱڻهارن جي سگهڙپائيءَ کي ساراهي ٿو، تنهن کي تڇ ڪري پائيين ٿو.
اسان واندڪائيءَ ۾ وٽس ويندا آهيون ۽ وندر خاطر سندس ٻول ٻڌندا آهيون. پاڻ اسان سان انهي ڪري ٺهندو آهي، جو رڳو پاڻ ڳالهائيندو آهي ۽ اسين چپ ڪري ويهي سُڻندا آهيون.
اسان ماٺ تي انهي ڪري مجبور هوندا آهيون، جو سندس آڏو ڳالهائڻ جي ڳلي ڪانهي. هو به اسان کي پنهنجي قدردانن ۾ تڏهن ڳڻي ٿو، جڏهن اسين رڳو ڪيس ٻڌون ئي ٻڌون پر ڪُڇون ڪين.
هڪ پيري سائنس اسان جي، اڪيلي سر ملاقات ٿي، پاڻ ڏاڍو خوش هو ۽ اسان جي به وڏي خوش ڪينڪار پليڪار ڪيائين. جيئن ئي زبان مبارڪ کوليائين ته آءٌ به هڪ ڪنو ٿي، ڪيس ٻڌڻ ويٺس. ٿڌو ساهه کڻي چيائين ته:
”وياسي وينجهار، هيرو لال وڻين جي!“ آءٌ ڏسان ٿو ته مون کان پوءِ سڪڻي سُج آهي چاڪاڻ جو علم ۽ عقل واري ڳالهه کي ڪو سمجهڻ وارو ئي ڪونهي! مون مئي کان پوءِ ’مورڪ‘ گهڻا

هوندا پر ’مؤرخ‘ ڪٿان ايندا! ٻوليون ڪندا، پر ٻولي کي ڪير سمجهندا! اوهان کي وري وري پڻي ذهن نشين ڪرايو اٿم ته تاريخ جي مطالعي جو بنياد مون وٽوءِ مون جيڪي ڪارناما ڪيا، تن جو پوين جي يادگيريءَ لاءِ رڪارڊ رکڻ ضروري آهي. تون اڄ ڪي به چار ٻيون ڳالهيون به ٻڌي ڇڏ.

اهي هي ته! جيڪي چون ٿا ته ’سنڌ‘ مان ’هند‘ نڪتو آهي. سي يونانين، ايرانين ۽ عربن جا طرفدار آهن ۽ سنڌ ۽ هند جي وچ ۾ نفاق وجهڻ چاهين ٿا. مون کي پڪي خبر آهي ته، نه سنڌ هند مان نڪتو آهي ۽ نه وري هند سنڌ مان، حقيقت ۾ اهي ٻئي پائر هئا ۽ وچان ئي ڪنهن ٻئي جي پٺيان پيدا ٿيا.

ٻيو ته پائي موهن مل، جنهن ’موهن جو دڙو‘ ٻڌايو، سو منهنجو چوڻن جو يار هو. جڏهن ڏن گهڻو ٿيس، تڏهن مون ئي کيس صلاح ڏني هئي ته پنهنجي يادگار طور هڪ شاندار شهر ٻڌائي، ۽ پوءِ اهو شهر ٻڌايائين، جيڪو سندس نالي پويان، مُوهن مل جو شهر، سڏجڻ لڳو. افسوس، جو هاڻي ان کي ’موئن جو دڙو‘ سڏيو وڃي ٿو.

پر سنڌ جي تاريخ جي خلاف هڪ ٻي سازش به شروع ٿي آهي. جو ڪي صاحب چاٽي واٽي هن شاهي شهر کي ’دراوڙن جي دور جو شهر‘ ۽ ان تهذيب کي ’دراوڙي دور جي سپيتا‘ سڏي رهيا آهن. اهي ايترو به نٿا سمجهن ته نڪو پائي موهن مل

دراوڙي نسل جو هو، ته نڪتو سندس نالو ’موهن‘ دراوڙي لغت جو لفظ آهي.
”پيو ته منهنجن ڪن ٿورن سڄڻن کي سُڌ آهي ته جڏهن سڪندر بادشاهه سنڌ ۾ پير پاتو هو ته مون ئي سنڌين کي، سندس خلاف بغاوت ڪرڻ تي پڙڪايو هو. خليفي مان مون کي مون ئي مشورو ڏنو هو ته بغداد ۾ بيت الحڪمت جي نالي سان هڪ تحقيقي ادارو قائم ڪري. ڄام نندي کي مون ئي صلاح ڏني هئي ته دريا خان کي پنهنجو وڏو وزير ۽ سپهه سالار مقرر ڪري. مرزا عيسيٰ ترخان اڃا حيدرآباد دکن ۾ هو جو مون کيس لکي موڪليو هو ته مرڻ کان اڳ هو پنهنجي جيئري ئي مڪلي تي مقبرو تعمير ڪرائي. ميان غلام شاهه جڏهن پنهنجي قلعي ۽ تخت گاهه لاءِ جايون پئي ڳوليون، تڏهن مون ئي کيس سمجهايو هو ته موجوده حيدرآباد وارو ماڳ نهايت ئي موزون ٿيندو. مير صوبدار خان به مون سان ئي پنهنجو حال ونڊيو هو ۽ مون ئي کيس سمجهايو هو ته پنهنجن مان ڪجهه ڪونه ورندو: فائدو انهي ۾ ئي آهي ته انگريزن جي خيرخواهي ڪجي ۽ انعام حاصل ڪجي.“
سندس اهي ٻول ٻڌي کيس چيم ته: شال ڏينهون ڏينهن تنهنجي عقل ۾ اضافو ٿئي، جيئن منجهندڙن کي گهٽو به منجهائين! بيشڪ تاريخ جو چاٽو تو جهڙو وري ڪو ورلي پيدا ٿئي. سنڌ جي تاريخ بابت تنهنجيون ڪيل وضاحتون مون کي ياد آهن جو

تو چيو هو ته: ”عرب جيتوڻيڪ سنڌ ۾ گهر ڪري ويٺا، سنڌ کي پنهنجو ڪيائون، پر تنهن هوندي به اهي ڌاريا ليکبا. ٻئي طرف چچ برهمڻ جيتوڻيڪ ٻاهران آيو ۽ سنڌ جي سمي بادشاهه جو تختو اونڌو ڪيائين ته به نڪي ڪيس ڌاريو چئبو ۽ نڪو وري ائين چئبو ته سنڌ جي حڪومت غصب ڪيائين. چاڪاڻ جو هو ڌاهر جو پيءُ هو“. تو ائين به فرمايو هو ته: ”ڌاهر کان پوءِ واري سنڌ جي تاريخ کي، آءٌ تاريخ ئي نٿو سمجهان، چاڪاڻ جو جيڪي ڪم پوئين پچاڙي انگريزن اچي ڪيا، سي ڪانئن اڳ ۽ ڌاهر کان پوءِ ڪنهن نه ڪيا“.

”ان کان سواءِ مون کي تنهنجا ٻيا زوردار دليل پڻ ياد آهن جو تو چيو هو ته:

عرب ٻاهران چو آيا، اندران چو نه پيدا ٿيا؟

سومرن سنڌ سان ڪهڙي چڱائي ڪئي!

دودو ۽ چنيسر چو پاڻ ۾ وڙهيا ۽ ٻاهران علاء الدين کي چو آندائون؟

سمن جي ڄام جوڻي، سلطان فيروز شاهه جو طرف وٺي پنهنجي ڀاءُ ۽ ڀائٽي تماچي کي قيد ڪرايو! ان کان پوءِ انڙ ۽ جوڻي جو اولاد هڪ سؤ سال تائين هڪ ٻئي کي سڪ ساڻ وهڻ ڪونه ڏنو! ڄام نندو مدينا ماڇاڻيءَ سان چو پرڻيو ۽ پيروز چو ڄائو، جنهن ارغونن کي منٿون ڪري گهرايو ۽ دريا خان کي مارايو؟

ارغون ۽ ترخان ٻئي ٻاهران آيا ۽ ڌاريا هئا،

انهي ڪري سنڌ جي سچٽپائي انهي ۾ آهي ته سندن مڪلي وارن مقبرن کي ڍهرائي ڇڏجي. مغل ته بلڪل ئي ڌاريا هئا، جن دهلي ۾ ويهي، سنڌ تي حڪومت ڪئي.
حڪمران عباسي ڪلهوڙا ديري غازي خان طرف جا سرائي هئا ۽ سندن ٻولي به سرائڪي هئي سو انهن کي ڪيئن ٿو سنڌي سڏي سگهجي! هنن ته پاڻ فقيريءَ جو ڦند ڪري، غريب سنڌين کي جن بچايا ۽ سازشون ڪري سچڻ مارايا! مير ٽالپر پاڻ سنڌ ۾ ڇاوا ته ڇا ٿي پيو، سندن وڏا ته بهرحال سري مان آيا!“
ڪيس چيم ته: شال دانائيءَ ۾ دنگ ڪرين ۽ تاريخ جا بخيا ابوڙين! اهي تنهنجيون وضاحتون ته سونن اکرن ۾ لکڻ جهڙيون آهن پر پوءِ بچندا وجي اهي اکر: باقي سنڌ جي سچي تاريخ تي پاڻي ڦري ويندو!
پيو ته تون پين ڌارين کي ڌڪارين ٿو. پر برهمڻن ۽ انگريزن کي ساراهين ٿو.
سنڌ جي انهن ٻنهي خيرخواهن سان تنهنجو جيڪو قرب آهي، تنهن جي به اسان کي ڪل نٿي پوي! وڏي ڳالهه ته محب وطن هجڻ جي به هام هڻين ٿو، جو ننڊ ۾ به پيو ’سنڌ سنڌ‘ ڪندو آهين. البت سجاڳ ٿيڻ کان پوءِ ’آءٌ آءٌ‘ ڪري اٿندو آهين. پر آفرين هجي، تنهنجي تاريخ داني تي ۽ ان گوهر افشاني تي! تنهنجو اهو به ارشاد آهي ته: پائي نائون مل جو سنڌ تي وڏو احسان آهي، جو

انگريزن لاءِ سنڌ وٺڻ آسان ڪيائين ۽ سنڌ کي غلاميءَ کان آزاد ڪرايائين.
هڪ پيري تو پنهنجي خواب جي به ڳالهه ٻڌائي هئي، ۽ مون کي ويهي سمجهايو هو ته: ”آءٌ انگريزن جا ڳڻ انهي ڪري ٿو ڳايان، جو هنن ئي هوش محمد جهڙي سورهيه جو قدر ڪيو.
تو چيو ته نيپئر صاحب پاڻ پنهنجي سر مون سان خواب ۾ ملاقات ڪئي ۽ پنهنجي اڇي چمڙيءَ جو قسم کڻي چيائين ته: مون کي هوشو جي مارڻ تي ڏايو ڏک ٿيو!
منهنجي نڙي سُڪي وئي پر پاڻي ڪونه پيتم ۽ پهريائين هوشو جي لاش کي تڙ ڏياريم ۽ ڪفن ڍڪايم: پوءِ پنهنجن آفيسرن کي سڏايم ۽ پاڻ ڪلهو ڏيئي جنازو کڻايم ۽ سڄو ڏينهن پيرين پنڌ ڪري اڇي حيدرآباد جي قلعي اندر پورايم. اهو انهي ڪري، جو قلعو اسان جي قبضي ۾ هو ۽ اسين هوشوءَ جي قبر جي حفاظت ڪري ٿي سگهياسون.
جنگ جي ميدان ۾ سندس لاش کي ڇڏيون ها ته سنڌي سندس کهڙو قدر ڪن ها!“
جڏهن کان وٺي نيپئر صاحب اها راز جي ڳالهه توسان ڪئي، تڏهن کان وٺي تون قسم کڻي چوين ٿو ته ”دو آبي جي جنگ واري ميدان ۾، جيڪا هوش محمد جي قبر آهي، سا ڪنهن ٻئي جي آهي، خواهه مخواهه مير علي مراد خان ميرپور واري انهي

قبر کي پٽ جي ڪنهڙي سان ڀڳايو ۽ وٺي هُلايو ته اها هوش محمد جي قبر آهي.
ٽنڊي ٺوڙهي ۾ رهندڙ هوش محمد جو پنهنجو اولاد به پُليل آهي، جو اهي، جنگ جي ميدان واري قبر کي پنهنجي ڏاڏي هوش محمد جي قبر سمجهن ٿا.
مون کي نيپئر صاحب جي ڳالهه تي پورو يقين آهي، چاڪاڻ جو هو مڙس ڪوڙ ڳالهائڻ جهڙو ڪونه هو!“
پوءِ منهن ۾ گهندي وجهي چيائين ته:
”اسان وقت بوقت توسان گهٽيون ئي ڪي ڪم جون ڳالهيون پئي ڪيون آهن، جن سيني ۾ حڪمت ۽ دانائي پريل آهي پر نه معلوم تو ڪيتريون ياد رکيون آهن.
هاڻي تاريخ کي ڇڏ ۽ ٻيون ڪي ڳالهيون پُڇ ته تنهنجا سڀئي شڪ لاهيان ۽ توکي سنئين گس لايان“.
تڏهن کيس چيم ته: شال سُهري پير تنهنجون سڀ سٽايون ڪري! تو بيشڪ مون کي بي مُلهيون ڳالهيون پئي ٻڌايون آهن پر آءٌ تنهنجي حڪمت ۽ دانائي جي ڪن ٻولن ۾ ماڳهين مُنجهي پيو آهيان. وڏي عرصي کان وٺي پئي سوچيم ته تنهنجن باريڪ بيانن جي وڌيڪ وضاحت لاءِ توکي تڪليف ڏيان ۽ پڻ ٻيون ننڍڙيون سنهڙيون ڳالهيون، جيڪي آءٌ نٿو سمجهان، سي توکان پڇان، پر هبڪيس پئي ته متان تون ائين پانئين ته ڪجهه سکڻ بدران سامهان سوال پڇڻ لڳو آهي. سچ ته ڪترائي سوال سانڍي

رکيا اٿم پر توکان پڇڻ جي جرئت نه ٿي اٿم، تڏهن مهربان ٿي چيائين ته:

”اڄ دل کولي پڇ، ۽ جيڪي پڇڻو هجئي سو پڇ. ڇو جو مون مئي کان پوءِ اوهان جا مسئلا ڪير حل ڪندو! ماڻهو برابر مون کي ’پڙڻ خان‘ ٿا سڏين پر مون کي سندن پرواهه ڪانهي. ڇاڪاڻ جو منهنجا ڪارناما رات کان وڌيڪ روشن آهن! جي اتفاق سان آءٌ مري به ويس، ته به منهنجيون ڳالهيون پيون ڳڻبيون ۽ ڳائبيون“.

تڏهن کيس دلداري ڏيئي چيم ته: ’شال تنهنجو ڪاٺو پيتو سجايو ٿئي ۽ جڳن جا جڳ جيئن! آءٌ حيران آهيان ته تنهنجي ڏاهپ کي ڳايان يا تنهنجي سمجهه کي ساراهيان! پر ماڻهو برابر ائين ٿا چون ته تنهنجي زبان تنهنجي ڄاڻ کان ٻگهي آهي ۽ تنهنجي ڏاهپ تنهنجي نيت تي سوار آهي، جو تون ڇوچڙي دڪائي، جهيڙو جاڳائي، پاڻ پري ويهي رنگ ڏسندو آهين ۽ جهيڙي وقت هميشه هڻندڙن جي پُٺ ۾ ۽ پَڇندڙن جي اڳ ۾ هوندو آهين. پيو ته ماڻهو توتي اها ميار به ٿا رکن ته تون ناهڻ کان وڌيڪ ڊاهڻ ۾ ڏڳڙ آهين. ڇون ٿا ته تون مُنهن جي مٺي ۽ اندر جي ڪاري ٺيڻ کي عيب نٿو ڀانئين. منافقيءَ کي مصلحت ڪري ٿو ڄاڻين ۽ سچ کي ڪوڙ ۽ ڪوڙ کي سچ ڪرڻ ۾ روحاني خوشي ٿو ماڻين. تنهنجي خيال ۾ هُوسي، لوسي ۽ حاسدي بدڪردار ناهن، پر ماڻهن خواهه مخواهه ڪٺي انهن کي بدنام ڪيو آهي. ماڻهو

عام طور ائين ٿا چون ته تون تعمير بدران تخريب ڏي مائل آهين ۽ فساد جي جڙ اکيڙڻ بدران فتني جو ٻج ڇٽيندڙ آهين.
مون ڀانيو ته مڙس ماٺ ۾ آهي، سو پشيمان ٿيو آهي، پر حقيقت ۾ سندس ڪن تي جونءَ ئي ڪانه سُري. مون ڏي ڏسي ڪلي چيائين ته: اهڙن ابوجهن تي ڪير اعتبار ڪندو! ماڻهن جا وات ۽ گُندين جا لِيڙا پيا کُلندا ۽ بند ٿيندا. پرپٺ جنهن کي جيئن وڻي تيئن چوي پر جيڪو منهنجي منهن چڙهيو، سو منهنجي ڀهرين چٽ سان چٽ ٿي ويندو. ممڙي جو چٽيو بعضي وري اُٿي، پر منهنجو چٽيو ڪڏهن نه چڙهي. انهن مت جي موڙهلن کي چؤ ته منهنجي ڪمن بدران منهنجين ڪاميابين ڏي ڏسن“.
تڏهن مون کيس چيو ته: تنهنجيون ڪاميابيون ۽ ڪارناما ايڏا ته اوچا آهن، جو ويچارن زمين وارن جي ته اتي نظر ئي نٿي رسي! پر شال اجا به بگهو ٿئين، جو تنهنجي چوٽي آسمان سان گسي ۽ ڪياڙي قطب سان لڳي! ڀلا تون اج اسان کي کٽ نکٽ جي خبر ڏي ۽ وچون ٿيڙو جي سڌ ڏي پر ڀهريائين ٻڌاءِ ته آسمان ۾ مسيت ڪهڙي جاءِ تي، ته ٻُتو ڪوهه ڪٿي؟ مچي ڪٿي ته گهَٽو ڪٿي؟ هو جي ’مُنيون‘ ۽ ’واٺ‘ ٿا چون ۽ پيو جو ڪانء ٿا ڪوٺين، سو ٻڌاءِ ته ڪانءُ مُنيءَ تي ويهي ٿو يا واٺ تي اڏامي ٿو؟ هي جو چون ٿا ته تارو اپريو آهي، سو ڪهڙو تارو ۽ ڪهڙي مند ۾ ٿو اُڀري؟ ’ايٺ‘ ڪڏهن ۽ ڪٿان اُسري ٿو ۽ لُڏو ڪهڙي مند ۾ لڙي ٿو؟ پر پڻائي صاحب جو چيو آهي ته:

ڪَتين ڪڙ موڙيا، لُڏا ويا لڙي“
سو سمجهاءِ ته ڪتيون ڪيئن ٿيون ڪر موڙين ۽ لُڏا ڪڏهن ٿا لڙن؟
اڄ تنهنجون ٻڌايل ڪي ٻيون ڳالهيون به توکي ياد ڏياري ڪي وڏيڪ سوال ٿو پڇان ته من تنهنجي جيئري توکان ڪجهه سکي وٺان سو سدائين جيئين ۽ سال جوانيون ماڻين! تون چوين ٿو ته آءٌ پکي پکي جي ذات ٿو سڃاڻان ۽ پڻ سندن ٻوليون ٿو ڄاڻان پيو ته وڏي تحقيق ۽ کوجنا کان پوءِ مون هي ڳالهه ڳولي ڪڍي آهي ته ڪانءُ ’ڪان ڪان‘ ڪندو آهي ۽ ڪڪڙ ٽران ٽران ڪندي آهي“. بيشڪ تنهنجي اها تحقيق قابل تعريف آهي. ڇاڪاڻ جو اڳ اها خبر ڪنهن ورلي کي هئي! پر ڏٺي شال توکي لقمان جي ڳجهه جيتري ڄمار ڏئي! اسان کي اهو ته ٻڌاءِ ته ٽنگون کهڙي پکي جون ٻگهيون ته پڇ کهڙي پکي جو وڏو؟ ڪن کهڙي پکي جا ڊگها ته ڏند کهڙي پکي جا وڏا؟ ٻولي کهڙي پکي جي مٺي ته ڳچي کهڙي پکي جي ڊگهي؟ هِل ۽ سِرڻ ۾ کهڙو فرق، ته ڦوسي ۽ ڦديءَ ۾ کهڙو ڦير؟ ڇيچڙو ڪڏهن لنوي ته ڪٽڇي ڪڏهن ٻولي؟ گُرڙ- پک وڏوک ڍرڙ ڍينگ وڏو؟ ڳجهه جون اکيون وڏيڪ ڇٽيون يا سندس نڪ وڏيڪ تيز جو ڪوهن تان اچي ٿي ڍونڊ تي ڍري! ڀلا ججُو ۽ ’جوهر‘ جي خبر ڏي جيڪي ٻٺوٻٺ ٿا اڏامن! يا اها ڳالهه وهجاءِ ته ٻوڙي کي ”ٻوڙي“ چو سڏيائون. وهيي کي ’وهيو‘ چو ڪوٺيائون ۽ ملان

موسڙي کي اهو نالو ڪيئن ڏنائون؟ بڌاءِ ته عقاب ڪٿي رهي ته هُماء ڪٿي لهي؟ ڀلا اها خبر ڏي ته نوح نبي جي ٻيڙي ٿي زمين تي لٿي، تڏهن ڪڪڙ ڪهڙو ڪم ڪيو ته ميڻ ڪهڙي مڙسي ڪئي؟

شال چمڪين ۽ چٿو ٿئين جو آرسيءَ کي اونڌو ڪرين! تون پنهنجي سونهن صورت کي واڪاڻيندي چوندو آهين ته: اکيون سهڻيون اهي جيڪي وڏيون هجن. انهي ڪري ئي تنهنجو چوڻ آهي ته ’اکيون چپ جون سهڻيون آهن پر ماڻهو خواهه مخواهه ڪنهن کي چپ چئي ٿا چٿرون ڪن ۽ ويچاري پکي جو شان گهٽائن! بيشڪ جمالات ۾ جامع ڪمالات آهين! حُسن بابت تنهنجي اهڙي تيز تخيل کان متاثر ٿي، توکان ان جي حقيقت سمجهڻ گهرون ٿا ته: سونهن سانوري رنگ ۾ آهي يا ڳوري منهن ۾؟ وڏي اک چو آهي يا ننڍي وات ۾، سڌي نڪ ۾ آهي يا سنهي چپ ۾؟ سنئين قد ۾ آهي يا ڏنگي ٿور ۾؟ نئين وهيءَ ۾ آهي يا پور جوانيءَ ۾! ڀلا عشق جو راز سمجهاءِ ته: عشق اکين سان آهي يا دل سان؟ اول اکيون اٽڪن ٿيون، پوءِ دل لڳي ٿي يا اول دل لڳي ٿي پوءِ اکيون اٽڪن ٿيون؟ تون پاڻ حسن کي دماغ سان پرکين ٿو يا دل سان تورين ٿو؟

وڏي عقل جا وير! تنهنجو چوڻ آهي ته: ”ليکي حساب ۾ جيڪا مهارت مون کي آهي، سا ٻئي ڪنهن کي ڪانهي، ڇو جو ٽن لکن ۽ ڇئن لکن ۾ جيڪو فرق آهي، سوبه مون کي ئي معلوم

آهي“. ٻلا جي ايئن آهي ته ٻوءِ شال هڪ مان لک ٿيندي! ٻڌاءِ ته: ’سهسين‘ ۽ ’هزارين‘ ۾ ڪهڙو فرق؟ ڏيڍ لک ڇا کي چون؟ لک وڏو ڪ پُرج؟ نيل وڏو ڪ پدم؟ انت ڇا آهي ۽ انت جو انت ڇا آهي؟ ٻلا جي وڏي ليکي ۾ نه پئون ۽ ننڍي کي ئي وٺون ته ٻوءِ شال ڪڻ مان مڻ ٿيندي! اسان کي سمجهاءِ ته ’ڇپنو‘ ڇا آهي، ٻئو نترو ڇا آهي؟ سادي سٺ گهٽي ٿي، ته ڏيڍڙو چوٿايو ڪيترو ٿيو؟

’ساڍي چال‘ ڇا ته ’نو تيرهيو‘ ڇا؟ پنج هٿيو ڪنهن کي چون ته ’پنجاهيو‘ ڪنهن کي ڪوٺين؟ تيرهن تر ڪهڙا ته ’تيرهن تيزيون‘ ڪهڙيون؟ گهڙيءَ ۾ پل گهٽا ته پهر ۾ گهڙيون ڪيتريون؟ ٻلا ٻڌاءِ ته ماڻهو جو قد وڏو ڪ پُرهيه؟ هٿ وڏو ڪ چاڙڪي؟ نري وڏي ڪ ڪانو؟ ’ڳوڪو‘ وڏو ڪ ’ٻاڇُو؟‘

هڪ پيري تو چيو هو ته ماڻهو ماڻهوءَ کي ته سڃاڻان پر جانورن جي ٻه جنس جنس جي مون کي خبر آهي. ڏٽي شال توکي مکين کان پناهه ڏئي ۽ مڇون منگهڻ کان بچائي! ٻڌاءِ ته ’ڪُت‘ ڪٿي سرجي، چارو ڪٿي ڄمي؟ ’ڄوا‘ ڪيئن لڳن، ’ڪارڙا‘ ڪيئن سُرن؟ پهرات ڇا پوراف ڇا؟ اٺ کي ٿوهو ڇو ٿيو، گهَتي کي دنب ڇو ٿي؟ گڏهن جا ڪن ڇو وڏا آهن؟ ۽ ڏاند جو پڇ ڇو ٻگهو آهي؟ خچر زوروار يا استر قداور؟ گهوڙا ڪيئن پيدا ٿيا ته مينهون ڪيئن ڪن مان ڪڏڪي نڪتيون؟ ڏاچي پيري پيري

مڙي، پر مينهن ڇو حيلي سان مڙي؟ اٺ جو چپ ڪڏهن
ڇيريو، ڏاند سڱ تي ڌرتي ڪڏهن ڪنئي؟ ڀلا ٻڌاءِ ته جنهن
مڇيءَ کي ڏاهي ٿا چون، سا سپني مڇين ۾ ڏاهي آهي يا ٻي ڪا
ڪانئس وڌيڪ سياڻي آهي؟ اهو صحيح آهي ڇا ته ٻلي شينهن
جي ناني آهي ۽ ڳوهه واڳون جي ڏاڏي؟ ڀلا ٻڌاءِ ته مڪ کي
ٽنگون گهڻيون ته پنپوريءَ کي اکيون گهڻيون؟
تنهنجو اهو به چوڻ آهي ته: نانگن بلائن جي جيڪا مون کي
خبر آهي سا گوگي کي به ڪانه هئي! شال ڏڌي توکي ڪک پن
ڪان رکي ۽ تنهنجي دشمنن جو پير لُنڊيءَ تي وجهي! مهرباني
ڪري اهو راز ته کول ته بلائون ڪهڙيون آنا لاهين ۽
ڪهڙيون ٻچا ڏين؟ ارڙ ۽ آڳهه جو ڏس ڏي يا گرڙ ۽ ’بونڦوڙ‘
جي خبر ڏي! ٻڌاءِ ته ڏومي ڪٿي گهمي، ڏانگي ڪٿي ويهي،
ٻه- مُنهين ڪٿي سمهي ته ٻمي ڪٿي ڦيري؟ ڪلڪان جوڳڻ
ڪٿي جو ته سڏائين ڪڏهن ٿي؟ پريو گاروڙي ڪٿي جو ته
اسماعيل جوڳي ڪڏهن ٿيو؟ جهاڙ ڇا جهپاڙ ڇا؟ هُدو ڇا واڇا
ڇا؟ اهو سمجهاءِ ته ايسر مهاديو ڪڏهن ٿيو، جنهن جي واڇا ٿي
چلي؟
تون چوين ٿو ته جالينوس کي ڪهڙي خبر! مرضن ۽ عارضن
جو پڇو ته مون ڪان پڇو. تنهنجي راءِ موجب اک اُٿي ڪانه ٿي
پر ويهي ٿي. نس چڙهي ڪانه ٿي پر لهي ٿي. ڏڌي شال توکي
تپ توء ڪان رکي ۽ تنهنجي سڪرات سولي ڪري! اسان کي

به سولو ڪري سمجهاءِ ته: ٻپ ڪي ٻپ چو چيائون ۽ سُتيءَ ڪي سُتي چو سڏيائون؟ هُڙَب چا ته سُرِٽ چا؟ ڪڪ چا ته ڪڙ چا؟ سڱو چا ته سڱي چا؟ ٻڪي چا ته ڦڪي چا؟ ساڙ چا ته پني چا؟ ڀلا چئو ته ڇُڪ ڪيئن ٿي پوي، ڇڪي ڪيئن ٿي لهي؟ سائي ڪيئن ٿي سرجي ته مائي ڪيئن ٿي مُڙي؟ اُٻاسي چو ٿي اچي ۽ نڇ چو ٿي ڏجي؟

تون اهو به چوين ٿو ته غيبات تنهنجي قبضي ۾ آهي ۽ تون نه رڳو جن ٿو پاڙهين، پر پرين جا پاچا به ٿو ٽارين. جي ائين آهي ته پوءِ شال وسوسن پيدا ڪرڻ ۾ وڏين ۽ جنن کي وڏيڪ ويجهو ٿين! اچ سل ۽ سچي ڪر ته: ’علامتي‘ ڪيئن ٿي جاڳي، ’حساب‘ ڪيئن ٿو ٿئي؟ جاڳر ڪيئن ٿا ڪن ته ’پڙهيا‘ ڪيئن ٿا ڪين؟ سمجهاءِ ته ’هائو‘ چا ته ’بائو‘ چا؟ رات جي ماء جو ڏس ڏي ۽ پڻ ڏينهن جي پيءُ جو پتو ڏي! ٻڌاءِ ته راڪاس ڪٿي رهي، ۽ برڙباڪاس ڪٿي ويهي؟ ديو جي حقيقت کول ۽ جنن بابت ڪي ٻول! ڏائڻ جي معنيٰ سمجهاءِ، ۽ پريءَ جو پاڇو وهجاءِ.

شال پوين جا سر ٺوٽين! ٻڌاءِ ته سڪرديو ڪٿي جو ڪلڪان ڪٿي جي؟ ام الصبيان جنڙي جي خبر ڏي ۽ ويسان ڏائڻ جي سڌ ڏي. ٻڌاءِ ته اچڙن وارڙن وارا جنڙا ڪٿي رانديون ڪن. پيوت پوتڙا ڪٿي پوڻن ۽ ڪنڌ- وڏيا کنواس ديو ڪٿي رهن؟ ڀلا ڪبيڪج ڪير، جنهن جو پڙهيل پهريائين ٿا نالو لکن؟

پلا منهنجي مخصوص مهارت ۽ ذاتي عادت جي آڌار تي چئو ته ’پوتار‘ وڏوڪ سندس ’اوُنتار‘ وڏو؟ سيٺ وڏي ڪ ٻڻاڪ وڏي؟ ڦوندڻ وڏي ڪ ڦوڪ وڏي؟ توڏ وڏي ڪ تڏر وڏي؟ ڪوڙ وڏوڪ بهتان وڏو؟ منافقيءَ ۾ ڪهڙي مصلحت ته گلا ۾ ڪهڙو گُڻ؟

شال ساجن سوائي توسان سهنج ڪري ۽ قلندر تنهنجا ڪم ڪري! ڪي روزمرهه جون سنهڙيون ننيڙيون ڳالهيون سمجهاءِ ته ’ٻوڙ‘ ڪي ٻوڙ چو چيائون؟ ماني ڪي ماني چو سڏيائون. وڏيري ڪي وڏيرو چو ڪوٺيائون؟ وبا ڪي ڪوهياري چو ڪوٺيائون؟ شڪاري ڪي آهيڙي چو چيائون ۽ ماري ڪي پاڙهيري چو سڏيائون؟

پر اڃا به جي تون دانائي جو دم ڀرڻ هٽين ته شاعر وريي گڏجي جي سوال جو جواب ڏي ته:

ڪٿي سيءُ سپجي، ڪٿي وهي واءُ،
ڪيترا سير سموندڙ، ڪيترا پاٽي پاءُ؟

پلا اهو سمجهاءِ ته واءُ چو ٿو لڳي. پاٽي چو ٿو وَهي؟
چنڊ چو ٿو اڀري ته سج چو ٿو لهي؟

شال تنهنجا ڪن وڏيڪ سرلا ٿين جو منهنجون سڀ التجائون سڻن! شال تنهنجي دماغ جا طاق کلن، جو سڀ سوال سمجهين ۽ صحيح جواب ڏين! شال تنهنجي زبان اڃا به ٻگهي ٿئي جو تنهنجي سوچ کي اندران ٻهاري ٻاهر ڪڍي! آخر ۾ ڪي به چار

ڳالهيون ادبي ميدان جي مانجهين ۽ جنگ جي ميدان جي سورهين جون به سمجهاءِ ته جيئن ننڍو وڏو تنهنجي دانائي جا داستان ڳائي ۽ تنهنجي قابليت جون ڪهاڻيون پين کي ٻڌائي!
سو شال تنهنجي اکري مطالعي ۾ اضافو ٿئي ۽ تنهنجي ادبي سودي بازي ۾ برڪت پوي! ٻڌاءِ ته نوري ڪنهن جي ڌيءِ ته سورٺ ڪنهن جي ڄائي. ڪؤنرو ڪٿان آئي ۽ ليلان ڪيڏانهن لڏي؟ سهجان ڪٿي سمائي ۽ سومل ڪنهن پڙهائي؟ سهڻي ڪٿي ٻڏي ته سسئي ڪٿي پيئي؟ مومل ڪڏهن ڪاڪ ويئي ۽ ڪٿي ڏاگهه چڙهي؟ پلا اهو وهجاء ڏي ته لاکو ڦلاڻي ڪڏهن ٿيو ته هٿند ٿنڌياڻي ڪٿي رهيو؟ پنرو ٻداماڻي ڪهڙي ماڳ جو ته شينهڙو ڏماچاڻي ڪهڙي جوءِ جو؟ پنهون کي ڄام چو سڏيائون ته چنيسر کي داسڙو چو ڪوٺيائون؟ ڪلاچي جو ڪُن ڪٿي هو ۽ مورڙي مڇ ڪٿي ماريو؟ سهڻي جو گهر ڪٿي هو ته ميهار جو پاڻ ڪٿي هو؟ ڦل وڏو ڪٿي وڌيو ۽ پوريءَ سان ڪٿي گڏيو.
شال ڌرتي تنهنجو ڳرو بار سهي! ماڻهو توتي ميار ٿا رکن ته پويان ويهي ٿو فتنا جاڳائين، پر ٻاهر نڪري ميدان نٿو ملهائين. سو شال ميدان ۾ اچين پر پڇسين ۽ ٻڇسين، جو پوين سان خبرون ڪرين! ٻڌاءِ ته رڻ ڇا آهي، آرڻ ڇا، سانگيون ڇا، مصريون ڇا، ته چل ڇا ٿهاڳ ڇا؟ ننگر ڪهڙي ماڳ تي وڙهيو دودو

ڪٿي ماريو. دولهه دريا خان سان ڪنهن ٻوهه ڪيو ته سورهيه صبغت الله شاهه سان ڪنهن دغا ڪئي؟
چؤ ته چُغل ڪڏهن ساماڻا ۽ سنڌ جا سورهيه ڪيئن ماراڻا؟
* * * *

[**نوٽ:** هن جلد جي شروع ۾ مون لکيو آهي ته ڊاڪٽر بلوچ صاحب جو هيءُ مضمون انوکو، منفرد ۽ سندس سموري تحرير کان مختلف آهي. ڳالهه هيءَ آهي ته ڊاڪٽر صاحب جي عالم آشڪار ۽ معرڪة الآرا ڪم جي پوري دنيا ۾ پذيرائي ٿي ۽ سندس ڪم کي ساراهيو ويو. سچڻ سرها ٿيا. مگر فطرتاً مخالفن ۽ حاسدن جو هڪ وڏو انگ به پيدا ٿيو. جنهن هر موقعي ۽ هر سطح تي پنڊي ٻاري ڏني ته ڊاڪٽر بلوچ وري ڪهڙو ڪم ڪيو آهي. اصل ڪم ته اسان ڪيو آهي پر ڪنهن کي ڏسڻ ۾ ڪونه ٿو اچي. بعضي ته باجماعت ڏمچر ۽ هُل هنگامو مچايو ويو ته ڊاڪٽر صاحب جو ڪيل ڪم معمولي ۽ غيرمعياري آهي. جيتوڻيڪ ڊاڪٽر صاحب نهايت سنجيده، بردبار ۽ گهڻ سُهو هو، مگر انساني فطرت موجب بعضي ڪيس گهڻو ڏک به ٿيندو هو. مخالفن جي علمي استعداد ۽ تحقيقي ڄاڻ جي به ڪيس پوري خبر هئي. تنهن ڪري هن تحرير ۾ سندن تنقيد جو جواب باصواب ڏنو اٿس. لطيف انداز ۾ مٿن تکي طنز ڪئي اٿس ۽ حاسدن جي پيشوائي ڪندڙ ڏاهپ جي دعويدار جو

نالو ڪٺڻ ڪان سواءِ ان جي خبر ورتي اٿس ۽ ڪيس اصليت جو آئينو ڏيڪاريو اٿس. - مرتب]

## رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ٽيون)

رهاڻ هيرن ڪاڻ جو ٽيون جلد، مهراڻ اڪيڊمي واڳڻو در شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جيڪو 173 صفحن تي مشتمل آهي. هيءُ جلد فاضل مصنف جي مهاڳ ڪان سواءِ هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

1.تاريخ
2. سنڌي لغات بابت هڪ تاريخي خط
3. وڏو عالم ۽ عربيءَ جو شاعر ميون علي محمد مهيري
4. وياسي وينجهار
5.سنڌ جا بازدار ۽ بازداري ۾ سندن مهارت
6. رسالي جي رهاڻ
7. جنگ ناما
8. ظرافت، مزاح، ڪل ۽ خوشي
9. سنڌجا پاڳيا ۽ مال جا داغ
10. سگهڙ، شاعر ۽ قصا
11.سنڌ جا قبيلا ۽ نسب ناما
12. سهتا
13. رانوڙ

14. شنباڻي
15. نوحاڻي
16. جاڪرا
17. سميجا
18. جت بلوچ
19. روس جو سفر
20. نارو، هاڪڙو نارو، ڪارو نارو، همتڙ نارو
21. اروڙ ڪان هيٺ درياء جا وهڪرا ۽ پراڻ درياء

فارسي واري چيو آهي ته:
”هر گل رنگ و بوئي ديگراست.“
يعني- هر ڪنهن گل جو رنگ به جدا ۽ خوشبوء به نرالي ٿئي ٿي.
’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ جي ڏهن ئي جلدن کي پڙهي ڏٺو اٿم. هر جلد جو هر مضمون وزندار، قيمتي ۽ معنيٰ جي موتين سان معمور آهي. ڪنهن به جلد جي ڪابه سٽ ۽ ڪوبه لفظ اضافي ۽ غير اضافي ۽ غير ضروري ڪونهي. ادبي تجزيي ۽ تبصري لاءِ ڪهڙو مضمون ڪڍجي ۽ ڪهڙو ڇڏجي. اهو فيصلو ڪرڻ نهايت مشڪل محسوس ٿيو. بس ايئن لڳو ته ويهين ۽ ايڪيهين صديءَ جي عظيم عالم، تاريخدان ۽ محقق، ڊاڪٽر بلوچ صاحب پنهنجي قلم جي حوالي سان هڪ طرف سنڌي ٻوليءَ جو شان

وڏايو آهي ته ٻئي طرف ئوس علمي ۽ تحقيقي مواد سان سنڌ کي
سدا بهار ۽ سدا شاهوڪار بنائي ڇڏيو اٿس.

## ظرافت، مزاح، کل ۽ خوشي:

خوشي ۽ غم انساني احساسن ۽ جذبن جون ٻه مکيه ڪيفيتون
آهن ۽ پنهنجي جدا جدا نوعيت سببان اهي ٻئي کي ڇڻو ڪن
ٿيون. غم نه هجي ها ته خوشي ڪين چمڪي ها، خوشيءَ کان
سواءِ غم جي خبر نه پوي ها. انهي ڪري ئي اهي ٻه ڪيفيتون
هڪٻئي سان لازم ملزوم ٿيون. قرآن شريف جي اصطلاح ۾
’ڏکن سان ئي سک آهن‘. ڀٽائي صاحب هن طرح ورجايو ته:
ڏکن پٺيءَ سک، سگها ٿيندءِ سسئي،
جيئن ته: خوشي، انسان جي احساسن جي هڪ يقيني ۽ حقيقي
ڪيفيت آهي. انهيءَ ڪري ان کي بي معنيٰ يا بي مقصد چوڻ
حقيقت جي خلاف آهي. البت فقط خوشي کي ئي جملي حقيقت
سمجهڻ، يا انسان جي حياتيءَ ۾ فقط خوشيءَ جو مصنوعي
ماحول پيدا ڪري، غم کان نجات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش
ڪرڻ پڻ هڪ غير حقيقي عمل آهي. اهڙي ڪوشش باالآخر
غم تي ختم ٿيندي ڇاڪاڻ ته هر جيوَ کي موت جو ذائقو چکڻو
آهي. انهيءَ ڪري انساني زندگيءَ جي حقيقت کي سڃاڻندي،
غم ۽ خوشيءَ ٻنهي سان گڏ جالڻو آهي ۽ ٻنهي سان نباهڻو آهي
ڇاڪاڻ ته ٻئي انساني وجود جون لازم و ملزوم ڪيفيتون آهن.

جيئن ته خوشي غم سان گڏوگڏ آهي. انهي ڪري خوشيءَ جي نعمت انساني زندگيءَ جو سهارو آهي. خوشي غم کي هلڪو ڪري ٿي خوشي غم جو ترياق آهي. خوشي غم جو اُتار آهي. خوشيءَ جون جدا جدا حالتون ۽ ڪيفيتون آهن. راحت، فرحت، سُرور وغيره اهڙين ڪيفيتن جا جدا جدا نالا آهن. اکين ۾ چمڪ، منهن تي رونق ۽ چپن تي مُرڪ، خوشيءَ جي اظهار جون سانتيڪيون صورتون آهن ۽ کل ٽهڪ ان جي اظهار جون آوازي صورتون آهن. مگر اهي سڀ ظاهري خوشيءَ جون ظاهري صورتون آهن. اندر واري خوشيءَ کي انسان جي روح جي خوشي يا دل جي خوشي جي لحاظ سان روحاني خوشي يا دلي خوشيءَ سان تعبير ڪريون ٿا. اهڙي اندروني خوشيءَ جو به جسم جي رڳن ۽ پٺن، رنگن ۽ عضون تي اثر پوي ٿو. جنهن جي اظهار لاءِ چئبو آهي ته: ”منهنجا نيڻ ٺري پيا: منهنجا ڀٽيهه ئي نيڻ پيا کلن. منهنجي رڳ رڳ ٺري پيئي، منهنجي جند جان ٺري پيئي، منهنجي دل ٺري پيئي!!“

اهي خوشيءَ جي اندروني ڪيفيت واري چشمي جا مٺيان بوڙيان آهن، ۽ ٽهڪ ان جا چوٽ نارا، ڪِلائڻ، ٽهڪ ڏيارڻ، چڻ ظاهري خوشيءَ جي چشمي کي چورڻ ۽ ان ۾ لهريون پيدا ڪرڻ جي برابر آهي. هڪ جاندار جي سطح تي کل ۽ ٽهڪ هر ماڻهو لاءِ وقتي معجون آهي. جيڪا غم واري جي غم کي

لمحي لاءِ ئي هلڪو ڪندي ۽ ٻين کي ڪن لمحن لاءِ تازگي ڏيندي.
اهي روشن ضمير، جيڪي پنهنجي اعليٰ اخلاق ۽ مهر سان غمگينن کي روحاني خوشي بخشين ٿا، سي چڱ روحاني طبيب آهن:
”ايڏو سو عجيب، جو شادي ڏيندو صحت جي“ (شاهه)
ٻيا اهي، جيڪي عزازت، دوستي، غريب پروري ۽ ٻين سماجي لاڳاپن هيٺ، پنهنجي مخلصانه محبت واري جذبي سان، ٻين جي دل خوش ڪن ٿا ۽ دل ٺارين ٿا، سي چڱ سماجي طبيب آهن. ٻيا وقتي ٺوٺڪائي ۽ جيڪي چرچي ٽوڳ جي فوري ٻڪي ٺڪي سان ڪاوڙ رنج ۽ ملال واري ڪوساڻ تي، ٿڌو ڇنڊو وجهن ٿا ۽ نرڀل طبعيت لاءِ تازگي وارو ماحول پيدا ڪن ٿا.
کلائي خوش ڪندڙن جو ڪنهن آڳاٽي زماني کان وٺي قدر ڪيو ويو آهي. انهي قدرداني سببان ڪي پيشه ور کلائيندڙ ساماٽا، جن کي ’مسخرا‘ سڏيو ويو. وقت جي بادشاهن ۾ اميرن وٽ اهڙا درباري ’مسخرا‘ رهيا ۽ سندن وڏي قدرداني ٿي. اهڙي ۽ جدا جدا وهي ۽ کل جا اياربندن جدا-پار ۽ وڏي جي کل جي نوعيت تي روشني وجهن. راڄن ۾ مسخرا ساماٽا ۽ مشهور ٿيا. عام سماجي سطح تي به هر پاڙي، ڳوٺ، راڄ ۾ ڪي ماڻهو پنهنجي طبعي ظرافت سببان مشهور به ٿيا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب چوي ٿو ته هيٺ اسان سنڌ ۾ ظرافت ۽ مزاح جي جدا جدا نوعن نمونن تي روشني وجهنداسون ۽ ڳالهين ۽ مثالن سان انهن کي وهڃائينداسون.

ظرافت جا مثال:

• تعلقي اباوڙي جا ڏانڊو، سادا ۽ سٻاجها ڳوٺاڻا، مال وارا ماڻهو، جن جون ٻڪريون بگهڙ کنيون پيا وڃن. مرشد آيو ته چيائون ته: سائين دعا ڪر، جو ناهر اسان جون ٻڪريون کنيو ٿو وڃي!

سائين چيو ته: ”ابا دعا آءٌ ٿو ڪريان ته ڏٽي خير ڪندو، پر ڪو ڪُتڙو به ڏاريو، جيڪو ڪجهه ٺؤنڪي ۽ پؤنڪي.

تڏهن ٻانهون ٻڌي چيائون ته:

سائين! اسان لاءِ پؤنڪڻو به تون ته ٺونڪڻو به تون.

• جيڪب آباد طرف جي ڳالهه آهي گهرام خان گذاري ويو. سڀ ماڻهو وڏي افسوس ۾ هئا. جت ويچارو پري کان آيو. سو ڏسي حيران ٿيو. پڇيائين ته چيائون: ”بهرام خان مرڳيا هي. چيائين ته ميڏا رنگي جيها اٿ ئي مرڳيا جنهن خوادين ان ڍويا. بهرام خان مٿون هڪ ڳوڻ رکان ها ته اٿي نه سگهي ها.“

• ڏنو قنبراڻي لهڙي هميشه تکو هلندو هو، پڇندا هئس ته چوندو هو ته سڄي لهڙ جو بار اسان جي ڪلهن تي آهي.

• ملتان واري بزرگ مريدن کان پڇيو ته: نماز پڙهندا آهيو؟ ڪنهن هاري چيو ته: ”دڙيين، دڙيين“ (يعني ڪي پڙهڻ ۽

ڪٿي پڙهڻ) (هاري پنهنجي ٻوليءَ ۾ جواب ڏنو ته پوک جو پڇبو ته چوندا: دڙيين دڙيين چڱي ٿي آهي، يعني ڪٿي ڪٿي.
• محمد خان گڏاڻي، ڪچهريءَ جو مور، جيوڻ خان پتافي جي ڪچهري ۾ آيو. مان چيومانس ته توسان سپاٽي نويڪلي ڪچهري ڪنداسون. تڏهن هي نقل ٻڌائي موڪلايائين. چيائين ته ڪو شخص ٻاهر مسجد ۾ نماز پڙهڻ ٿي ويو. سندس ٻن ڏين پاڻر ۽ ڦاڙر چيو ته بابا اسان جون ٻه ٻه رڪعتون پڙهيو اچجانءِ. زال سليمت چيو: ميان منهنجو به هڪ سجدو ڏيو اچجانءِ. سو ويو وڃي نيت ڪيائين:
”ٻه رڪعتون پاڙر جون ٻه رڪعتون ڦاڙر جون. سجدو سليمت جو باقي اسان جو اچڻ وڃڻ ائين. الله اڪبر!!
• محمد خان چيو ته فلاڻي ٻروچ جي ٻئي ٻروچ سان ان وقت چڪتاڻ هئي. تنهن اچي ڪنهن قبر تي ختم ڏنو ته:
**”جي سيد جي قبر ته صلوات جو ثواب اٿئي!**
**جي ڄاموٽ جي قبر ته ڪلمي جو ثواب اٿئي!**
**جي ٻروچ جي قبر ته نيت جي مراد اٿئي!**

• محمد خان چيو ته وعظ ۾ ويٺاسون ته مولوي صاحب گھڻو تاڪيد ڪيو ته ٻيڙي ڪان ناس ڪان پري رهو. منهنجي پر ۾ همراهه ويٺو هو تنهن چيو ته: ”ناس جو ته قرآن ۾ چار پيرا سورت قل اعوذ برب الناس ۾ ذڪر آيو آهي“.

• ڪچهري ۾ ٻئي ڪنهن ٻڌايو ته مولوي صاحب وعظ ۾ بيان ڪيو ته حضور ڪريم ﷺ هر مسلمان جي شفاعت ڪندو. اتي ڪنهن اٿي پڇيو ته: ڏُبر وارن جاگيراڻين جي به؟ چيائين ته: ها. تڏهن هن چيو ته: ڪم ته ڏکين مڙسن سان پوندو. (جاگيراڻين جو ڳوٺ روهڙي تعلقي ۾ آهي)، جتي سگهڙ علي شير جاگيراڻي جي دعوت تي مون وچي ڪچهري ڪئي، پر (اها رات ته خير سان گذري!)

• 1940ع کان اڳ جي ڳالهه آهي منٺار فقير راڄڙ جو ڪلام ڪنهن پئي ريڊيو تي غل ڳايو. فقير ولي بخش، منٺار فقير جو پوٽو، تنهن پئي ريڊيو ٻڌو. هڪل ڏنائين ته ائين نه، هيئن! پر ريڊيو مان وري به ساڳئي نموني آلاپ آيو. ڪاوڙ مان ڪچي جو ڏنڊو هنيائين ته ريڊيو کي پڇي چپ ڪرائي ڇڏيائين.

• شاهه محمد خان نظاماڻي مبالغي واري کي چوندو هو ته تون سچو آهين، پر عقل نٿو مڃي.

• محمد فقير ڪٺياڻ وٽ ڪو آيو ۽ چيائين ته ”امام مهدي آهيان.“ محمد فقير چيو ته الله چئين ته آءٌ اٿي سجدو ڪريان، باقي توکي مهدي ڪري ڪونه مڃيندس.

• فقير مولا بخش ميراثي (دودي چنيسر جي ڳالهه ڪٺندڙ ۽ ڪچهريءَ جو مور) چيو ته فلاڻي شيديءَ کان ڪنهن چرچو ڪري پڇيو ته: ادا! ڪير مڙس آهين؟ (يعني ذات جو ڪير آهين؟) چيائين ته: انڌو آهين ڪيئن! گهُنڊي ڏس، ڏونرو سڃاڻ.

• ساهڙ خان لغاري (ڳوٺ جعفر خان لغاري تعلقو سنجھورو) سگھڙ، شاعر ۽ خوش طبع هو. بالغن جي تعليم جو ٻڌي، چيائين ته:

پوڙهن جي پڙهائيءَ کان مولا ڏئي معافي،
کھڙي ڪندا شافي، جو مُند سندن موٽي ويئي.

• سيد مومن شاهه، شاهپور (بلوچستان) جو (عنايت شاهه کان به اڳ) قاضي موسيٰ شاهه سڏبو هو. جڏهن پنهنجن جتن مريدن کي زوري نماز پڙهايائين، تڏهن ڪنهن نيت ڪئي ته:

نيت ڪيان نماز جي
چٽي موسيٰ شاهه جي- الله اڪبر!

نماز پڙهڻ لاءِ جتن کي ڏاچي باسيائين. سال کان پوءِ جتن جو هڪ وڏو ڏاچي وٺڻ آيو. مومن شاهه پڇيو ته نماز پڙهندو آهين. پلا الحمد پڙهي ٻڌاءِ، ويچاري کي نه پئي آيو، سو چيائين:

”جي الحمد نه آئي ته ڏاچي ڳئي! جي تون ڏاچي نهين ڏيندائين ته اسان بي سڀ نمازان بنا وضو پڙهيان هن“.

• لانڊي واري پاسي کان ڪو جوکيو اٺ تي چڙهيو پئي آيو ته اوچتو تتر پڙڪو ڏيئي اٿيو ۽ چرڪ ۾ مڙس جو پٽڪو وڃي هيٺ ڪريو. ان تان دانهن ڪٽي آيو ملير ۾ چام وٽ ته: ”چام مان جي شرَع ڪر.“ ان تي چام هن کي دڙڪو ڏنو ته اٿيو ۽ چيائين ته:

’چام، جي توجي هي شرع آهي ته جوکيا ڪر سوار ٿيا!‘

يعني: جي تنهنجو هي انصاف آهي ته پوءِ جوکيا به اٺ تي سوار ٿياسي ٿيا.

• عبدالله خان نوحاڻي ٻڌايو ته منو سنجراڻي نوحاڻي (ڪنب ۾ ڪنگوري وارن نوحاڻين مان تعلقو ٻگهڙي) وڏي همت وارو هو. سڄي عمر ڪٽي به سندس هار ڪانه ٿي. گهڻو بيمار ٿيو تڏهن گهرواري کي چيائين ته ڪهاڙي منهنجي سيراندي کان رک. غش ٿي ويو ۽ وري اکيون پٽيائين ۽ حوصلي ۾ آيو، تڏهن ٻيڻلن کي چيائين:

”مڙس مڙس جو مٽ آهي. مون ٻڌو آهي ته مئي کان پوءِ ملائڪ اچي ٿا پڇاڻو ڪن. ڪهاڙي مون سان گڏ قبر ۾ رکجو.“

• لاڙ جو نوحاڻي ٻروچ فوٽ جو مُريد حج تي ويو. مديني شريف کان موٽيو ته دل پرجي آيس ۽ موڪلائيندي چيائين ته:

الله جا رسول هاڻي پرتين غوث کي!

# رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد چوٿون)

هن ڪتاب جو چوٿون جلد نيوفيلڊس پبليڪيشن ٽنڊي ولي محمد حيدرآباد مان 2003ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جيڪو 152 صفحن تي مشتمل آهي.

لائق مصنف جي معلومات افزا مهاڳ کان پوءِ هيءُ جلد هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

1.تاريخ

2. آزاديءَ جا علمبردار
3. سنڌ جو آسمان
4. نحس تارا ۽ وهم وسوسا
5. نکٽ ۽ تارا
6. اهي تارا جن تي نالا آهن
7. چار مکيه تارا قطب، ايٺ، صبح تارو، سانجهي تارو
8. ڪٽ
9. وچون يا پٺون
10. پوک ۽ مينهن جا ٽي مکيه نکٽ، ڪَتي يا ڪَتيون، ٽيڙو، لُڏا.
11. ڪَتي ٽيڙو، لُڏي مطابق مينهن جي منڊ
12. حيرت جهڙيون ڳالهيون
13. اسان جي چاڻ ۽ علم ۾ اضافو
14. چنڊ: زمين ۽ آسمان جو سينگار
15. وياسي وينجهار
16. غازي فقير سيال
17. ظرافت ۽ خوش طبعي
18. سنڌ جا شهر: نصرپور ۽ اگهم ڪوٽ
19. مست وتايو
20. سنڌ جون جڙي ٻوٽيون
21. نواب غيبي خان جي ڪچهري

22. سنڌ ۾ پاڻي جي پياس ۽ آس
23. جاوا سوماطرا جو سفر
24. سنڌ جا قبيلا
لاشاري
دل
چانگ
رانوڙ
گجو
سنگراسي
مهاڳ ۾ محترم مصنف لکي ٿو ته:
”تارن ستارن جو وڏو جهان آهي. جنهن تي رات جو نظر پوي ٿي. عام طرح اها ڳالهه ته ڏينهن جو پري تائين نظر پوي ٿي، پر رات جو اونداهيءَ ۾ ويجهي تائين به ڏسي نٿو سگهجي. اها زمين جي ڳالهه آهي. مٿي آسمان ڏي انسان جي نظر هزارن ڪوهن تائين پوي ٿي.“
هن جلد ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب آسماني دنيا جي جن تارن جو ذڪر ڪيو آهي، تن مان ڪن تي روشني وجهجي ٿي.
ڪَتي يا ڪَتيون:
ڪَتي سنهڙن تارن جو هڪ چُڳو آهي ۽ سنڌ جي آسمان جو هڪ سهڻو نکٽ، ’ڪَتي‘ نالو صحيح آهي، پر جيئن ته ڪَتيءَ

جي نکٽ ۾ هڪ تاري بدران تارن جو ڇُڳو آهي، انهي ڪري ان کي جمع واري صورت ۾ ’ڪَتيون‘ چئي سگهجي ٿو.
ڪَتي جي نکٽ ۾ ڪيترا تارا آهن. ان بابت گهڻن جو چوڻ ته ست تارا. ٻارڙا به هڪٻئي کي چوندا آهن ”ٿي ٿيڙو ٻارنهن ڪَتيون ٻارنهن تائين ڪير ڳڻيندو؟“ پر وڏي رياضي دان محقق بيروني لکيو آهي ته ڪَتيءَ ۾ ڇهه تارا آهن.
ڪَتي جي اپرڻ واري وقت بابت گهڻن جو چوڻ ته آکاڙ (جون) مهيني ۾ اپري ٿي ڪن چيو ته هاڙهه جي چاليهي ۾ اپري ٿي. پر آکاڙ جي مهيني ۽ هاڙهه جي چاليهي جا ڪي ڏينهن ساڳيا آهن. منهنجي ڳڻپ موجب هاڙهه وارو چاليهو (چاليهه ڏينهن) 25 مئي کان 5 جولاءِ تائين آهي. هڪ سڄاڻ سمجهايو ته ڪَتي هڪ ئي مهيني جي مدت اندر جمي ٿي، اپري ٿي ۽ مٿي چڙهي ٿي. يعني ته 7 تاريخ سرجندي ۽ 17 تي اپرندي جو ڪي ڪي ڏسندا ۽ 27 تاريخ چڙهندي (مٿي ٿيندي) جو سڀ ڏسندا. حاجي چام مهيسر (ڳوٺ رفيق مهيسر تعلقو ڪنگري) چيو آ ڪَتي (جون تي اپري ٿي ۽ 7 ڊسمبر تي لهي ٿي. اپرڻ کان پوءِ ست ڏينهن سِير ۾ هوندي. جو ڏسڻ ۾ ڪانه ايندي. 10 جون تائين لڪل هوندي آهي، اهو چاليهو هاڙهه جو پر پشو ۽ سانوڻ 7 جون کان به ڏينهن اڳ يا پوءِ ڪامل جٺر کي ڪَتي ساڙيندي ۽ پڻ ڪنبي کي ساڙيندي. ڪن چيو ته هاڙهه وارو چاليهو پڇندو ته ڪَتي اپري ويندي. چيائون ته صبح وقت وچون الهندين افق ۾ ٻڏندو ته

ڪَٿي اپرندي. ۽ ڪٿي جڏهن اپرندي ته به ساڙ ڪندي (جو اجا سخت گرمي هوندي) لهندي ته به ساڙ ڪندي. (جو سخت سيء هوندو) پر ڪنهن پروچ جنهن کي ڪَتي وٽندي هئي چيو ته:
ڏوهه ڪَتيءَ جو ڪونهي، ڏوهه سچو وچون جو آهي، جيڪو ڪَتي جي اپرڻ ۽ لهڻ وقت ٿو لهي ۽ اپري ۽ ساڙ ڪري.

2. **ٿيڙو:** ٿيڙو يعني وچ وارا ٿي تارا، جن تان هي نالو پيو. هن نکٽ ۾ گهڻا تارا آهن، جنهن ڪري 'ٿيڙو' جمع ۾ ڳالهائجي ٿو: چئبو ٿيڙو اپريا آهن يا لڙيا آهن. ٿيڙو نکٽ ۾ جملي سورنهن تارا آهن. هڪ وڏو چوڪس جنهن جا چار تارا چئن ڪنڊن وارا. ان چوڪس ۾ وچ تي ٿي چٽا اُڀا تارا قطار ۾، جنهن کي ٿر ۾ هرڻ چون. ٻيا ننڍڙا ٿي پاسيارا تارا قطار ۾، جن کي لوڏي يا (ڍاٽڪي ۾) آهيڙي چون. هن سڄي نکٽ کي به ٿر طرف ''هرڻ'' سڏين ۽ ڪڇ طرف ''هرڻائون''. چوڪس وارا چار تارا هرڻ جون چار ٽنگون آهن.

ٿيڙو جي وچ وارن ٽن اُڀن بيٺل تارن کي 'ٽنگڙ' چون ۽ پاسيارن ٽن تارن کي 'ٿيڙو'. هيٺيون بيت انهي تي شاهد، جنهن ۾ ٿيڙو کان پوءِ تارا يعني لُڏا ٿين ٿا

''ٽنگڙ ٿيڙو تارا اثباتي اثبات،
ڪتي سندي وات، ڪڏهن چڏيندا ڪينڪي''.

ٽنگڙ- اُپا بيٺل ٿي تارا. ٽيڙو- پاسيارا ٿي تارا. تارا- لُڏا يا مُنيون اهي ٿيئي ڪتيءَ جي پويان محڪم هوندا ۽ ڪَتي واري واٽ کي نه ڇڏيندا.
ٽيڙو جي اُپرڻ بابت ڪن جو چوڻ آهي ته 'ٽيڙو' آکاڙ مهيني جي چنڊ کان پوءِ اُپرن ٿا. يعني آکاڙ مهيني ۾ اپرن ٿا. ٻي راءِ ته ڪُتي جي اپرڻ کان پوءِ ٽيڙو 17 تاريخ سانوڻ جي اپرندا. ان وقت ڏينهن جي مدت ۾ ڪتر پوندي يعني ڏينهن گهٽجڻ شروع ٿيندا.
وڏي سجاڳ ڄام مهيسر (عمر 75 ورهيه) چيو ته ٽيڙو 26-27 جون تي اپري ٿو. ٽيڙو سانوڻ جو سير آهي ۽ جيڪا پوک پوکبي سا ٿئين ڏينهن ڄمندي. ٽيڙو 10 مئي کان 20 جون تائين ڏسڻ ۾ ڪونه ايندا.
حيرت جهڙيون ڳالهيون:
تارا ڏسندي جانچيندي مون کي حيرت ٿي ته صبوح جو تارو اپرندان مٿي چڙهيو ۽ وري پوئتي هٽيو ۽ لهي ويو. سانجهيءَ جو تارو الهندان مٿي چڙهيو ۽ وري پوئتي ٿيندو لهي ويو ۽ هڪ پويان ايندڙ تارو اڳيان ويندڙ تاري کان اڳتي ٿيي ويو.
صبوح واري تاري جو مٿي چڙهي وري پوئتي هٽڻ ۽ لهي وڃڻ:
عام طرح تارا سڀ اپرندي پاسي کان اپرندي الهندي پاسي کان وڃي لهندا آهن پر منهنجي حيرت جي حد ئي نه رهي. جڏهن

هڪ سال صبح جو اپرندڙ چٽي تاري کي ڏٺم ته مٿي چڙهيو پر وري پوئتي هٽيو ۽ اوڀر طرف وجي لٿو. ان بعد ٻين سالن ۾ به ساڳيو لقاء ڏٺم، ان وقت جي لکيل ياداشت مان اقتباس هيٺ ڏجن ٿا.

• 1986ع آڪٽوبر جي شروع ۾ 5 بجي ڏاري چٽو تارو اوڀر طرف ڪن کان مٿي بيٺل هو پر پوءِ هيٺ ٿيڻ لڳو. آڪٽوبر جي آخر ۽ نومبر جي پهرئين هفتي ۾ ڪن کان ٿورڙو هيٺ، اڄ نومبر جي 18 تاريخ آهي ۽ ساڍي 5 بجي صبح جو چٽو نظر اچي ٿو، پر آڪٽوبر واري سطح کان هيٺ تي آهي. اڄ نومبر جي 26 تاريخ آهي. دير سان 6 بجي ڌاري ٿورو مٿي آيو. پر صبوح صادق جي اچاڻ واري گهيري ۾ هئڻ ڪري ان جي اڳين چمڪ ۽ چٽائي باقي نه رهي آهي، عنقريب هيٺ ٿي لهي ويندو. مارچ 1987ع جي پهرين تاريخ ڏٺم ته پرهه جو صبوح وارو تارو گهٽو هيٺ ٿي ويو آهي. هن وقت ڏکڻ اوڀر جي ڪنډ تي آهي ۽ شايد مارچ ۾ لهي وڃي.

1987ع ڊسمبر 8-9 تاريخ تي صبوح وارو تارو جيڪو اڳ وچ اوڀر تي ۽ مٿي هو، سو مٿي ڪونه چڙهيو ۽ هيٺ افق ۾ ٻڏي ويو. 1989ع ۾ ڏٺم ته چٽو تارو، جيڪو ڊسمبر يا اڳ آسمان جي ڏکڻ، اوڀر پاڳي ۾ اُڀريو، سو جنوري ۾ وڏ ۾ وڏ مٿي چڙهيو. ان بعد هيٺ ٿيڻ لڳو. تان جو لهي ويو. جون 1993ع کان وٺي پرهه جو اوڀر طرفان وڏو چٽو تارو مٿي چڙهڻ لڳو ۽ پهر تائين

مٿي آيو. آڪٽوبر ۾ مٿي چڙهڻ بدران پوئتي هيٺ ٿيڻ لڳو. هاڻي 30-31 آڪٽوبر تي صبوح جو نماز وقت 5-6 بجي هيٺ چڙ اڌ پهر تي آهي.
مٿين مثالن مان هيٺيان نتيجا نڪرن ٿا.
پهريون ته صبح وارو روشن تارو، صبوحي يا صباحي تارو هڪ ناهي پر هڪ ڪان وڌيڪ آهن. جيڪي جدا جدا مهينن ۾ (۽ شايد جدا جدا سالن ۾) اسريا پرپات جو روشن ٿين ٿا. انهن مان هڪڙي ڪي، جيڪو سوير اڀري ٿو، 'وهائو تارو' سڏجي ٿو. ڪڇهرين ۾ سياڻن سچڻن اڪثر ائين چيو ته: وهائو تارو مٿي ڪونه چڙهندو آسمان ڪوهن لتاڙيندو (يعني الهندي طرف ڪونه ويندو) پر پوئتي ٽبي ڏيندو.

# نواب غيبي خان جي ڪچهري:

نواب غيبي خان چانديو وڏو سخي ۽ گهڻ سَهُو هو. ڪنهن سان ڪڙو ڪونه ڳالهايائين. سندس حياتيءَ ۾ شهر غيبي ديري ۾ ڪنهن جي گهر تئو ڪونه چڙهيو. سپني ڪي ماني بٺيءَ تان ملندي هئي. سندس باري ۾ گهڻيون ڳالهيون هلندڙ آهن. جن مان نواب صاحب جي سادگيءَ سان گڏ سندس فهم ۽ فضيلت جي خبر پوي ٿي. روزانو ڪچهري لڳندي هئي. نواب صاحب وچ ۾ ڪرسيءَ تي ويهندو هو ۽ سندس مشير، صلاحڪار ۽ ٻيا سپ

چوڏاري هيٺ وهندا هئا. فيصلن هلندي هو پنهنجي راءِ ڏيندا هئا ۽ آخر ۾ وڏيڪ ڪارگر راءِ بحال ٿيندي هئي.
مون کي عزيز مرحوم غلام الله خان لغاري (سپرنٽينڊنگ انجنيئر، اريگيشن جي عهدي تان رٽائر ٿيو) نواب صاحب جي هڪ ڪچهريءَ جي ڳالهه ٻڌائي، جيڪا سانُس مرحوم محمد علي خان کهاوڙ پاڻ پنهنجي زباني ڪئي. محمد علي خان کهاوڙ جون مينهون چورائجي ويون ۽ غيبي ديري ۾ ڪنهن وٽ پهتيون ۽ هو پاڻ غيبي ديري نواب صاحب وٽ ويو. نواب صاحب آيو ۽ ڪچهريءَ ۾ اچي ويٺو. مون احوال ڏنو ته مينهون فلاڻي جي گهر بيٺيون آهن، سي وٺي ڏيو. تڏهن ويٺلن مان ڪنهن چيو ته هي اجايو بهتان آهي. ڪهڙيون مينهون ته ڪهڙي ڳالهه! نواب صاحب چيو ته ادو بحالو (يعني هائو بحال) ويٺلن مان ڪنهن چيو ته هي مڙس ڪوڙ ٻڌي آيو ته سڀ ٺڪ ٺڪ هٽوس. نواب صاحب وري به چيو ته ادو بحالو! اتي يڪدم ڪچهريءَ مان ڪنهن ٽئين ماڻهو ڳالهايو ۽ چيائين ته: آءٌ سڃاڻان ٿو. هي محمد علي خان کهاوڙ آهي. عزت وارو آهي ۽ راڄ جو چڱو مڙس آهي. هي جيڪا ڳالهه ڪندو، سا ڪوڙي نه هوندي. پوءِ جيڪڏهن مينهون فلاڻي جي گهر ۾ آهن ته موٽائي ڏئي.
تڏهن نواب صاحب هٿ مٿي ڪري چيو ته: ”ادو بحالو!“ اهو آخري فيصلو ٿيو ۽ مينهون محمد علي خان کي موٽي مليون.

نواب غيبي خان پاڻ هميشه ڪچهريءَ جي وچ ۾ ڪرسيءَ تي ويهندو هو ۽ چوڌاري ماڻهو ويٺل هوندا هئا. لاڙ جي ڪنهن جت اهو لقاءُ ڏٺو، سو اچي خبر ڪيائين ته نواب صاحب ڪچهريءَ جو مور آهي. رڳو هڪ اوٺائي آهي جو مڙس وٽ نڙ ڪونهي جو ويهي وڄائي.

نواب غيبي خان چانديو هلت چلت ۾ سادو پر بردبار، داناءُ، خود دار ۽ بلوچي روايات جو محافظ هو. غلام الله خان لغاري (سپرنٽينڊنگ انجنيئر) ٻڌايو ته: جيڪب آباد جي ساليانی جشن هارس شو جي موقعي تي منهنجي ۽ ٻين عملدارن جي اتي ڊيوٽي هئي، جو گورنر به آيو. شيخ عبدالقادر ڪليڪٽر هو، انگريزن ۽ سندن مڏمن جي ويهڻ جي جاءِ جدا ڪيائون ۽ ٻين ڪي جدا ٿي ويهاريائون. نواب غيبي خان آيو ته انگريزن واري چاڙهي تي چڙهڻ لڳو. پهريائين ڪنهن آفيسر وڏي چيس ته نواب صاحب اوهان جي جاءِ هن پاسي آهي پر هن ڪي ٻڌائين به ڪونه، ان بعد ڪليڪٽر پاڻ تڪڙو تڪڙو آيو ۽ چيائين: ”نواب صاحب! اوهان جي جاءِ هن طرف آهي.“ تڏهن چيائين ته ادو اتي به ڪا جاءِ هوندي ۽ اسين ويهي رهنداسون. پوءِ هليو آيو ۽ هڪ ڪرسي تي پاڻ ويٺو. ٻيءَ تي پنهنجو پٽڪو لاهي رکيائين. ٽئين تي سندس رفيق ڏاتو خان ويٺو ۽ چوٿين ڪرسيءَ تي سندس ننيڙو پوٽو سلطان احمد ويٺو. پوءِ ٻيون ڪرسيون آنڌائون ۽ انگريز ۽ مڏمون به پاسي سان ويٺا رهيا. پر نواب صاحب بنا

ڪنهن هيڪ جي لاغرضائيءَ سان ويٺو رهيو. ائين آخر ۾ انگريزن کي پنهنجي خود داري ۽ عظمت وارو شان به ڏيکاري ڇڏيائين.

## رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد پنجون)

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو لکيل ڪتاب ’رهاڻ هيرن ڪاڻ‘ (جلد پنجون) سنڌي ساهت گهر حيدرآباد مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جنهن ۾ پبلشر جي طرفان به اکر ۽ لائق مصنف جي لکيل مهاڳ ڪان سواءِ 158 صفحا آهن. هيءُ جلد هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

* تاريخ
* پراڻ درياء ۽ هاڪڙي جي دوآبي وارو علائقو دمريلو
* ميان نصير محمد جو فقير شاهه وسائو
* رسالي فتحي ۾ آڳاٽا ناياب سنڌي بيت
* مانائتيون مايون
* وياسي وينجهار
* محبت جون مقالون
* سگهڙ، شاعر ۽ قصا
* شاعر گلو مياڻو
* لوءَ يعني وايو منڊل (Atmospherics) بابت سنڌ جي سچاڻن جي ويچار

* تبديل ۽ ترقيءَ جا اڳواڻ
* استاد مير حسن سهتو سائنس ۽ حرفت ۾ وڏي شعور وارو
* حاجي سراج الدين سومرو پٽن تي گاڏيون چاڙهيندڙ ۽ ٿر جا رستا کوليندڙ
* سونهن ۽ سرهاڻ جو سرواڻ رئيس علي نواز انڙ
* ظرافت ۽ مزاح
* سنڌ جي طب
* سنڌ جو شاهي قلعو- رني ڪوٽ
* سنڌ جا نسب ناما ۽ قبيلا
* بدين ۽ نورائي جي جيلاني پيرن جو شجرو
* سنڌ جو مهڪاڻي مري ڪٽنب جو شجرو
* ٿر جو نهڙيا قبيلو
* ٿر جا وسائي پوٽا (چانديا)
* ٿر جا سوڍا
* سنڌ جا سڄاڻ، هنرمند ڪڙم قبيلا
* ڪڇهري نارو
هن جلد ۾ ’تبديل ۽ ترقيءَ جا اڳواڻ‘ جي عنوان سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب سنڌ جي انهن قابل ۽ عالي دماغ انسانن کي متعارف ڪرايو آهي، جن سائنس ۽ حرفت ۾ نمايان ڪم ڪيو ۽ گاڏين جي مشينري سسٽم ۾ اصلاح ڪري ان ۾ انقلابي

تبديليون آنديون. ڊاڪٽر صاحب سڀ کان پهرين استاد مير حسن سهتي جو ذڪر ڪيو آهي.

## استاد مير حسن سهتو:

مير محمد پٽ حاجي محمد پريل سهتو ونڊير، پاڙو ستاباڻي سڌو پوٽا، ڳوٺ جان محمد ونڊير (راڻي پور کان 3 ميل اوپر طرف) 3 مارچ 1940ع ۾ ڄائو. ساڻس پهرين تاريخ آڪٽوبر 1986ع تي ملاقات ٿي. ان وقت راڻي پور شهر ۾ اليڪٽرانڪس جو دڪان هوس. منهنجي ميزبان مهربان درازن جي سيد ضياء الدين شاهه ساڻس ملايو هو. ٻه درجا انگريزيءَ جا پڙهيو. پوءِ ڪيس مشين ڪلن وغيره جي جوڙجڪ ۽ عمل جو شوق ٿيو ۽ هو ان طرف مائل ٿيو. سندس زباني معلوم ٿيو ته هيٺيان ڪم ڪيائين:

* ستن اٺن سالن جي عمر ۾ گراموفون جي ڦيري ذريعي وڃڻو نصب ڪيائين، جيڪو ڦري پيو ۽ واء پيو هڻي.

* ٻارڙو هو. جو سندس پيءُ واچ جو ڪو ’اسڪرو‘ ٿي کوليو. جو چيائين ته بابا اگ ۾ هيءُ اِسڪرو کول. پڻس حيران ٿي واچ دٻلي ۾ بند ڪري رکي ۽ چيائينس ته تون وڏو ٿجانءِ ۽ ٺاهجانءِ. پوءِ 12-13 سالن جي عمر ۾ انهي واچ لاءِ بليڊ مان ’گراري‘
ٺاهيائين ۽ واچ درست ڪيائين.

* انهي ساڳي عمر ۾ جنريٽر مان خامي ڪڍي درست ڪيائين، پوءِ واٽر ڪورس تي پاڻي جو 'Fall' ٺاهي Hydraulic Power تي هلائي پنهنجي ڳوٺ جي ڇهن ستن گهرن کي هلڪن بلبن جي روشني پهچايائين. جنريٽر ۾ ڪاٺ جا پاڳا هئا، جيڪي پُسڻ سببان سال کان پوءِ ضايع ٿيا.

* گنبٽ اسٽيشن تي ’گنبٽ مل‘ جي پرسان ريڊيو رپيئر جو دڪان شروع ڪيائين، حالانڪ اهو هنر ڪنهن کان به ڪونه سکيو هئائين. پنهنجو ريڊيو ورتو هئائين، جنهن کي کولي سڄي ڳالهه سمجهيائين. ان کان پوءِ پورهئي کي لڳي ويو. شادي ڪيائين ٻار ٿيا. ضرورت وڌي ته ٻئي طرف توجهه ڪيائين.

* ٻه سال ڪراچي ۾ وڃي ٻئي ڪنهن سنگتي (گنبٽ جو) سان گڏ ويهي نوان ريڊيا ٺاهڻ شروع ڪيائين، روزانو ويهه کن ريڊيا ٺاهڻ لڳو. پر وڌيڪ ڪمائي خاطر توجه ڪري ’ميوزڪ هارن‘ ٺاهيائين. ان ۾ هڪ پرزو خاص پنهنجو رکيائين، جنهنڪري ڪو به ڪاپي نه پيو ڪري سگهي پر پوءِ جڏهن اهو پرزو عام ڪيائون ته ٻين به ٺاهڻ شروع ڪيا ۽ هارن جي قيمت 80 رپين کان اچي 35 رپين تي بيٺي.

* پوءِ سوچيائين ته ڪابي شيءِ ٺاهيان. 1979ع ۾ ’خودڪار واش بيسن‘(Automatic wash Basin) ٺاهيائين: جڏهن ڪو هٿ ڌوئڻ لاءِ آڏو اچي ته پاڻي وهي: صابڻ ڪٽجي ته ايتري وقفي (ٻن سيڪنڊن) لاءِ به پيو هلي ۽ پوءِ بند ٿئي. ’هارن‘ مان

جيڪو پيسو ڪمايائين سو Wash Basin جي Disc ٺاهڻ تي خرچ ڪري ڇڏيائين. هاڻي وڏيڪ پيسو نه هجيس جو گينڊن وغيره جو ڍانچو ٺهرائي دادا پائي وارن وٽ ويو.
سندن انگريز مئنيجر کي ڳالهه پسند آئي. ٻيءَ ملاقات ۾ کيس چيائون ته: اهو پرزو هڪ هفتي لاءِ ڏي ته اسان ڏسون ۽ مطمئن ٿيون. پوءِ تنهنجو حصو رکي Wash Basin ٺاهڻ شروع ڪنداسون. اها ڳالهه هن قبول نه ڪئي. سرمايي نه هئڻ سببان ۽ والد جي بيماري سببان ڏنائين ته هميشه لاءِ ڪراچي ۾ رهي نه سگهندو. سو ڪراچي ڇڏي آيو. پوءِ پاڻ بيمار ٿيو، ۽ اپريل 1984ع ۾ سندس والد فوت ٿيو. انهي ڪري سندس وڏيون رٿائون رهجي ويون.
* ڪراچيءَ ۾ روزانو محنت ۽ ڪم کان واندڪائي ۾ وري جدت پيدا ڪرڻ طرف سوچيائين. هڪ ’چڪي جو تصور‘ جيڪا هلڪي، سولي ۽ گهر ۾ هجي، جو داڻا ٻاهر ڪڍي وجي نه پيهائجن. ان جون ٻه بزائنون: اڌ تي ۽ هڪ هارس پاور تي: اٽو ٿلهو يا سنهون جيڪو گهرجي. سرمائي جي ڪمي سببان پنهنجي هيءَ ايجاد مارڪيٽ ۾ آڻي نه سگهيو.
* هر ٺاهيائين، جيڪو ڪمند جي پوک لاءِ ڪاريگر پنج-هري (پنج گهوبا) ۾ ترميم ڪري نئين قسم جا گهوبا وڌائين.

* سندس حڪمت عملي موجب، ڪمند جو رس تئي ۾ جڏهن گرم ٿئي ته گج ڪڍي ڇڏجي ته باقي گهڻي وقت لاءِ رکي سگهجي ٿو.
* ناري ۾ فوٽا ڪڍڻ ويا ته اتي 'ڊارڪ روم' ۽ Enlarger Development پنهنجا ٺاهيائين. 'لائيٽ' جي وقت جو مقدار خود مرادو ڪيائين.
* 1975ع ڌاري Apollo جي خبر آئي ته هيٺيان زمين تان ٺا ان کي درست ڪن. اها خبر ظفرآباد ۾ مرحوم الاهي بخش بانيڻ ڪئي.
استاد مير حسن چيو ته ائين هتي به ٿي سگهي ٿو. جيڪڏهن 'Closed Circuit' ڪري سگهجي. جڏهن ظفرآباد ۾ بجلي لڳي، تڏهن ائين ڪري ڏيکاريائين. جو هتي 'بٽڻ' دٻايو ته ٽن ميلن تي ٽريڪٽر چالو ٿئي ۽ وري بند ٿئي. ان جي نمائش ڪري ڏيکاريائين. ضياء الدين دوست اسان جو موجود هو جنهن پاڻ بٽڻ دٻايو. ٽيليفون ٻنهي طرف رکيائون تصديق ٿي. سوين ماڻهو ڏسڻ آيا. چيائين ته: Remote Control کي عمل ۾ آڻڻ لاءِ ائين سمجهو ته ساڪت بجلي (جيڪا چپ ۽ خاموش آهي) تنهن کي لوڏو ڏيئي حرڪت ۾ آڻجي ٿو.
* وائرليس ٽيليفون Telephone Cardless ٺاهيائين. پهريائين البت Receiver جي رينج ٿوري هئي پر پوءِ ان جي

اندر واري سٽاءِ کي Adjust ڪندو ويو ته Range به وڌندي ويئي ۽ ڏن ميلن تائين پهتي.
* بجلي جو ڪم، موٽر جو ڪم (پيٽرول توڙي ڊيزل انجن) ٽيليفون وائرليس، مڪينيڪل ڪم، سئنيما جون مشينون، جنهن ۾ فوٽو گرافي ۽ آواز ٻنهي جي ڄاڻ. اهي سڀ حرفتون ۽ حيلا ڄڻ سندس ڏائي هٿ جوکيل هئا. سندس سوچ ۾ هن وقت (1986ع) هيٺيون ٽلون آهن:
* هڪ اهڙي تجويز وٽس تيار آهي، جنهن سان به موٽرون آمهون سامهون ته 'لائٽيون' 'ڊم' ٿي وڃن، جيئن وچ واري شيءِ نظر اچي. وٽس پرزو تيار، پر ضروري آهي ته گورنمينٽ لازمي ڪري ته اهو لڳائجي، ته ان جو وڪرو ٿئي.
* ''ڪيسي ۾ ڊاڪٽر'' اهڙو Computer، جيڪو ڪيسي ۾ هجي ۽ مرض جو علاج ٻڌائي، ان لاءِ دوائن جي نالن بعد، انهن جا ''نمبر'' ڏجن. فيڊ سسٽم ۾ مرض جي پڇا ۽ آثار جي پڇا هوندي. پوءِ ڪامپيوٽر 'نمبر' ڏيندو (سندس بيان جيئن مون سمجهيو، تيئن لکيو آهي. نبي بخش 1986ع-8-01).
استاد مير حسن 8- تاريخ نومبر 1990ع تي گذاري ويو. افسوس جو سرمايي جي ڪمي سببان هن جون اهي رٿائون رهجي ويون! سندس حياتيءَ ۾ سنڌ جي ڪنهن به سرمايي واري، سندس ڄاڻ ۽ حرفت مان فائدو نه ورتو! اهو انهي

ڪري جو گهڻن کي اها خبر ئي ڪانه رهي ته ڪو اهڙو ماڻهو سنڌ ۾ موجود آهي! ضروري آهي ته خاص خوبين وارن کي سڃاتو وڃي ۽ جنهن ڪم ۾ هو ماهر هجن، تنهن مهارت مان، وڌيڪ ترقيءَ ڏانهن قدم وڌايو وڃي.

## حاجي سراج الدين سومرو، پٽن تي گاڏيون چاڙهيندڙ ۽ ٿر جا رستا کوليندڙ:

ٿر ۾ ڇاڇري تعلقي جو ننڍڙو ڳوٺ ’سومرن جو پار‘ اتي سنه 1944ع ۾ هڪ غريب گهر ۾ ٻارڙو ڄائو. 1938ع ۾ ٿر ۾ ڏڪار پيو ۽ سندس والد محمد حسن لڏي اچي ميرپورخاص لڳ ڳوٺ سانوڻ خان ٽالپر ۾ ويٺو ۽ اتي ٻني ڪيائين. سراج الدين چار درجا سنڌي جا اتي پڙهيو. پوءِ ميرپورخاص مدرسه هاءِ اسڪول ۾ داخل ٿيو ۽ ٽيون درجو انگريزي پڙهندو هو. جو والد وري ڳوٺ سومرن جي پار لڏي ويو ۽ سراج الدين جي تعليم ختم ٿي. 1959ع ۾ پنهنجي ڳوٺ ۾ دڪان ڪيائين. پوءِ 1965ع ۾ گيڙي ۾ دڪان ڪيائين. 1967ع ۾ کوکرا پار ۾ حاجي عبدالرحيم ۽ ڪمپني جي دڪان تي نوڪري ڪيائين. 1969ع ۾ اتي ٻن پائيوارن سان گڏ پنهنجو دڪان ڪيائين پر 1971ع واري جنگ ۾ جڏهن کوکرو پار تي قبضو ٿيو ته تڏهن 78- موري جمڙائو تي لڏي آيو. 1973ع کان 1979ع تائين وري کوکرا پار ۾ حاجي عبدالرحيم ڪمپني سان دڪان ۾ پائيواري ڪيائين ۽ پڻ ڪينر ۽ گروڙو تائين گاڏي هلائڻ ۾

پائيواري ڪيائين. 1979ع ۾ محمد رحيم راموي سان گڏ ڪينر ۾ دڪان ڪيائين. 1979ع ۾ عمرڪوٽ آيو جتي دڪانداري ۽ ٽرانسپورٽ ۾ حاجي عبدالرحيم ڪمپني سان پائيوار رهيو. 1994ع ۾ آخر پنهنجو دڪان ۽ ٽرانسپورٽ جو ڪم شروع ڪيائين.

* عمرڪوٽ ۾ اچڻ کان پوءِ حاجي صاحب جي ڌيان ۽ ڌنڌي جو ڪامياب دور شروع ٿيو، پر مٿئين تفصيل مان اندازو ٿي سگهي ٿو ته زندگيءَ جي ڪشمڪش ۾ هو ڪيترن لاهن چاڙهن مان لنگهيو. هاڻي عمرڪوٽ ۾ اچڻ بعد سندس سچو توجهه ٽرانسپورٽ طرف ٿيو. 1980ع کان 1986ع تائين ڪمپني سان ۽ پوءِ حاجي مئين شاهه سان ٽرانسپورٽ ۾ پائيواري ڪيائين. ٽرانسپورٽ جو انتظام ۽ گاڏين جي سنڀال سندس حوالي رهي. سندس نگراني هيٺ گاڏين لاءِ ورڪشاپ قائم ٿي. اها ساڳئي وقت اوطاق به هئي ۽ يار دوست جيڪي تو ڏانهن ايندا ويندا هئا، سي اتي مهمان ٿيندا هئا. آءٌ ان وقت اسلام آباد ۾ نيشنل هجره ڪائونسل جو صلاحڪار هوس پر هر موڪل واري موقعي تي سنڌ جي ڪنهن نه ڪنهن پاڳي کي ڏسڻ ايندو هئس. به ٽي پيرا ٿر وڃڻ ٿيو ته پهريائين عمرڪوٽ ۾ حاجي صاحب سان ورڪشاپ- اوطاق تي ملڻ، سندس مهمان ٿيڻ ۽ ان سان گڏ ٿر جي واري ۽ پٽن ۾ ڪاميابيءَ سان گاڏين هلائڻ بابت سندس رٿن ۽ ارادن مان واقفيت حاصل ٿي.

ڪئين حاجي صاحب پيٽرول واريون پراڻيون گاڏيون ڊيزل تي بدلايون ۽ ڪاميابيءَ سان هلايون ۽ سڄو ٿر اڄ وڃ لاءِ ڪلي ويو. تنهن جو تفصيل هيٺينءَ طرح آهي. اهي گاڏيون پوءِ ڪيڪڙا جي نالي سان مشهور ٿي ويون.

ڪولنگ سسٽم ڪي وڌائڻ:

ٿر جي واري ۾ وڏين شاهي پٽن ۾ ملٽري وارين پراڻين پيٽرول تي هلندڙ گاڏين کي ڊيزل تي تبديل ڪري هلايو ٿي ويو پر ڊيزل واري گاڏي به گرم ٿي ويندي هئي ۽ بيهي رهندي هئي. ڪجهه وقت ڪان پوءِ ان جي انجڻ به ختم ٿي ويندي هئي. حاجي صاحب پهريون قدم اهو کنيو، جو گاڏيءَ جي ’ڪولنگ سسٽم‘ کي وڌايو. ان لاءِ (1) هڪ ته ريڊيئيٽر جي سائيز کي وڌائي وڏو ڪيو (2) ٻيو ته ان ۾ پاڻي وارين نالين جي تعداد کي ٻيڻو ڪيو ته انجڻ مان ايندڙ گرم پاڻي کي جلدي ٿڌو ڪن (3) ٽين خاص ايجاد اها ڪئي، جو پاڻي جو ڊرم گاڏي جي ڇت تي رکيو ويو. جنهن مان هڪ پائيپ ڊرائيور تائين آندو ويو، جتي ان ۾ وال رکيو ويو. اسان اهو پائيپ ريڊيئيٽر جي ٻاهران انجڻ جي سامهون آندو ويو ۽ هڪ ڦوهارو لڳايو ويو. هاڻي جنهن وقت گاڏي جي گرميءَ جو ڪانٽو خطري جي ليول تائين ٿي ويو ته ڊرائيور وال کولي ٿي ڇڏيو ۽ ريڊيئيٽر تي پاڻي ڦوهاري سان لڳي. نالين واري پاڻي کي ٿڌو ٿي ڪيو. جنهن انجڻ کي ٿڌو ڪري ٿي ڇڏيو. مٿي ڊرم ۾ پاڻي ايترو رکيو ويو جو ذري

ڦوهاري هٿڻ جي باوجود گاڏي منزل تائين پهچي ٿي ويئي. (4) چوٿون ته اڳ ريڊيئيٽر ۾ ٿر جي کوهن جو کارو پاڻي استعمال ٿي ٿيو، جيڪو جڏهن ريڊيئيٽر جي نالين مان لنگهندو هو ته نالين جي اندرين ديوارين ۾ لوڻ جمع ٿيڻ ڪري، نالين کي سوڙهو ڪري ڇڏيندو هو ۽ نالين مان پاڻي گهٽجي ويندو هو. جنهن جي ڪري گاڏي گرم ٿي ويندي هئي. حاجي صاحب ڪاري بدران مٺو پاڻي استعمال ڪرايو، جنهن سان ناليون کُليل رهيون.

## گاڏيءَ جي گيئر سسٽم ۾ تبديلي:

ڪمپني جي ٺهيل گاڏيءَ ۾ 6x6 گيئر (جنهن سان ڇهه ئي ڦيٿا ڦرن ۽ زور لڳائن) صرف آڏو اڳتي وڌڻ واري پهرئين گيئر سان ۽ پوئتي هٽڻ واري سان آٽوميٽڪ خود بخود لڳي ويندو هو، پر ٻئي، ٽئين ۽ چوٿين گيئر ۾ اهو نه لڳندو هو ۽ گاڏيءَ جا صرف پويان چار ڦيٿا ڦرندا هئا، جنهن سان گاڏي کي وزن سميت مٿي پٽن تي چاڙهي نه سگهبو هو. شروع شروع ۾ حاجي صاحب 6x6 گيئر کي جدا ڪيو ۽ ان ۾ اها تبديلي آندي، جو ان کي هر گيئر سان گڏ هٽي سگهجي. ان لاءِ ڊرائيور سان گڏ هڪ ٻيو ماڻهو وهاريائون، جيڪو ليور ڇڪي، ضرورت وقت گيئر هٽي ۽ ڪڍي پر ڪنهن وقت ’رش‘ جي ڪري يا بي خياليءَ جي ڪري اهو گيئر وقت تي هٽي نه سگهندو هو ۽ گاڏي ڦاسي پوندي هئي. انهي مسئلي کي ائين حل ڪيو ويو جو ’ليور‘ جي جاءِ تي انجڻ جي طاقت مان ’ايئرپريشر سسٽم سان 6x6 گيئر

جو ڪنٽرول ڊرائيور کي ڏنو ويو. جيڪو ضرورت وقت ’بٽڻ‘ دٻائڻ سان گيئر هٽي سگهي، اهو سسٽم اڃا تائين ڪاميابيءَ سان ڪم ڪري رهيو آهي.

گاڏيءَ ۾ گهڻي بار کڻڻ جي گنجائش:

ڪمپني جي گاڏي اڍائي ٽن وزن کڻڻ لاءِ نااهل هئي. ٽر جي وڏن فاصلن تي وڌيڪ وزن وارا بار پهچائڻ لاءِ حاجي صاحب گاڏي کي وڌيڪ مضبوط بنائڻ تي سوچيو ته جيئن وڌيڪ بار کڻي. ان لاءِ هيٺيون تبديليون آنديون ويون: (1) چيسز/ چيچز جي گاڏڙن کي اندارن ٻاهران لوهه جون ٿلهيون پٽيون هڻي، ان جي مضبوطيءَ کي وڌايو ويو. (2) ڪمپنيءَ کان آيل گاڏين ۾ هرهڪ پاسي فقط ڏهه ڪمانيون لڳل هيون. حاجي صاحب جن اهي هر پاسي وڌائي ٻاويهه ڪيون. تعداد وڌائڻ سان گڏوگڏ ڪمانين جي ٿولهه کي پڻ وڌايو ويو. انهن کان سواءِ به ٻيون ننڍيون ننڍيون تبديليون ڪري گاڏيءَ ۾ وزن کڻڻ جي صلاحيت ٻارهن ٽنن تائين وڌائي ويئي.

* پيٽرول تي هلندڙ ملٽري جون رد ڪيل گاڏيون راولپنڊيءَ ۾ گو لڙهه واري ڊيپو مان خريد ڪرڻ لاءِ حاجي صاحب 1986ع ۾ راولپنڊي آيو ته اتي مهرباني ڪري مون سان مليو، ٻڌايائين ته ملٽري واريون پراڻيون گاڏيون سهوليت سان اسان کي وڪڻي ڏيڻ بدران وڍي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ’تاڪسيلا‘ ۾ اسٽيل مل کي ڏين ٿا، جنهن مان قومي نقصان ٿئي ٿو. هن صدر ضياء

الحق سان ملڻ ٿي گهريو ۽ اتان ڪيس G.H.Q ۾ ’ڪوارٽر ماسٽر جنرل‘ لاءِ چيائون. حاجي صاحب ساڻس مليو ۽ اها ڳالهه سمجهايائين ته پيٽرول واريون پراڻيون گاڏيون ڊيزل تي آڻي ضروري تبديل ڪري ٿر ۾ ڪاميابيءَ سان هلائي سگهجن ٿيون. شاهديءَ طور پنهنجي ڪمپني جي ڪامياب تجربي جي ڳالهه ڪيائين. ملٽري وارن جانچ ڪري تصديق ڪئي ۽ ان کان پوءِ پراڻين گاڏين کي وڏي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ واري پاليسي تبديل ٿي. غور طلب ڳالهه اها آهي ته ٿر جي ننڍڙي ڳوٺ جو حاجي سراج الدين وڏي حوصلي سان ’ڪوارٽر ماسٽر جنرل‘ سان وڃي مليو ۽ کيس قومي بچت جي ڳالهه سمجهايائين.

* پوءِ ملٽري وارن حاجي صاحب جي ڏسيل طريقي موجب پاڻ گاڏي ٺاهي ۽ ان جو نالو ’شهزور‘ رکيائون. ان گاڏي جي هلائڻ لاءِ افتتاح ٿيو ۽ حاجي صاحب کي سڏيائون. حاجي صاحب پنهنجي ٺاهيل گاڏيءَ ۾ اتي پهتو. وڏو ميجر صاحب ۽ ملٽري وارا به آيا. جڳهه مقرر ڪيائون ۽ شهزور کي ملٽري وارن جي پنهنجي ڊرائيور هلايو ۽ اها پٽ تي چڙهي ته ڦاسي پيئي. حاجي صاحب چيو ته اوهان جي ڊرائيور کي گاڏي هلائڻ نٿي اچي. پوءِ پنهنجو ڊرائيور وهاريائين ته گاڏي پٽ تي چڙهي ويئي. تڏهن قبول ڪيائون ته گاڏي ۾ نقص ڪونهي، پر ڊرائيور کي تجربي جي ضرورت آهي. ٻئي پيري ’شهزور‘ ۾ ملٽري جو تجربيڪار ڊرائيور

وهاريائون ۽ حاجي صاحب پاڻ پنهنجي گاڏي هلائي. مقرر ٿيل منزل تي وري به حاجي صاحب جي گاڏي ٿي منٽ اڳ پهتي.
* ٿر ۾ گاڏين کي ڪاميابيءَ سان هلائڻ لاءِ حاجي صاحب پڪن رستن ٺاهڻ تي سوچيو. اهو تڏهن، جڏهن 1994ع ۾ ڪيس عمرڪوٽ کان ڪانٽي تائين رستي ٺاهڻ جو ٺيڪو مليو. ان کان اڳ نئين ڪوٽ کان مٺي تائين، هڪ قسم جو پڪو رستو، واريءَ سان پندرهن سيڪڙو ڏامر ملائي ٺاهيو ويو هو پر اهو رستو هيٺان هيٺ مٺي واري سطح سببان هيٺ مٺي هو ۽ چڻ تڏي وانگر وڇايل هو. حاجي صاحب پهريائين رستي جي هيٺان زمين واري سطح کي سنئون سڌو رکڻ تي سوچيو، ان لاءِ راولپنڊيءَ مان ايگريڪلچر وارا پيٽرول تي هلندڙ ناڪاره بلڊوزر عمرڪوٽ آندا ۽ انهن ۾ بيڊفورڊ جون انجيڻون وجهي. سڄو سسٽم بدلائي ڊيزل تي هلايو. پهريائين بلڊوزن سان زمين جي هيٺين فرش کي سنئون سڌو ڪيو ويو. ٻيو هڪ نئون ڪم اهو ڪيو ويو، جو ٿر جي هڪ خاص مٽي رائو يا رائلو، تنهن کي هيٺئين زمين جي مٿان وڇايو ويو ۽ ان جي مٿان پٿر وجهي مٿان ڏامر ۽ سيمنٽ جو پٿو ڏنو ويو. اهو نئين قسم جو رستو سڌو سنئون ۽ پٿر جهڙو پڪو ٿي ويو. عمرڪوٽ کان ڪانٽي تائين ۽ اڳتي ڇاڇري ۽ مٺيءَ تائين حاجي صاحب جو ٺاهيل اهو نئون رستو مثالي آهي. ملٽري طرفان پڻ ان کي اول نمبر ۾ پاس ڪيو ويو آهي.

# رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ڇهون)

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي هن ڪتاب جو ڇهون جلد 158 صفحن تي مشتمل آهي. جيڪو مهراڻ اڪيڊمي واڳڻو در شڪارپور مان ڇپائي پڌرو ڪيو آهي.

هيءُ جلد پبلشر جي راءِ، پنهنجي پاران، فاضل مصنف جي مهاڳ کان علاوه هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

* تاريخ
* سورهيه صبغت الله شاهه جي شخصيت
* وياسي وينجهار
* سنڌ ۾ تصوف جي تاريخ
* سنڌي ميان مظفر فقير صوفي
* ظرافت خوش طبعي
* گلڻ مستوئي جي مينهن جا پار
* شيخ عبدالمجيد سنڌي جو نندپڻ
* مخدوم عبدالله نربي وارو ۽ ٺٽي جا عالم
* نوح هوٿياڻي
* مشائخ هوٿي
* مخدوم ساند يا سعد
* مهياڻي ميان، مدرسو ۽ ڪتب خانو
* شاهه يقيق بخاري

* ميون عثمان عباسي
* حرن جي انگريزن جي حڪومت سان جنگ
* معجون شاهه عبداللطيف
* سنڌ جا بورچي ۽ طعامن ٺاهڻ ۾ سندن مهارت
* ڳوٺن ماڳن مڪانن جي نالن ۾ سڃاڻپ واريون پڇاڙيون
* جنن جي جانچ
* سنڌ جا نسب ناما ۽ قبيلا
- لکي جا لڪياري سادات
- پالاري
- گبول
- ڪاڇي جا لغاري
- آريسر
- درس
* ڪڇهري ڪارو
هن ڀاڱي ۾ سنڌ جا بورچي ۽ طعامن ٺاهڻ ۾ سندن مهارت بابت ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي تحرير کي اول جاءِ ڏجي ٿي. ڊاڪٽر صاحب فرمائي ٿو:
سنڌ ۾ گهمندي ڦرندي ٿن جاين تي مون اهڙيون رڌل پڪل شيون کاڌيون، جو حيران ٿي ويس ته سنڌ ۾ اجا تائين ڪيترائي رڌپچاءَ جا نمونا ڳوٺن ۾ به موجود آهن. جيتوڻيڪ رڌڻ وارا گمناميءَ جي گوشي ۾ آهن.

هڪ ڀيري بدين ڪان الهندي طرف ساداتن وٽ سانجهيءَ ڌاري پهتاسون، جيڪي غوث طريقي جا هئا. مون ان وقت جهنگ جهر ۾ ڪچهريون ڪري ڪجهه سکڻ ٿي چاهيو ۽ منهنجو سچڻ پير شهاب غوث حيدرآباد مان مون کي اتي وٺي هليو، ماني آئي ته ان ۾ سائي ڀاڄي به هئي. حالانڪ اتي ڀاڄي ملڻ مشڪل هئي. مون ڀاڄيءَ مان گراهه کنيو ته ان جي رس ۽ ذائقي جي لذت ٻئي سڀ طعام کان بي نياز ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن صبوح جو روانگيءَ کان اڳ مون پڇيو ته بورچي ٻڌايو ته تازو پوکيل تورئي جا ننڍا سلا هئا، تن جا پن پٽي ڀاڄي ٺاهيم. ظاهر آهي ته سارو ڪمال بورچيءَ جي ڪاريگريءَ ۾ هو. هڪ ڀيري پير جهنڊي درگاهه جي سجاده نشين جناب وهب الله شاهه مرحوم جي دعوت تي ساڻن رهاڻ ٿي. ماني آئي ته سائي ڀاڄي سامهون هئي. مون هڪ دفعو ۽ وري ٻيو دفعو کنئي ته سائين مرحوم مُرڪيو. مون پڇيو ته ڇاجي ڀاڄي آهي. چيائين ته اوهان جي آڏو انهي لاءِ رکي ويئي ته سڃاڻو ته ڪهڙي ڀاڄي آهي. ڀاڄيءَ ۾ اهڙي ته شيري هئي، جو ٻي ڪنهن به ڀاڄيءَ سان ان کي ڀيٽڻ مشڪل هو. آخر پڇڻ تي پير صاحب چيو ته هڪ دعوت تي اها ساڳي ڀاڄي منهنجي اڳيان رکيائون ۽ آءٌ سڃاڻي نه سگهيس. پڇا تي ٻڌايائون ته اها ڀاڄي جِهل جي ٻوڙي جي پتن جي آهي. ٺيون تجربو ميرپور ماٿيلي تعلقي ۾ مرحوم جيوڻ خان پتافيءَ جي دعوت ۽ ڪچهري تي

ٿيو. ماني تي پاڇي آئي ۽ اها اهڙي لذيذ هئي، جو پروارن به واهه واهه ڪئي. پڇڻ تي ٻڌايائون ته ريٽي جي ڪرڙن جي پُسي آهي. انهن مثالن مان معلوم ٿيو ته سادي شيء کي به ڪاهي رڌڻ سان بيحد لذيذ بنائي سگهجي ٿو.

هاڻي ڪجهه وڏن طعامن جي ڳالهه ته خيرپور ۾ انجنيئر محترم عبدالڪريم شر وٽ دعوت هئي. پڪل گوشت آيو، جنهن ۾ هڪ ته شيري ۽ لذت ۽ ٻيو ايترو ته نرم جو چٻاڙڻ جي ضرورت نه پوي. پڇا تي معلوم ٿيو ته بورچي اتي جو هڪ ڳوٺاڻو هو، جيڪو پوءِ ڪراچي هليو ويو ۽ اجا تائين اتي هوندو، نرم ڳريل گوشت ۽ ساڳئي وقت لذيذ، اهو تجربو ان کان اڳ (1959-58ع) ڪنڌڪوٽ سندلي واري سجي جو هو، جيڪا اتي (فلاڻو) حوالدار يا نائڪ تيار ڪندو هو. اهڙيءَ طرح سنڌ ۾ جدا جدا جاين جا خاص طعام سادا توڙي سٺيا، اتي جي رڌ پچاء وارن جي ڪاريگريءَ جو مثال آهن. هڪ پيري ڪنڊياري تعلقي ۾، شاهه نواز خان خشڪ وٽ دعوت ۽ ڪچهري هئي. وڏي ڪشادي دسترخواني تي هڪ شيء عجيب ڏسڻ ۾ آئي، يعني بادامن جي ماني! بادامن جي اٽي ۾ ايترو ليس ڪونهي، پوءِ بنا پچڻ پرڻ جي ڪيئن ٿي ماني پچي! اڳ ٻڌاندا هئاسون.

ميرن جا بورچي پچائيندا هئا. هت معلوم ٿيو ته بادامن جي ماني جي اها سوغات خاص طرح هالاڻي جي ساداتن جي حويلين

جي آهي. ڳوٺن کان سواءِ وڏن تاريخي شهرن جهڙوڪ: ٺٽي، سيوهڻ، روهڙي، شڪارپور ۾ اتي جي بورچين خاص خاص طعام ٺاهيا. خصوصاً مٺاين ۽ حلون جا قسم جن مان ڪي باقي وڃي بچيا آهن.

سنڌ جا بورچي تاريخي طور تي مشهور رهيا آهن. 3 صدي هجري (10-9 عيسوي) جي بغداد ۾ سنڌ جي بورچين جو ذڪر اچي ٿو. سنڌ مان ليمائي پلاءِ عراق ۾ مشهور ٿيو. سنڌ ۾ مهلبي قبيلي جي گورنرن ۽ ٻين سنڌ جا پلاءَ عراق ۾ رائج ڪيا، جن ڪي مهلبي جي نالي سان سڏيو ويو.

سنڌ جي مشهور معياري طعام جو اصطلاحي نالو 'ٻوڙ پلاءُ' آهي. هي هڪ جامع نالو آهي، جنهن ۾ ٻوڙ جا سڀ قسم ۽ پُلاءُ جا سڀ قسم شامل آهن. پلاءَ جي نالي ۾ به سڀ اوچا اعليٰ طعام شامل آهن. شاهه صاحب مارئي جي زباني چيو آهي.

”پُلاءُ نه پاڙين، عمر آ رهاڙيءَ سين.“

سنڌي پُلاءُ خاص سڃاڻپ وارو نالو آهي. 'سنڌي پُلاءُ' هيڪار ۽ وڏي لذت ۽ شيري آهي، اڳاٿو ڪنهن سچڻ سمجهايو ته:

”سڳداسي چانور، سنڌي پلاءَ چئي ڪڏي بس ڪر“!

پوئين ويجهي تاريخي دور ۾، ميرن صاحبن جا بورچي مشهور ٿيا، جو ميرن هنن کي دل کولي نوازيو. ان دور ۾ بورچين جو مان وڌيو ۽ چلامان ٿي ويو، جو هر خاندان بورچي رکيا ۽ اهي اتي مشهور ٿيا. حيدرآباد جي ميرن جا ٻه بورچي مشهور ٿيا

هئا. جن جون ڳالهيون پوءِ به مشهور رهيون. سنڌ يونيورسٽي جو استاد ڊاڪٽر مير نور محمد خان مهربان هو ۽ هڪ ڀيري ٽنڊي مير غلام حسين ۾، ميراڻي شاهي بنگلي تي دعوت ڪيائين. اتي جيڪي طعام آيا، خاص طرح سفيدا ۽ قسمين حلوا، تن مان معلوم ٿيو ته وٽن قابل بورچي آهن پر مير نور محمد خان مرحوم چيو اڳيان وڏا بورچي باقي نه رهيا آهن ۽ هاڻي وارا ڪجهه پوءِ سکيا آهن.

خيرپور جي ميرن جي بورچين جي پڇا ڪندي، 4 نومبر 1997ع تي ڪوٽڏجي ۾ بورچي محمد بخش شيخ سان ملڻ ٿيو. جنهن ٻڌايو ته هت ميرن صاحبن وٽ هر طعام جو جدا بورچي هوندو هو. جيڪو ان طعام ٺاهڻ ۾ ماهر هوندو هو. چيائين ته منهنجن استادن ۽ سندن ساٿيارين مان هت هيٺيان بورچي مشهور هئا.

- قادن ابڙو اڳ جو وڏو بورچي هو.

- غلام نبي عرف گل محمد خاصخيلي قادن جو شاگرد، مير علي نواز خان جو وڏو بورچي هو. قورمي ٺاهڻ جو وڏو ڪاريگر هو. ٻارهن قسمن جا قورما ٺاهيندو هو ۽ هرهڪ جي لذت جدا. اها واٽ ڪنهن کي ڪونه ڏنائين. گل محمد سنه 1984ع ۾ وفات ڪئي.

- مولا بخش ذات جو پريو، گل محمد جو شاگرد برياني ۾ قابل هو.

- محمد بچل خاصخيلي، گل محمد جو شاگرد زردي ٺاهڻ ۾ قابل هو.
- گل محمد پنهور، محمد بچل جو شاگرد پيٺي جي حلوي ٺاهڻ ۾ مشهور هو.
- امير بخش مينو، مير علي ڏني خان جو مشهور بورچي ٿيو.
معلوم ٿيو ته 1973ع ۾ جڏهن وزير اعظم ڀٽي مرحوم لاهور ۾ دنيا جي مسلمان ملڪن جي ڪانفرنس ڪوٺائي هئي، تڏهن اتي ميزباني لاءِ سنڌ مان چار چونڊ بورچي ويا هئا.
1. غلام نبي عرف گل محمد خاصخيلي خيرپور جو
2. سڪيو سولنگي هالاڻي جو
3. غلام حيدر شاهه خيرپور جو
4. محرم نالي، روهڙيءَ مان ميان قوي وارن جو بورچي.
مون ڪوشش ڪئي ته انهن سان ملان، پر فقط غلام حيدر شاهه ۽ سڪيي سان رهاڻ ٿي سگهي.

**بورچي سڪيو سولنگي هالاڻي جو:**
4 آڪٽوبر 1998ع تي سڪيي سان هالاڻي ۾ رهاڻ ٿي، سڪيو پٽ مراد پٽ الهڏنو، عمر ستهٺ سال، بورچي جي ڪاريگري ۽ ڄاڻ بابت چيائين ته: ماڻهو سڄاڻ هوندو ته سڪڻ سان سکي ويندو. ۽ طعام تيار ڪري ويندو پر طعام ۾ لذت ۽ شيري ڪيئن پيدا ٿئي، اها رب جي ذات آهي. هٿ هٿ جو ڦير آهي. بورچي

پاڻ صاف رهي ۽ بسم الله چئي ڪم شروع ڪري ۽ هر طعام ٺاهڻ بسم الله زبان تي هجيس. چيائين ته: بورچي جي ڪاريگري جو هڪ انصاف اهو آهي، جو طعام لوڻ ۾ پورو بيهاري (ڪچهريءَ ۾ سپني يڪراءِ ٿي چيو ته: سڪيو بسم الله ڪري لوڻ وجهندو ته پهرئين ئي وزن ۾ پورو بيهندو).
سڪيي جي خاص مهارت، ثابت ٻڪر، ثابت ڪڪڙ، ثابت تتر جي شِيخ ۽ سجي. چيائين ته سجي ۾ رڳو لوڻ باقي شيخ ۾ پورو مصالحو (دالچيني، ننڊيو ڦوٽو، ڪمال پٽ، ڪارا مرچ ۽ پلاء جيري) پوندو.
لاهور ۾ سڪيي ٺي طعام ٺاهيا- اڇو ٻوڙ، ڪڪڙ جي قيمي جي شيخ ۽ ثابت ٻڪر جي شيخ، هالاڻي بادام جي ماني ڪان مشهور آهي ۽ سڪيو بادام جي ماني ۽ حلوا ٺاهي. منهنجي چوڻ تي ٻنهي جي واٽ هن طرح ڏسيائين.
- بادام جي ماني: بادام گرم ڪري ڪلون لاهي پيسبا.
ڪنڊ به جنڊ ۾ پيسبي. هڪ پاء بادام، هڪ پاء ڪنڊ، ننڍا ڦوٽا، هڪ پاء نج گيهه ملائي، جوئر جي ماني وانگر پيڙو ٺاهجي. ٿالهه جي تري کي گيهه مکي، مٿان اڇو پنو ڏيئي، ٻيو ٿالهه مٿان ڏيئي ڍڪجي، ان جي مٿان ٽانڊا رکبا، جن جي سيڪ تي ماني پچندي.
حلوا: پيٺي، گجر، پٽاٽن، بيضن، ٻڪر جي گوشت، ڪڪڙ جي گوشت ۽ مڇيءَ جا جدا جدا ٺهندا. مڇيءَ جي حلوي جي

هيءَ واٽ ته ڪرڙو مڇي ٻاري، ڪنبا ڪٽي ڪير ۾ رڌبو. پوءِ لاهي نپوڙي رکبو. ديگڙي ۾ گلاب جو پاڻي ۽ ننڍا ڦوٽا ڏيئي ان ۾ وجهبو ۽ ٻه ٽي اٻارا ڏيئي لاهي وري نپوڙبو. پوءِ ڦوٽن جون کلون ڪڍي، پاءِ ڏيڍ گيهه (هڪ ڪلو مڇيءَ لاءِ) ۽ ڦوٽي جي داغ ۾ پچبو. پوءِ گلاب جو پاڻي ڏيئي. زعفران گھوٽي وجهبي ۽ ڪنڊ به گھوٽي وجهبي. پوءِ هلڪي باهه تي هلائي سڪائبو. ان وقت ٿورو سائو رنگ ڏبو، بش ڪمپني جا رنگ بهتر آهن.

بورچي محمد بخش شيخ ڪوٽڏجيءَ جو:

محمد بخش شيخ عمر 67 سال. 4 نومبر 1997ع ڪوٽڏجيءَ ۾ ساڻس رهاڻ ٿي. محمد بخش جي مهارت برياني پچائڻ. چيائين ته برياني ٻه قسم آهي. هڪ پسا ٻي باٺو. پسا ۾ ٻوڙ جدا پچندو ۽ چانور جدا پسائيندا يعني ته پاڻي هاري ڇڏبو. باٺو ۾ گوشت چاڙهي ٻاري پوءِ چانورن جي مقدار ۾ پاڻي وجهبو. پاڻي اپرندو ته چانور وجهبا.

حلوا: سوجي، پپنو، ڪدو، موري، لاهوري گجر، سنڌي گجر، پٽاٽو، مڇي، ڪڪڙ ۽ گوشت انهن جا جدا جدا حلوا ٿيندا.

بصر ۽ ٿوم جي ڪيرٽي، محمد بخش ٿوم جي ڪيرٽي جي واٽ هن طرح ٻڌائي: ٿوم جون ڳڙيون پاڻي ۾ ٺهڪائي ٻاربيون، پوءِ پاڻي ۾ ڌوئبيون ۽ پوءِ ڪٽبيون. پوءِ ڪير ۾ اوٻاربيون. ڪير وزن

۾ پنجوڙو هجي، پوءِ ڪنب ڦوٽا ۽ ڏيڍ ڪلو مائو ان وقت ڪير ۾ وجهبا. پوءِ سڄو مال ڪپڙي ۾ ڇاڻبو ته ٿيندي ٿوم جي ڪيرٽي.
بورچي غلام حيدر شاهه خيرپور ميرس جو:
غلام حيدر شاهه عمر 45 سال سان شهر خيرپور ۾ 4 نومبر 1997ع تي ڪچهري ٿي. چيائين ته طعام ۾ شيري جو مدار بدن جي صفائي ۽ اخلاق تي آهي. استادن جو چوڻ ته بورچي اخلاق پلو رکي. ڪوڙ نه هڻي ۽ چوري بي ايماني نه ڪري. ڪم بسم الله سان شروع ٿي هلي. جيسين تائين پورو ٿئي. ان سان برڪت پوندي ۽ طعام ۾ شيري ٿيندي. چيائين ته ماهر بورچي اهو جو لوڻ نه چکي، لوڻ وجهي ته پورو بيهي وڃي.
قورمو: غلام حيدر شاهه قورمو سنُو پچائي، جنهن جو خاص مصالحو اڇو جيرو، ننڍو ڦوٽو، ڪارا مرچ.
قورمو گيهه ۾ پچي، ان ۾ پاڻي نه پوي پوءِ اٺ ڏينهن رکيو هوندو ته به خراب نه ٿيندو. پر اس مٿان اچي وڃي.
روسٽ: ٽي قسم، اڇو پنو، هيڊ پنو ۽ ڪريم قورمو. (رنگ ڪريم جهڙو)
ديگ قورمو: اڌ مڻ گوشت ۾ ڏيڍ آنو لوڻ پوندو ۽ مرچ ڳاڙها اڌ پاءِ، ديگ تيار. ڍڪ لاهبو ته ٻاڦ جي خوشبوءِ مان بورچي کي خبر پوندي ته لوڻ مصالحو پورو يا گهٽ وڌ!
شامي ڪباب: هڪ ڪلو قيمو هڪ پاءِ دال، پاءَ ٽماٽا به ڳڙيون ٿوم، ساوا مرچ پنج داڻا مصالحو ساڳيو. قورمي واري

ٽڪي جي وچ ۾ ڦودنو، ساوا مرچ، ادرڪ، بصر جي ڪاتر ڏيئي پوءِ پُڙ ورائي بيضي ۾ ٻوڙي تربو.
شِيخ: گوشت کي سرڪو ۽ لوڻ ڏيئي اڌ ڪلاڪ رکبو. پوءِ شيخ کي ٽڏي باهه تي ٿورو رکي لاهي، چوڪي، ڪيڙي ۾ ويڙهي زور ڏبو ته جيئن رس ڪچ نڪري وڃي. پوءِ ڏهي ڏيئي (ته جيئن گوشت نرم ٿئي) هلڪي باهه تي ڏهي کي سڪائجي. ٿاهيل مصالحو جدا ٺاهي رکبو. دالچيني، وڏو ڦودنو، وڏا ڦوٽا، ڪارا مرچ، جائتري، ننڍا ڦوٽا، اڇو جيرو، سپ ملائي ڪٽي پروڻ ڇاڻ يا ڪپڙي ڇاڻ ڪري رکبا. پوءِ شيخ کي اهو مصالحو ڏيئي مهمانن آڏو رکبو.
پلاءُ: ٻه قسم، هڪ گوشت ۽ ڇانور گڏ ۽ ٻيو (جيئن مير صاحب پسند ڪندا هئا) ٻوڙ جدا ڪري ڇانور اوٻاري (يا پسا ڪري) مٿان ٻوڙ جا ٻه يا ٽي تهه ڪبا.
ڪارڪن جو حلوو: هڪ ڪلو ڪارڪ، پاءُ ڇڻن جي دال، جنهن کي باهه تي کير ۾ ڳاربو. پوءِ دال ۽ ڪارڪون ملائي گهوٽبا. پاءُ نج گيهه ۾ ڪُٽيل ڦوٽن سان داغ ڪري، گهوٽيل ڪارڪون پچبيون، ائين جو گيهه سچو خشڪ ٿي وڃي، وچ ۾ پستن ۽ بادامن جو ٻرڪو ۽ تهه مٿان تهه ڪري پليٽ ۾ رکبو.
ٿوم جو حلوو: هڪ ڪلو ٿوم ۽ اڌ پاءُ ٽاٽي (ڳوڙهن واري) ٽاٽي ٽي حصا ڪري، هڪ حصو ۽ ٿوم پاڻي ۾ ڪاڙهبا. وري ٽاٽي جو باقي حصو وجهي ٽيون پيرو ڪاڙهبا. ائين ٿوم جي

هَوَڙ مري ويندي. اصل ڪاريگري اهائي آهي. پوءِ صوف ٻه ڏاڻا، انهن جي ڳر کي ٿوم سان ملائي گهوٽيو ۽ هڪ پاء نج گيهه سان ملائي. هلڪي باهه تي پچي گيهه ڪڍائيو. پوءِ پستن بادامن جو پورو ڏيئي پليٽ ۾ رکيو.
بادام جي ماني: ان لاءِ غلام حيدر شاهه چيو ته ميرن جا وڏا بورچي هڪ ڪلو بادام ۽ اڌ پاء ميدو ملائي کير ۾ پچائيندا هئا.
وڏا ڪاڄ:
وڏن ڪاڄن جا وڏا ڇاٽو راڌارا سنڌ ۾ گهڻين جاين تي موجود آهن. ڳوٺن ۾ اڪثر حجام ڪاريگر ڪاڄ رڌيندا هئا ۽ اجا تائين ائين آهي. مثلاً ڀريا شهر ۾ شمس پٽ عبدالحڪيم حجام نوجوان آهي، جيڪو وڏي ڪاڄ جو ڪم ڪري ٿو. ٿٽي ۾ هڪ عباسي بورچي مشهور آهي ۽ وڏا ڪاڄ سنڀالي ٿو. ستن اٺن ڪم ڪندڙن جو عملو پاڻ سان ڪٺي ۽ سير ڪان وٺي پچاڙيءَ تائين سڄو ڪم سندس نظرداريءَ هيٺ ٿئي. هن موضوع بابت وڌيڪ پڇا هلندڙ آهي.

## مڇي:

سنڌ ۾ مڇي گهڻي هئي. جنهن ڪري مڇيءَ کي رڌڻ ۽ ٺاهڻ وارا ڪاريگر پيدا ٿيا. پلي کي جدا جدا نمونن سان پچايائون جن مان هڪ نمونو، جيڪو درياء جي ڪنڌيءَ سان سيوهڻ طرف مشهور هو، سو هو پلي کي گرم ڪيريءَ ۾ پچائڻ. جنهن

۾ رس سڪي ويندو هو. ۽ اهو سڪل پچايل پلو ڏينهن يا ڏينهن رڪي سگهبو هو. هڪ ڀيري سيوهڻ جي سائين مرحوم موٿيل شاهه مون تي پيار ڀري مهر ڪئي ۽ ڪيريءَ ۾ پڪل سڄو پلو ڏياري موڪليائين. مڇيءَ بابت معلوم ٿيو ته مڇي جيتري تازي اوتري لذيذ. آڳاٽو هڪ سڄڻ ٻڌايو ته هو درياء واري بيڙيءَ ۾ هو، جو پاڻي مان ڪڍيل جيئري مڇي مائي وڍي ٽڪي چاڙهي، جنهن ۾ فقط لوڻ پيل هو. پر اها ايتري ته لذيذ هئي، جو ڀوءِ هن جتي ڪٿي اها ڳالهه پئي ڪئي. سمنڊ جي مڇي درياء کان گهٽي آهي ۽ ڪي جنسون (ڍانگري، پٿون وغيره) ايتريون ئي لذيذ آهن، جيتريون درياء جون. ڪراچي جا ملاح ڪاري جي مڇي رڌڻ ٺاهڻ ۾ ماهر آهن. سنه 1950ع ۾ اهو تجربو ٿيو. جڏهن آءٌ سنڌي لغات لاءِ سمنڊ جي مڇين جي نالن جي سڃاڻپ ۾ مشغول هوس. سن ۾ محترم جي-ايم-سيد جي سهاري ڪم ڪري رهيو هوس. سمنڊ جي مڇين جي سڃاڻپ لاءِ سندس سفارش سان ۽ مولانا محمد صادق کڏي واري مدرسي جي مهربانيءَ سان ملاحن مڇيءَ جي وڏي دعوت ڪئي. جنهن ۾ ٽيهه جنسون رڌيون پچايون ويون. جنهن ۾ هڪ انچ واري ننڍڙي مڇيءَ کان وٺي ٽن فوٽن وارا منگرا شامل هئا. ٻوڙ، پڪل ۽ تريل صورت ۾ توڙي پلاء ۾ آندا ويا. بس مڇي ٺاهڻ ۾ بورچين جي پيٽ هئي!

گذريل صديءَ جي نوي واري ڏهاڪي ۾ منهنجو ڌيان انهي طرف ويو ته سنڌ ۾ بورچين ۽ طعامن ٺاهڻ ۾ سندن مهارت جو مطالعو ڪجي. معلوم ٿيو ته ڪنڌڪوٽ تعلقي ۾ ٺوڙي واري بنگلي تي عبدالعزيز نالي سرڪاري ملازم آهي. جيڪو مڇيءَ جو ماهر بورچي آهي. سو 4 آڪٽوبر 1997ع تي وٽس پهتس ۽ هيٺين معلومات حاصل ٿي.

عبدالعزيز پيو مڇيءَ جو ماهر بورچي:

عبدالعزيز پٽ بگن پيو، ويٺل گوٺ راڄو پيو، لڳ ٺوڙي بنگلو، عمر پنجاهه سال. سندس استاد حاجي پيو، جيڪو انجنيئري کاتي جي ٺوڙي بنگلي تي بورچي هو. چيائين ته هت مڇي گهڻي هئي، انهي ڪري مڇي جي رڌپچاء جو چلامان وڌيو. پنهنجي لاءِ چيائين ته هي سڀ استاد جي دعا آهي. استاد چوندو هو ته لالچ نه ڪجانءِ، مالڪ سان سچو ۽ وفادار رهجانءِ، منهنجي چوڻ تي مڇي جي جدا جدا طعامن ٺاهڻ جون هيٺيون واٽون ٻڌايائين پر چيائين ته هٿ هٿ جو ڦير آهي.

* مڇيءَ جو داس: مڇيءَ کي چيري اندر مصالحو پري. ڪپڙي ۾ ويڙهي، ٻاڦ تي پچائي لاهجي.

* مڇي جو قورمو: داغ ڪري ٽماٽا ڌهي يا ليمو گدامڙي وغيره وجهي مصالحي جو رس تيار ڪبو. پوءِ ان کي منڌيڙو هٽبو جيئن مصالحو پري ڳري وڃي. مڇي جدا تربي، ايتري

جو پاڻ جهلي پوري بيهي. پوءِ رس ۾ وجهبي ۽ ديڳڙي کي هلڪي باهه ڏيئي پچائبي.
* مڇي سيئل: مڇيءَ جا ٽڪرا ڪبا، بصر گهڻا پوندا. سير کن تائين بصرن کي جدا مصالحو ۽ ٽڪرن کي جدا مصالحو. ديڳڙيءَ ۾ پاءُ کن گيهه وجهبو. بصر تهه ڪبا. پوءِ مڇيءَ جا ٽڪرا مٿان رکبا. هڪ مڇي پاڻي ڇڏيندي ۽ ٻيو بصر پاڻي ڇڏيندا. مٿان ٻيو پاڻي نه وجهبو. ڏهن منٽن بعد ٿورو لوڏو ڏبو. پاڻي سڪي ته مڇي تيار ٿي.
* مڇيءَ جا ڪوفتا: مڇي اوٻاري ڪنڊا ڪڍي، اٽو (گوشت) جدا ڪبو. پوءِ اڇو جيرو ننڍا ڦوٽا، ڪارا مرچ، سائي ٿوم ۽ ساوا ڌاڻا وجهي ڪوفتا ٺاهبا. خالي هجن يا پرجن. آنو ملائجي. اندر مڇيء جو ٿلهو قيمو وجهجي يا پستا بادام وجهجن.
* مڇي تريل: (فراءِ) ڏنيري جي کل لاهبي. پوءِ مصالحو ٺاهبو. بيسڻ، آنو، نيشنل جو فش مصالحو ۽ ليمو ضروري، کل لٿل سڄو ڪرڙو يا ٽڪرا مصالحي ۾ وجهي اڌ ڪلاڪ کن رکي پوءِ تربا. ڳاڙها ٿين ته لاهبا.
* مڇي جو قيمو يا قيمي جو ڪيڪ:
مڇيءَ جو اٽو (هٿ سان پوريل پر ڪٽيل نه) فراءِ ڪري اخبار جي مٿان پکيڙجي ته گيهه چوسجي وڃي. پوءِ جدا داغ ڪري نقل وجهي مٿان قيمو وجهبو. جلد ئي تيار ٿي ويندو.

* مڇي جو ڪيڪ: قيمو مٿئين طرح ڪبو. پٽاٽا جدا ڪٽي. اوٻاري فراءِ ڪري، وري ڪٽي اٿو ڪبا، يا قيمي واري مشين ۾ اٿو ڪجن. پالڪ جدا اوٻاري، پاڻي ڪڍي گيهه ۾ پچي جدا ڪجي. پوءِ ٿالهه ۾ ڪيڪ ٺاهبا. پٽاٽن جو تهه ان جي مٿان قيمو ۽ پڙ بادام پستا ڪٽيل. پوءِ مٿان ٻيو تهه پٽاٽن جو ۽ وري قيمو، وري ٽيون تهه پٽاٽن جو. ان گول ڪيڪ جي پاڙ ڪان چوڌاري پالڪ جي وٿ. پوءِ مٿان آني جو پاڻي ٿيبو. اخبار جو پنو ٻوڙي هٽبو ته آنو سولو لڳندو. پوءِ اوون ۾ يا ديسي تائيوان (ٿالهه مٿان ٿالهه) ۾ ڪيڪ رکبا ته ڳاڙهيرڙا ٿين.

* مڇيءَ جو پُلاءِ يا برياني: گوشت جي پلاءِ وانگر پر ڪمال پٺ وغيره مصالحو ثابت پوندو.

* ساڳ مڇي: مڇيءَ ۾ ڇٽن جي پلي، مڇي ٻيرا ڪري داغ ڪبو، پوءِ ٻيرا ڪڍي رکبا. باقي داغ جي گريبيءَ ۾ پلي ٽڪرا ڪري وجهبي. ان ۾ ميٿي وجهڻ ضروري ۽ ٿورو پاڻي وجهبو ته پلي ڳري. جڏهن اجان ڪجهه پاڻي باقي هجي ته مڇيءَ جا ٻيرا ان ۾ وجهبا. انداز اهو، جو ڇئن ٻيرن تي پليءَ جو ڏيڍ پاءِ هجي.

## رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ستون)

رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ستون) 150 صفحن تي مشتمل آهي.

هيءُ جلد سنڌي ادبي بورڊ ڇپايو آهي. شروع ۾ سنڌي ادبي بورڊ جي سيڪريٽري طرفان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي قابل قدر ڪاوشن ڪي ساراهڻ بعد، هن جلد جو مختصر جائزو پيش ڪيو ويو آهي. فاضل مؤلف جي مبسوط مهاڳ کان علاوه هيٺين عنوانن کي، هن جلد ۾ قلمبند ڪيو ويو آهي:

* تاريخ
* سورهيه صبغت الله شاهه جي آخري هدايت
* حرن جي انگريزن سان ٽولا ٽولا جنگ
* وياسي وينجهار
* غوثي نظم جا چار مٿير مهندار
* سنڌي نظم جي صنف ”منظوم بند“
* جمل ڪيئن جڙيو
* ظرافت، خوش طبعي
* شاعر ثناء الله ثنائي جي ياد ۾
* ابيات قانونچه تصوف
* سنڌ جا قديم شهر: حسن باغبان
* هُرلا ۽ نار، هاري ۽ مجيري، ونديون ۽ پستيون
* خواجه خضر ۽ مهترالياس
* عشق الائي ڇا؟
* مشاعرو
* قلمي ڪتابن ۾ سنڌ جي عالمن جون تحريرون

* صاحبڏنو فقير تنيو
* نسب ناما ۽ قبيلا
* ڳاھا
* ڏيرا
* ناريجا
* باريچا
* شھر ٺٽي ۾ ذاتيون ۽ قبيلا
* چپر ڪوھستان جا رند
* مانجھند
* اوٺا
* بُڪيرا
* ڪچھري چپر- ڪوھستان.

ڪچھري چپر- ڪوھستان:

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ علم جو سمنڊ ۽ سنڌ جو سچو پرستار ھو. ھن الله جي فضل سان وڏي حياتي ماڻي ۽ ان جو ھڪ ھڪ پل سجايو ڪيائين. سنڌ جو چپو چپو گھميو. ڳوٺ ڳوٺ، وسيءَ واھڻ، جھر جھنگ ۽ بيابان ووڙيائين ۽ جبل جھاڳيائين. ھن محسوس ڪيو تہ سچي سنڌ سون جي کاڻ آھي ۽ ھيرن ۽ موتين سان معمور آھي. تنھن ڪري سنڌ جي ھر حصي کي دل جي اکين سان ڏٺائين ۽ سنڌ جي ھر انھي ماڻھو سان ملي، معلومات حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين. جنھن

۾ علم ۽ فهم، فن ۽ هنر، ذات ۽ ذاهپ جي جوت ڏسڻ ۾ آيس. نه رڳو بي شمار متنوع عنوان ڪٽي ذري پرزي سميت سمجهايائين ۽ سلجهايائين، پر سنڌ جي مختلف علائقن، ڳوٺن ۽ شهرن ۾ ڪچهريون ڪري نه رڳو سنڌ جو لڪل خزانو عوام آڏو آندائين بلڪ سنڌ جي باشعور اجرڪ ۽ پٽڪي ۽ گوڏ گنجيءَ وارن گمنام ماڻهن کي مشهوري ڏياريائين.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي پهرين حصي ۾ ڪچهري بدين.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي ٻئي حصي ۾ ڪچهري ناڙي.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي چوٿين حصي ۾ نواب غيبي خان جي ڪچهري.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي پنجين حصي ۾ ڪچهري نارو.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي ڇهين حصي ۾ ڪچهري ڪارو.

رهاڻ هيرن ڪاڻ جي ستين حصي ۾ ڪچهري ڇپر ڪوهستان.

ذريعي معلومات جو خزانو جهوليون پري ورهايو ويو آهي.

ڪچهري ڇپر- ڪوهستان:

اي سڄڻ! هي ڇپر- ڪوهستان جي رهاڻ آهي. اهو سنڌ جو ڏکڻ الهنديون پاڱو آهي، جيڪو ڪراچي کان اتران منگهو پير ۽ گڏاپ کان شروع ٿي اتر ۾ رني ڪوٽ تائين پهچي ٿو. اهو ٽڪرن، ٿوڙن ۽ جبلن پهاڙن وارو ملڪ آهي. انهي ڪري انهي کي ’جبل‘ يا ’ڇپر‘ سڏيائون اهو سنڌ جو ڪوهستان آهي ۽ هيءَ ڪچهري انهي سنڌ واري ڪوهستان جي آهي، جنهن

جو عام نالو ’جبل‘ يا ’چپر‘ آهي. شاهه صاحب سسئي جي سرن ۾ ان جو نالو آندو آهي. چاڪاڻ جو پنپور ڪان اولهه مڪران ڏانهن وڃڻ واري واٽ هن جبل يا چپر (جي ڏاڪڻي پاڳي) مان هئي.

هوت نه پانيم هنئين، چڙهي تون ڪو چپر ويندين.

-

چپر چمر پانئيان، ڪانپو ۽ ڪارو.

جبل ٽڪر- پهاڙ: ڪانپو جبل ۽ ڪارو جبل ٻئي ڪوهستان جا مشهور جبل آهن. چمر معنيٰ ڪڪر ۽ هن پاڳي جا چپر ۽ جبل ايڏا آهن، جو چڻ ڪڪر آهن. سانوڻ جي مينهن ۾ ڪڪر ڪانپو ۽ ڪاري جي چوٽين کي لڳن ٿا. ڪبير شاهه پنهنجي بيت ۾ ڪاري جبل کي ڪڪر چيو آهي.

تنهن ڪاري ڪڪر ڏونگر تان اچي گس ٻڌا گوئرن.

ڪانپو جبل لاءِ چوٽي آهي ته ملڪ مان ڪو فوت ٿيندو ته ڪانپو مان به ڪا چپ ڪرندي. يعني ڪانپو غم ۾ پنهنجو ڪو ٻچ ڇاريندو.

حملاٽي مَلَڪن جي وڏي جو نالو ڪانپو رکيائون، جنهن جو پٽ پاهڙ خان لس ٻيلي جو حڪمران ٿيو. جنگ شاهي، جهمپير، ڪونڙي، مانجهند، سن، عامري ۽ لڪي دارا ماڳ چپر- ڪوهستان جي اپرندين ڪناري سان آهن ۽ ڪير ٿر پهاڙن جي

لانڊي ان جي الهندين ڪنار آهي، جيڪا سنڌ ۽ لس ٻيلي کي جدا ڪري ٿي. جنهن جبل جو نالو ئي آهي- کير ٿر سو اترئين پاڱي جي وچ تي آهي ۽ چڻ جبلن جو سردار آهي. جيڪي ان جي چوڌاري آهن. کير ٿر سان لاڳو جبلن جو وڏو ڇهڇٽو آهي. اولهه طرف اتر کان ڏکڻ تي ميهو جبل، گڙ جبل ۽ دنبار جبل آهن. کير ٿر سان لاڳو ڏکڻ اولهه تي هاتارن (چراخن) پنبڪ جبل آهي، اوڀر ڏکڻ ڏي وڏو ڪانپو جبل آهي ۽ وچ تي ننڍو رونٺو جبل آهي، جيڪو کيرٿر ۽ ڪانپو کي جدا ڪري ٿو. ڪنهن سمي کيرٿر ۽ ڪانپو پاڻ ۾ اٽڪيا ته رونٺو وچ ۾ پيو ۽ پنهنجا ڳچ ڳاريائين پر ٻنهي کي پري جهلي صلح ڪرايائين. جيڪو اجا تائين قائم آهي. کير ٿر کان مٿي اتر ڏانهن، کيرٿر ۽ ميهي جبل جي وچ وارا علائقو ’بارڻ‘ آهي، جيڪو گبول قبيلي جو ماڳ آهي.

ڪانپو جبل اُتران ڪرچات کان شروع ٿي هيٺ ڏکڻ ڏي اچي ٿو ۽ ان جي آخري ٿوڙ کان پوءِ ڪارو جبل شروع ٿئي ٿو. جيڪو گهڻو هيٺ جنگ شاهي تائين وڃي ٿو. حيدرآباد کان ڪراچي ويندڙ شاهي رستو. باراني سيمنٽ ڪارخاني وٽان ڪاري جي گهٽ مان مٿي چڙهي ٿو. ڪاري جو اُرهه ۽ چوٽي ان کان ڏکڻ ڏي آهن. ڪانپو ۽ ڪارو، چپر- ڪوهستان کي، اتر کان ڏکڻ ڏانهن ٻن پاڱن ۾ ورهائين ٿا.

سنڌ جي ڪوهستان جي هڪ عجيب بناوت اها آهي، جو اپرندي ڪان الهندي ڏانهن ويندي، اتر ڏکڻ رخ تي جبلن جون چاڙهيون آهن.
جيڪي هڪبئي مٿان چڙ شاهي ٿلها آهن. پهرين چاڙهي سنڌ يونيورسٽي ۾ ٻولهاڙي ۽ ڪراچي ويندڙ شاهي رستو، ٻي چاڙهي سورجاٽو ٽڪر، جنهن جي ٿلهي تي ’هيٺيون ٺاٽو بولا خان‘ ٽي چاڙهي ڳاڱيارو جبل، جنهن جي ٿلهي تي مٿيون ٺاٽو احمد خان، چوٿين چاڙهي داٽو جبل ۽ ان جي جوءِ، وات پات، پوءِ جبل ڦڙو ۽ جوءِ لوياچ، پوءِ جبل سڱ ۽ جوءِ سري. پوءِ سڌو اولهه طرف جبل گنبوڪي ۽ جوءِ راهوجا. پوءِ مول جبل، مول شهر ۽ مول جي نئن.
نيون: ’مول‘ ڇپر جي مشهور نئن آهي. جيڪا ڏکڻ ڏانهن سؤکن ميل وهي آخر وڃي نئين ملير کي پري ٿي.
تڏهن چيائون ته:
ملير تڏهن مرڪي، جڏهن مول اٿس ماءِ
پر ڇپر جي وڏي شاهي ’نئين بارڻ‘ آهي. جيڪا اترئين پاڳي مان اچي ٿي ۽ ور وڪڙ ڪندي اوپر ڏانهن وڃي سنڌوندي َءَ ۾ ڪري ٿي. نئين بارڻ ڪنهن حد تائين، ڇپر- ڪوهستان جي اُتر ۽ ڏکڻ جو دنگ آهي.
جبل جا جانور: جبل جي جانورن بابت پڇا ڪندي معلوم ٿيو ته ڪنهن وقت هرڻ به گهڻا هئا پر هاڻي ڪو ڪٿي نظر ايندو.

باقي ڪرچات لڳ خاص ڪير ٿر جبل ۾ سرهه (جابلو ٻڪر) ۽ گڊ (گهنڊا) گهڻا آهن، جو اتي رک آهي. راقم به اتي ڏٺن جاڻ ڏنا، جن ۾ ڪي اڇيرڙا سرهه نظر آيا. چيائون ته اهي پوڙها ٿي ويا آهن. سرهه جي طاقت هڪ ڪرن ۾ ٻي سڱن ۾ آهي، ڪر ننڍين وڏن پٿرن پاهڻن تي سوگها ڪپن ٿا، جو اڳتي ٽپ هڻي چڙهي ٿو. مثال ٽيهه فوٽ ڪن هيٺ ٽپ هڻندو ته سڱن پر هڻندو ۽ سڱ ڪوڙي هليو ويندو ۽ پيو ڪوبه بت هيٺ نه لڳندس. مادي به ٻچا به ڪري ٿي. سانوڻ ۽ چٽي ۾ لڳ ڪن. گڊ هڪ ٻچو ڪري. سردار جانورن مان گدڙ، بگهيڙ (بگهڙ) هاتار (چراخ) ۽ ممون آهن. چيائون ته ڪڪڙ کي گدڙ جو بجليءَ وانگر ڪرنٽ لڳي ٿو. هيٺان اڇي ڏند ڏيکاريندو ته ڪڪڙ اچي هيٺ ڪرندو. بگهڙن بابت سگهڙن چيو ته: ”چوڏهين سن ۾ لڪي ويا هئا. پر پندرهين ۾ اچي ظاهر ٿيا آهن“. هاتار (چراخ) اڳ گهڻا هئا پر اجان به آهن. ڪير ٿر جبل سان لاڳو ڏکڻ اولهه پنبڪ جبل آهي، جيڪو سڏجي ئي ’هاتار وارو‘ چيائون ته: هاتار سگهو آهي. پر طاقت آڌو ارهه ۽ پهرين ٽنگن ۾ اٿس. ٻڪري ۽ ننڍي گڏهه کي مٿي کنيو ويندو. گڏهه کي هاتار جو ڪرنٽ لڳي ٿو. گڏهه پري کان پڇي نه ويو ته پوءِ هاتار کي سامهون پٽي ڏيئي بيهي رهندو ۽ هو پيو پويان پٽيندس ڪائيندس.

مم يا ٻانبِ: سنڌ جي ڇپر- ڪوهستان ۽ ان سان لاڳو بلوچستان
جي پهاڙي پاڳي جو جانور آهي. جنهن بابت ماڻهن وٽ ڪيئي
نقل نظير ۽ ڳالهيون آهن. حقيقت ۾ اهو هڪ بندرو رڇڙو آهي.
ڦيش جو ڪارو ٻج شوق سان کائيندو آهي. ڏُريجي جي پريان
ساروٽي واري علائقي ۾ اجا ڪي ممڙا بچيل آهن. هڪ سؤ
سال کن اڳ جُنگشاهي کان اولهه ڪاري جبل واري علائقي ۾
به ممڙا هئا ۽ ڪن ماڻهن ڏٺا.
وڻ ۽ گاهه: ڪور ۽ ڪونيٽ ڪوهستان جا ڪارگر وڻ آهن
جن ۾ ڪؤنر ٿئي. زامر ۽ ڪورڙ ڪوهستان جا عجيب گاهه
آهن. جيڪي جبل جي پڪ مان مچا ٿي نڪرندا ۽ پيا لهندا
ڪُڏندا پانهيرو ول، جنهن جي پاڄي ٿئي، سا فقط ڪوهستان ۾
آهي. جبل ۾ مٿي چوپار ۽ ڪَنڻ گاهه ٿين، جيڪي مال لاءِ پلا،
پهرئين نمبر ۾ چوپار آهي. چوپار سدائين سڄو سال ٿئي. ادائي
فوٽ کن ٻگهو ۽ منڌيئڙي جهڙا سنگ، مال لاءِ وڏي هيٺ ڪٽي
اچن. ڪنهن مائي جي ڌيءَ، جيڪا هڪ هئي گري، پيو
هنيائين لت ۽ ڪير نه ڏهايائين. سو ڪنهن چيو ته چوپار
چاريوس. تڏهن مائيءَ چيو ته:
”گري اهڙا ڳڻ ئي ڪونه ڪيا آهن، جو چوپار چرندي.“
ڇپر- ڪوهستان جون قومون ۽ قبيلا:
برفت، گبول، پالاري، جاکرا، جهاتي ۽ پيا ڪوهستان جا آڳاٽا
قبيلا آهن. گبول ڪراچي کان رني ڪوٽ تائين ڇپر جي

الهندي پاڱي ۾ آهن. ڪير ٿر جبل ۽ ميهي جبل جي وچ وارو علائقو بارڻ ڳبولن جو خاص علائقو آهي. مهيري (ڪلمتي) صدين تائين مهير جبل تي ۽ چوڌاري رهيا، جنهن جي نالي تان سندن نالو ’مهيري‘ (مهير جبل جا) ٿيو ۽ هنيدان سندن قبرستان آهي. حماتي پوءِ مهير جبل تي قابض ٿيا. پالاري ۽ جاکرا ڏکڻ اوپر واري پاڱي ۾ اڄ تائين موجود آهن. سڄي وچئين پاڱي ۾ برفت قبيلا آباد آهن. ابوالفتح نالي اڳواڻ آڳاٽي دور ۾ هتان جي قبيلن کي ملائي هڪ ڪيو ۽ اهي سندس نالي پويان (ابوالفتح بلفت) برفت سڏجڻ لڳا، ڪن روايتن ۾ ”بلفت بلوچ“ آهن. روايت موجب آڳاٽن برفتن جا ٻه سردار هئا. عيسب ۽ مُهميد. مهميد ۾ بلوچ قبيلا هئا، جن جو سردار گهر براهماڻي ڪنهن وقت ڏاکڻين علائقن ۾ ڪي نَوَ اڳواڻ ساماڻا، جن کي (فارسي ۾) ’نہ مرد‘ يا (سنڌيءَ ۾) نومڙيه سڏيو ويو. پوءِ سنڌ توڙي لس ٻيلي جي لاڳو سرحد ۾ انهي نالي پويان ڪن راڄن کي نومڙيا سڏيو ويو. گذريل صديءَ جي وچ ڌاري، لس ٻيلي بابت تحقيق ڪندي ائين پڻ معلوم ٿيو ته لس ۽ ڪراچيءَ جا واڻيا. چپر ۽ لس جي سرحد وارن عام مسلمانن کي نومڙيا چوندا هئا. 18 صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ڪلهوڙن جي دوُر ۾، ڏاکڻين ڪوهستان ۾ چام بجار جي اثر رسوخ سان جوکيا طاقتور ٿيا ۽ اتر اوپر واري علائقي ۾ کوسا آباد ٿيا.

اي سچڻ! چاڻ ته برفت نالو ڪنهن هڪ قبيلي جو ڪونهي پر اهو قبيلن جي ڪَٽ جو نالو آهي، جنهن ۾ گهڻا قبيلا شامل رهيا آهن. روايت موجب آري بدو نالي سردار کي چار پٽ هئا. لَهار، حمل، ٻاٻڙو ۽ باديڻ يا حسڻ. انهن جو اولاد- لُهاراڻي، حملاڻي ۽ ٻاٻڙاڻي ۽ باديڻ جو اولاد هردوئي هت ڪونه رهيو ۽ مينگل برادريءَ ۾ گڏجي ويو. انهن سان رند سردار ابراهيم جو اولاد براهماڻي شامل ٿيو. اهي سڀ ’برفت ڪٽ‘ جا اڳواڻ ٿيا. لهار فقيري اختيار ڪئي ۽ پڳ حمل تي آئي. حمل کي پنج پٽ ٿيا- ڪانپو، سنيڏل، بيدي، جان نثاري، چاڳلو ۽ ڏٽي ڏنو. انهن جو اولاد ڪانپواڻي، سينڏلاڻي، بيدياڻي، جانثاراڻي، چاڳلي پوٽا ۽ ڏٽياڻي اهي سڀ حملاڻي، جن سان براهماڻي (رند ۽ ٻيا بلوچ) پائيچاري ۾ شامل ٿيا. اهڙي طرح برفت اتحاد مضبوط ٿيو پر سندن سياسي طاقت تڏهن وڌي، جڏهن 18 صديءَ جي شروع ۾، ’پاهڙ خان‘ ڪانپواڻي لس ٻيلي جو مَلڪ ۽ (حڪمران) ٿيو. مگر پوءِ ڪلهوڙن جي دور ۾ سندن طاقت گهٽي، جو ميان يار محمد حملو ڪري پاهڙ خان کي شڪست ڏني. ميان غلام شاهه بعد ۾ چام بجار جوکيي کي زور وٺايو ۽ هو طاقتور ٿيو. هن، ملڪ پهاڙ خان جي وفات بعد سندس حملاڻي قبيلي سان جنگيون ڪيون ۽ لس ٻيلي جي جام عالي جي مدد سان برفتن کي ملير جي اتران بي دخل ڪري، نئن بارڻ تائين پوئتي هٽائڻ جي رٿ رٿي. پوءِ جوکين بارڻ جي

سيري تي قبضي لاءِ ٽي چار حملا ڪيا پر برفت راڄدارن مقابلا ڪري کين هٽايو. تڏهن ڄام بجارلس ٻيلي جي ڄام عالي (ف 1180ھ/ 1766ع) سان وڏو لشڪر وٺي چڙهائي ڪئي.
”عالي بجار آئيا، جهان جهان ڪري جهام“
’سيري جاگير‘ عزت خان (بن ملڪ پاهڙ خان) جي هئي. جيڪو اڃان ننڍو هو ۽ قلات جي خان وٽ مدد لاءِ ويل هو. برفت اتحاد ۾ شامل سڀني قبيلن جو لشڪر پوري تياريءَ سان دريا خان چاڪلي پوٽي جي اڳواڻي هيٺ اونگر پهتو.
”اونگر اوتارانِ، پرم ڏٺي بارڻ جا“.
هي بارڻ يا سيري واري جنگ ڄام بجار حرفت يا حيلي سان کٽي. صلح جي جهنڊي ڏيکاري لشڪر پوئتي هٽائي ڇڏيائين. صلح جي سببان برفتن جي راڄدارن جو گهڻو لشڪر هليو ويو ۽ باقي وڃي ڪي اڳواڻ ۽ ٿورو لشڪر رهيو. تڏهن ڄام بجار جي لشڪر طرفان چاڪر حملو ڪيو. جنهن ۾ برفتن جي طرف جا ستر اڳواڻ سڪر ۽ چڱا مارجي ويا. انهن ۾ هيٺيان حملاٽي اڳواڻ شامل هئا. دريا خان ۽ پاٽس جنگي خان (چاڪلي پوٽا) دريا خان جا پاٽيجا ديگي خان ۽ مرزا يا مزار (ٽٽياٽي) حملاٽين سان گڏ سندن ساٿياري براهماٽي ۽ ڪي لهاراٽي هن جنگ ۾ وڙهيا، جن مان عارب خان بچيو، باقي ٻيا گهڻا مارجي ويا.

ڪلهوڙن کان پوءِ ٽالپرن ڇپر- ڪوهستان ۾ حملاٽي ملڪن جي عزت عظمت بحال ڪئي ۽ پڻ راڄدارن ۽ سربراهن کي مان ڏنو ۽ اهي ڇپر- ڪوهستان ۾ پنهنجن پنهنجن ماڳن تي مستحڪم ٿيا. چار 'ٿاڻا' مرڪز ٿيا ۽ راڄن راڄدارن جي نالن سان پيا 'مڪان' محڪم ٿيا. اهڙي طرح ڇپر- ڪوهستان جي راڄن جي رضامندي ۽ طاقت وارو علائقو ٿي ويو ۽ ٽالپرن پوءِ اتي سنڌ جي طاقت ۽ عظمت جو نشان رني ڪوٽ قلعو قائم ڪيو.

چپر- ڪوهستان جي ٻولي:

ڇپر- ڪوهستان جي ٻولي اولهه طرف وچي لاسي (لسٻيلي جي) سان لڳي ٿي، جنهن جو تفصيل ڪتاب 'ٻيلاين جا ٻول' ۾ ڏنل آهي. ڇپر جي ٻولي ساڳي سنڌي آهي.

پر جيئن سنڌ جي ڪن ٻين ڀاڱن ۾، تيئن هتي جي ٻوليءَ جا پڻ ڪي خاص لفظ ۽ اصطلاح آهن جن تي اڃان تائين پوري تحقيق نه ٿي آهي. چڱي خاصي ڇاڻ بعد محسوس ٿيندو ته ڇپر جي ٻولي مٺي ٻولي آهي. هن ۾ نون واري گُهٽائي ڪانهي! خوشامدي بيانن کان خالي آهي، سُپِڪ سوٽ ٻولي آهي. جنهن ۾ ڊيگهه ڪانهي. مثال خاطر هيٺ ڪن ٿورن لفظن ۽ محاورن جو ذڪر ڪجي ٿو:

ڪُٽو = انجام: هتي جوڪٽو آڳاٽو، يعني هنن جي اچڻ جو انجام آڳاٽو. هتي جي ٻولي 'آءٌ' بدران 'مان'

۽ ’سون‘ بدران سين آهي. ونداسين يعني ويندا سين. چندو (چ جي زير سان) يعني ٿيندو ۽ چِئي ٿو يعني ٿِئي ٿو. چا ۽ ڪهڙو لاءِ هتان جو لفظ ’چو‘ آهي. اچان بدران اچين ڳالهائبو. اچين تو يعني اچان ٿو. آيو بدران آئو چئبو. پٺائي صاحب به هي لفّظ آندو آهي ته ’’پاڻي پٽيهل ۾ اڳيون نه آئو‘‘. ظرف جي معنيٰ وارا به خاص الفاظ آهن. پار يعني پاسي يا طرف. اوڻاٽي پار آهي. يعني اهو ڏاڻي (بولا خان يا احمد خان) طرف آهي. ڪاها ۽ ڪهڙا، ڪاهو ۽ ڪهڙو، ڪاهو چو آ ۽ ڪهڙو ٿيو آ.

تران = هيڏان. بڻ مان = منڍ مان. هيان = هتان. ڪيان = ڪٿي. پران = وٽ (ابا پران آ يعني ابا وٽ آء) ڪوٺو = سولو پٽ يا سولو پنڌ. باڪري = سنهي يا هلڪي. پاهي = ٿُلهي. پاهومال = رڍون، ميهومال، مينهون، هيڪڙي ۽ هڪڙي. پينا = وينا. پيني = ويني. رواڻڻ = روانو ڪرڻ. اچيندو = ايندو. وسوڙڻ = وسهڻ.

ڪي مثيان لفظ مون واڻ ڪنڊ ۽ موئيدان ٻڌا. مَلڪن جي ٿاڻن طرف واري ٻوليءَ جا ڪي انوڪا الفاظ ۽ جملا جيڪي مون ٻڌا، سي هيٺ ڏجن ٿا:

’چو چئي‘ = چا ٿئي. گهرين جي اڳي = گهرن جي اڳيان. حاضر آهين = حاضر آهيان. مان به وايوڙجي آئو آهيان = مان به ڦتجي آيو آهيان. اهائي ڳالها تائين = اهائي (ڳالهه) ڳالهايائين. دريا خان ٿو مارين = دريا خان ٿو ماري. مانکه ڳوٺي تماڪ

جي ڏي ته چڪي ڏسين = مون کي تماڪ جي ڳوٺي ڏي ته چڪي ڏسان. وناڻ = وڄت، ساز. ساريتا = چڱا مڙس.
ڪانديرو پالاري پوليس ۾ سپاهي هو. مڙس سچو ۽ همت وارو. پر بريس ڪڏهن سولي ڪري ڪانه پاتائين. ان وقت ايوب خان (لس ٻيلي جو) ڪماني هو. انسپيڪشن تي آيو ته ڪانديرو به قطار ۾ بيٺل هو. پنهنجي بندوق مٿان صاف به ڪانه ڪئي هئائين. ڪماني چيس ته بندوق صاف رک. ڪانديري جواب ڏنو ته: ”اي جو بندوبست چِندو“. انهي جو بندوبست ٿيندو. پٺڪو به سولو ڪري ڪونه ٻڌو هئائين. ڪماني چيس ته چيائين: ”اي جو بندوبست چِندو!“ ڪانديري ٻيڙي دکائي هئي، پر تڪڙو سڌ ٿيو هو سو وسائي ڪن جي مٿان هنيائين ۽ پريڊ وقت به لڳي پيئي هئي. جڏهن ڪماني اشارو ڪري ڏمڪايس ته چيائين: ”صاحب! اي جو بندوبست چِندو“. پوءِ پڇيائونس ته تو ڪن مان ٻيڙي ڪڍي اڇلي چونه چڏي! چيائين: ”مان جو مغز جڙي ويو يعني ڦري ويو.
محفلون ۽ مارڪا:
اي سڄڻ! محفل مارڪي لاءِ دنبورو ۽ سرندو چپر جا وڏا وناڻ (ساز) آهن ۽ مورو چڻ چپر جو قومي نغمو آهي. چپر ۾ انهن سازن وڄائڻ توڙي موري ڳائڻ وارا وڏا مشهور ٿي گذريا. راقم 1945ع ۾ سدا ملوڪ سرندي وڄائيندڙ علڪي (علي محمد) کي ٻڌو. علڪي جو پيءُ فقيرو به وڏو ڪاريگر هو.

سندس وقت ۾ چپر ۾ پيو اھڙو ڪونه ھو. گھڻو آڳاٽو پيروڪو فقير ويٺل سانده (موئيدان ڪان اولهه لس ٻيلي جي حد ۾) سُرندي جو ملوڪ ھو. ڪانئس پوءِ سندس پٽ عثمان ٿيو، جنھن جو پٽ فقيرو، جنھن جو پٽ ھو علي محمد (علڪو) تونگ لڳ. عارب جي واھي ۾، ساماڻو فقير سيڪاراڻي سمار پوٽو سرندي جو ڪاريگر ھو. (1985ع ۾ جيئرو ھو. عمر اسي ورھيه) 12 مئي 1960ع تي ٺاٽي بولا خان ۾ وسندمل وٺ ڪيل ڪچھريءَ ۾ اسحاق ماڇي (عمر 55 سال) سرندو وڄايو ۽ مٿو وڄايائين پر چيائين ته ھن وقت ساماڻي جھڙو پيو ڪونھي، ساماڻو علڪي ڪان گھڻو آھي. ڪراچي داڙون فقير ھو جنھن پاڪستان ڪان پوءِ گذاريو. گيڙو پٽڪو ٻڌل، سرندو ساڻ ڪنيو، ڪراچيءَ ۾ سولجر بازار ۽ ٻين جاين تي پيو ھلندو ۽ وڄائيندو ھو. مون داڙون فقير جو فوٽو موسيقي بابت پنھنجي انگريزي ڪتاب مٿان ڇاپيو.

پوئين ويجھي دور ۾ 3- فيبروري 1986ع تي مول ۾ ملڪ رسول بخش وٽ ڪچھري ٿي جنھن ۾ يعقوب فقير مڱڻھار سرندو وڏي ميناج سان وڄايو، دنبورو گھٽا ٿا وڄائين. جھنگ ڪنڊ ۾، جان محمد احمداڻي رونجھي وٽ ڪيل ڪچھريءَ ۾ بچل انگياڻي دنبورو وڏي لئي سان وڄايو. چيائين ته ڏنو فقير انگياڻي دنبوري ۾ سيني جو استاد ھو. اھڙو پيو ڪونه ٿيو. نڙ ۾ ڪٺ وڄائڻ جو به ڪاريگر ھو. اڳ وڏو بچو فقير انگياڻي،

دريجي جو، دنبوري جو ملوڪ هو. راقم ڪندو فقير انگياڻي ڪي ٻڌو، جيڪو 1985ع ڪان ٿورو اڳ گذاري ويو. مون سان منهنجي ڳوٺ 8 آڪٽوبر 1975ع تي ملڻ آيو. ڪچهري ٿي ۽ دنبوري تي واهه جي لئي لاتائين. جوڳ تمام مٺي وڄايائين. معذور ڪيائين ۽ چيائين ته جوڳ سان ملي ٿي. چيائين ته انگياڻي فقير سڀ وڏي انگئي جو اولاد آهن، جيڪو انگئي جي ڍوري (ٿنڊي رحيم خان جمالي ڪان پريان) تي جائو. چيائين ته آءٌ انگئي جي ائين پيڙهيءَ ۾ آهيان (ڪندو پٽ لوهيڙو پٽ سچيڏنو پٽ سومار پٽ جاڙو پٽ ٻير پٽ سوچي پٽ انگئي) دوسو چڻو، تنهن ڪان سندس پائيٽيو لونگ جمعو دنبورو سکيو. 1975ع ۾ ڪندو فقير جو پائيٽيو محمد هارون سان گڏ ٽي-وي ڪراچي تي وڄائيندو هو. عبدالله انگياڻي مشهور نڙائي شاهو ٻڪڪ سان گڏ وڄائيندو هو.

مورو، چيڙ جو خاص نغمو آهي ۽ مرد توڙي عورتون شوق سان ڳائين. مائي مريم گڏي مورن ڳائڻ ۾ مشهور ٿي. موسل وارو مورو (يعني موسي لاسي وارو مورو) وڏي لئي سان ڳايائين.

**مشهور موري ڳائيندڙ طالب پالاريءَ** سان مون راقم گهڻا مارڪا ڪيا. سندس جوڙ پير بخش خاصخيلي هو، جيڪو موري کي ذاتر ۽ ذمڪن سان ڳائيندو هو. طالب جهڙو ميڻاچ ۽ ميٺين مرڪن سان مورا ڳائيندڙ ٻيو ڪونه ٿيو. آءٌ ڪيس ان

وقت جي مشرقي پاڪستان ۾ ڍاڪا وٺي ويس ۽ وڏي لئي لاتائين. مورو، مجازي محبت جو گيت آهي. عاشق جي اندر جي آهه ۽ التجا آهي. مول ۾ ڪچهري ڪندي، (3 فيبروري 1989ع) ڪنهن چيو ته:

مورن منجهان مجاج، ڪي جيڏائي جاڳن ٿا،

مورن منجهان مڇ، ڪي دل ۾ دکن ٿا.

ان ڪچهريءَ ۾ لالو مڱڻهار خوش طبع ۽ چرچائي هو. جنهن کي ملڪ رسول بخش مهرباني ڪري اسان سان تونگ وڃڻ لاءِ سونهون ڪري ڏنو. مون ڪانئس پڇيو ته هت ڪو ڪافين چوڻ وارو يا پڪي راڳ ڳائڻ وارو به مشهور ٿيو؟ لالو چيو ته سائين، چپر ۾ موري ڪان سواءِ ٻي ڪا واهه ئي ڪانهي! پل پيو ڪهڙو به راڳ هلي، پر مورو ڏبو ته مُڙس اُپا ٿي ويندا.

# رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد اٺون)

رهاڻ هيرن ڪاڻ جو اٺون جلد انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو مان 2008ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جنهن ۾ فاضل مصنف جي پر مغز مهاڳ ڪان سواءِ ”ناشر طرفان“ جي عنوان سان انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي جي ڊائريڪٽر شوڪت حسين شورو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي علمي مقام، عالمانه مرتبي ۽ قدقامت جو ذڪر مختصر لفظن ۾ سهائيندڙ انداز ۾ ڪيو آهي. هو چوي ٿو:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ واري سلسلي ۾ سنڌ جي ماڻهن ۽ راڄن جي رهڻي ڪهڻي، ڳالهه ٻولهه، سُرت ۽ سمجهه، دانائي، خوشي، خوش طبعي جا من موهيندڙ مثال دستاويزي صورت ۾ آڻي سنڌ جي عام زندگيءَ جا نقش نشان محفوظ ڪيا آهن.“

هي اٺون جلد هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

* تاريخ
* سنڌ جي تاريخي آثارن جي حفاظت
* سورهيه صبغت الله شاهه پاڳاري شهيد جي انگريز سامراج سان جنگ
* روزاني ڪم ڪي ڪاميابيءَ سان پوري ڪرڻ لاءِ سورهيه صبغت الله شاهه جو ڪيل تاڪيد
* مانائتيون مايون
* رسالي جي رهاڻ
* 1857ع ۾ انگريز گورنر جنرل جو فارسي ۽ سنڌيءَ ۾ پڌرنامو
* غلام محمد خان پرڳڙي ۽ سنڌ محمدن ائسوسي ايشين
* دڙي جا بخاري سادات
* هالا ڪندي جا پٽي بزرگ
* وياسي وينجهار
* ظرافت ۽ خوش طبعي

* سنڌ جو مشهور مال: مينهون
* عوامي فيلسوف- خميسو ميتلو
* سنڌ ۾ ڍنڍن جي ولين ۽ ٻوڙن جو ڏُٿ
* ڪلام ميان محمد علي پٺاڻ
* پيئڙ بلا يا پيئڙ نانگ
* فقير غلام محمد ٽالپر ۽ فولاد فقير
* سنڌ جا نسب ناما ۽ قبيلا
* ڪرناٽي سما
* درس راڄپار
* جتوئي
* شر برادري
* ڪارڪ
* ٻيا
* کوڙ
* نوتيار
* منڌرا
* لنجا
* سنڌ جي ساٿياري ملڪ ڪڇ جي ڪڇهري

ڊاڪٽر بلوچ، شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي ڪلام جو مستند متن ڏهن جلدن ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو آهي. جنهن ۾ شاهه جي اصلي ڪلام کي تحقيق جي اعليٰ معيار مطابق نکيري نروار

ڪيو ويو آهي ۽ ٻيو ڪلام، جيڪو رسالي جي مختلف سرن ۾ شامل ٿي ويو هو، ان جي به علمي پرک ڪري، ثبوتن ۽ ثابتين سان ڇنڊڇاڻ ڪري اصل حقيقت کي آشڪار ڪيو ويو آهي. هن جلد ۾ رسالي جي رهاڻ کي سڀ کان پهرين ڪٺجي ٿو.

رسالي جي رهاڻ

’شاهه جي رسالي‘ جو پڪي صحيح پڙهڻي (مستند متن) جنهن کي تيار ڪندي راقم کي ٽيهن سالن کان وڌيڪ وقت لڳو، تنهن جو پهريون بنيادي مقصد اهو هو ته رسالي جي بيتن کي ۽ واين کي زير زبر سان صحيح پڙهجي. وڏي محنت بعد اهو مقصد پورو ٿيو ۽ اڄ ’شاهه جو رسالو‘ پڪي صحيح پڙهڻي (مستند متن) سان اسان وٽ موجود آهي.

’رسالي جي رهاڻ‘ جو موضوع رهاڻ جلد 3 کان شروع ڪيو ويو. ان لاءِ ته شاهه جي بيتن ۽ واين ۾ سمايل اعليٰ فڪر ۽ عرفان واري معنيٰ کي سمجهڻ لاءِ انهن لفظن ۽ اصطلاحن تي وڌيڪ غور ڪجي، جيڪي شاهه صاحب پنهنجن بيتن ۽ واين ۾ آندا آهن. رهاڻ 3 ۾ هيٺين بيتن جي وضاحت ڪئي ويئي:

تتر جو سوڻ:

تتر ٿئي م تن کي ڏونگر ۾ ڏائو

مالهاري جو سوڻ:

سڄي هٿ ساٿين جي مَ ونء مالاري،

لمو، لمي، لس ۽ ڇن جا مفهوم،

لمون ڏوري لس، ستي سَنگهر پٿيين.

لفظ ڏارو ۽ ڏاري:

ڏينهان ڏاريءَ ويس، راتيان روئي رت ڦڙا

رهاڻ جلد 5 ۾ (صفحا 72-74) لفظ نوء جي معنيٰ سمجهايل آهي ۽ هيٺئين بيت جي ٻي سٽ ۾ انواع بدران انوا (نوء جو جمع) کي وڌيڪ صحيح سمجهڻ جو دليل ڏنل آهي

حبيب تون طبيب تون درد جي دوا،

جانب منهنجي جيء ۾ آزار جا انوا،

صاحب ڏئين شفا، ميان مريضن کي.

انواع به پڙهي سگهجي ٿو. جيئن راقم رسالي جي مستند ايڊيشن (سر يمن داستان-1) ۾ لکيو آهي. پر قافي توڙي معنيٰ جي لحاظ سان 'نوء' جي جمع وارو لفظ 'انوا' وڌيڪ صحيح ٿو سمجهجي. چاڪاڻ جو اهو سورن جي لهڻ چڙهڻ ۽ سورن سهڻ واري ماحول ۽ آزارن جي اپرندڙ ڪيفيت کي وڌيڪ نزاڪت سان ظاهر ڪري ٿو.

هيٺ ڪن بين بيتن ۾ آيل لفظن ۽ اصطلاحن جي معنيٰ ۽ مفهوم کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي:

پهي (جمع) پهيون:

پهي جي هڪ معنيٰ آهي واٿهڙو، پانڌي يا قاصد. سر آبري جو بيت آهي ته:

هوت تنهنجي هنجهه ۾، پڇين ڪوهه پهي،

وفي انفسكم افلا تبصرون سوچي ڪر صحي
ڪڏهن ڪانه وَهي، ڪا هوت ڳولڻ هٿ تي
(سر آبري، مستند متن 5-3 بيت 3)

ڪڇ جي جتن فقيرن سان رسالي جي رهاڻ ڪندي معلوم ٿيو ته پئه، پَهِه ۽ پهي. انهن ٽنهي جي معنيٰ لپ آهي ۽ پهه پري پيئڻ معنيٰ لپ پري پيئڻ. سر مارئي جو بيت آهي ته:

اندر ٿو اُج مري، ساهه انين جي سڪ،
پيان شال پهيون ڪري، تئان ڏيئي تِڪ،
وَرُ پريان سين پِڪ، ٻئا پاڻ پريائي گهوريا!

پهيون جي معنيٰ جيڪا مستند متن جلد 7، صفحي 329 تي ڏني ويئي آهي، سا صحيح آهي. پر هن بيت ۾ لپ پري پيئڻ واري معنيٰ به لڳي سگهي ٿي. تِڪ معنيٰ ڳيت، پِڪ معنيٰ پريل ٿانوَ مان ڪريل کير جو ڦڙو ۽ 'پاڻ' معنيٰ وڏو شاهي وٿو.

آڙيڪا:

آڙيڪا جون ٽي معنائون- وَرَ، ٿيڪون، اَڙيون معلوم آهن. سُر حسيني جو بيت آهي ته:

چڙيم حج هلڻ جي، چڪيم چاڙيڪا،
اديون آڙيڪا، هينئڙي پيم هوت سين.

آڙيڪا معنيٰ جبل جا ورن وٽن وارا اُپا پيچرا ۽ ڏکيا چاڙهه چاڙهيڪا. شهر مٺي ۾ ڪيل رسالي جي رهاڻ مان معلوم ٿيو ته: آڙيڪا جي ٻي هڪ پڪي معنيٰ آهي- 'ٿي وَر'، جن سان

ميت کي هيٺ قبر ۾ وارجي. انهي معنيٰ جي لحاظ سان فقط هڪ رسالي ۾ هي بيت هن طرح لکيو ويو آهي:
چڏيم حُج هلڻ جي، چڪيم چاڙيڪا،
اديون آڙيڪا، ڏيندم هوت هٿن سين.
ظاني:
’ظن‘ معنيٰ شڪ يا گمان. ۽ ’ظاني‘ معنيٰ گمان يا شڪ شبهو ڪندڙ. قرآن شريف جي ستن اٺن سورتن ۾ ظن کي ننديو ويو آهي ته جيڪي الله تعاليٰ جي ذات متعلق گمان ڪن ٿا، منافقن ۽ مشرڪن کي اهو عذاب ڏنل آهي. جو اهي ظاني آهن ۽ الله تعاليٰ متعلق بدظني ڪن ٿا. (سورة الفتح آيت 6 ۽ آيت 12) سورت الحجرات ۾ آهي ته اي مؤمنو! ظن گمان کان گهڻو پرهيز ڪريو (آيت 12) سورة النجم آيت 28) ۾ آهي ته ظن ۽ گمان ڪڏهن به حقيقت تائين نٿو پهچائي.
تصوف صاف صفائي واري واٽ آهي، جنهن ۾ ڪو شڪ شبهو ڪونهي. جنهن ۾ الله جي ذات متعلق قطعي طور ظن ۽ گمان ڪونهي. يعني هيڪڙائي حق آهي. پيائي آهي ئي ڪانه! صوفين سڳورن به ظن ۽ گمان وارن کي ننديو آهي. گرهوڙي صاحب چيو ته:
از خدا غير خدارا خواستن
ظن افزون است کلي کا ستن.

(يعني خدا کان سواءِ، ٻئي ڪنهن کان گهرڻ ڪلي طور تي بدظني آهي.)

عام ماڻهو يعني ڪنهن الله واري عارف جي فڪر کي ائين پائئين ٿا ته ڄڻ هو شڪ ۽ گمان ۾ آهي ظاني آهي پر حقيقت ۾ عارف پنهنجي ان فڪر ۾ فنا آهي. جو ان کي ’قالوابليٰ‘ واري وعدي جو فڪر آهي. ان کي اندر ۾ ان وعدي جي لنئون لڳل آهي ته (بيشڪ تون ئي اسان جو رب آهين) سر ڪلياڻ جو بيت آهي ته:

ظاهر منجهه ظان، فڪر منجهه فنا ٿيا،
تني کي تعليم جي، ڪڙهه اندر ڪاني،
هڪ حرف حقاني، دور ڪيائون دل ۾.
(سُر ڪلياڻ مستند متن 7-2 بيت 10)

يعني ظاهري طور عام ماڻهو انهن کي ظن ۽ گمان وارو ظاني پائئي ٿو پر هو الاهي فڪر ۾ مستغرق آهن. هن بيت ۾ سمايل معنيٰ جي سر معذور جي هيٺين بيت ۾ وڌيڪ وضاحت آهي ته:

ڏسڻ ڪو ڏاري، اندر سَتي سسئي،
انهيء پر آري، ڪانڌ ڪميڻي لٿو
(سر معذور. مستند متن 7-4، بيت 22)

ڪچو رُڪ:

سر يمن جو بيت آهي ته:

ڏنءِ ڏنءِ ڏمڻ وار، اڄ پڻ اڳڙين جي،
باري مچ مجاز جو، اوتيائون اڱار،
ڏوڏئان ٿي مَ ڏار، متان ڪچو رڪ ڪٽيون ٿئي.
(سر يمن، مستند متن 5-4 بيت 8)
ڪچو رڪ معنيٰ ڪچو لوهه يا ڪارو لوهه، اهو جيڪڏهن گهٽ باهه ۾ ڳاڙهو ٿيو ۽ پوءِ لوهار ان کي ڪٽيو ته پڄي ٽڪرا ۽ چينهون چينهون ٿي ويندو. جڏهن ڏوڏي واري تکي باهه ۾ پوريءَ طرح پچندو ته ڪٽڻ سان چيتيون چيتيون نه ٿيندو. کورو يا ڏوڏو لوهارن جو ۽ کوري اڱر ڪندڙن جي، جيڪي کوريءَ (ر جي هيٺان زِير) ۾ ڪاٺ ٻاري اڱر ڪن. لوهارن جو کورو يا ڏوڏو، جنهن ۾ ڪچي يا ڪاري لوهه کي رجائڻ لاءِ اڱر ٻارين، لوهار کوري واري اڱر کي ٿورو ڳاڙهو ڪري هوا ڏيندا ته اڱرن جي چٽنگ مري ويندي. اهو ٿيو پڪو رسيلو اڱر، جيڪو لوهار جي ڏوڏي ۾ ڏڳندو ۽ ڪچي لوهه کي نرم ڪندو.
اوڙڪ:
هي مختلف معنائن وارو لفظ آهي. جيئن ته 1. اصل، اصلي، توڙ نڌان، آخر 2. ٻُڙ پُري، پاڙو وغيره، سر آبري جو بيت آهي ته:
ڪچاڙو ڏيئي، آءٌ گڏبي پرينءَ کي،
سِره ٿي سنت پانئيان، سجيندس سوئي،

اوڙڪ اھوئي، وجھندس پيش پنھونءَ جي.
(سُر آبري مستند متن 5-2 بيت 13)
سنت معنيٰ جيڪي پنھنجي طرفان ڪنھن ڏنل شيء جي عيوض نذراني طور ڏجي. سسئي ٿي چوي ته مون وٽ ٻيو ڪجھه ڪونھي پر پنھنجو ھڪ سر آھي، جيڪو سنت طور پنھونءَ جي سامھون پيش ڪنديس.
ٻي معنيٰ، سنڌ جي نسب نامي جي اصلاح ۾ اوڙڪ (جمع) اوڙڪون جي معنيٰ ٻُڙ، پُري يا پاڙو، پچندا ته تون ڪھڙي اوڙڪ مان آھين؟ ٽي معنيٰ اوڙڪ (جمع) اوڙڪ يا اوڙاڪ معنيٰ ترڙ (ڪوھه) مان پاڻي ڪڍڻ لاءِ پُوڻ واري ڪاٺي ۾ پوڻ جو آواز
پنِيء ٿا پٽڪن، اوڙڪ اباڻن جا
ڏنء:
ڏنء معنيٰ وڏي سخت ساڙيندڙ باھه، وسائڻ ڪان وڏي، جيڪا ھيٺ زمين، توڙي مٿي جبل، واء، جھنگ جھر ساڙي چڏي.
سُر حُسيني جو بيت آھي ته:
ڏنء لڳو ڏونگر ٻريو، پيئر ڪاٽي پُرن،
مٿان لاٿو مون، سندو جيئڻ آسرو.
(سر حسيني، مستند متن 5-6، بيت 13)
سر حسيني جو ٻيو بيت آھي ته:
ٿمن نيڻ رت وھي، چڻا ڪا ڪئو،

مون کي ڏنء ڏيو، آئين ٿا وڃو اوٺيا!
(سر حسيني، مستند متن، 5-2، بيت 5)
ٿر ۾ ڪڇهرين ڪندي معلوم ٿيو ته اتي ’ڏنء لڳو‘ معنيٰ گهرن
کي ساڙيندڙ گهٽي باهه لڳي.
وَڙُ:
وڙ عام معنيٰ ڳڻ، ٿورو يا احسان، پر اصلي معنيٰ ذات يا نسب
۽ اصطلاحي معنيٰ صورت سيرت. منهن مهانڊو وڙ وجهه.
مال لاءِ پڇبو ته ڪهڙي وڙ وجهه مان آهي. يعني ڪهڙي ٻُڻ،
ڪُڙهه يا ذات مان آهي. ڪُ وَڙو معنيٰ ڪوجهو (ڪُ+
وَجهَو) ملا عثمان جي ڪتاب چو علمي ۾ ڪُ وڙا معنيٰ
صورت ۾ ڪوجها
کي ڪوجها، کي ڪُ وَڙا، ڪَن منهن ۾ ڏِڪُ
سُر ڪاموڏ جي هيٺين بيتن ۾ نوري ۽ ڪينجهر جي ٻين مهاڻين
لاءِ ’ڪُ وَريون‘ لفظ آيو آهي. يعني منهن مهانڊي ۽ وڙ وجهه
۾ گهٽ.
ڪاريون ڪوجهيون ڪُ وڙيون، منهن ميريون ميون،
پاڪر پائي پن کي پاڻي ۾ پييون،
جي سام سمي ويون، تن تان لٿو حرف حساب جو
(سُر ڪاموڏ، مستند متن 5-2 بيت 11)
ڪاريون ڪوجهيون ڪُ وڙيون مُند نه موچاريون،
وٺي ويٺيون واٽ تي ککيءَ جون ڪاريون،

اُنين جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.
(سُر ڪاموڏ، مستند متن، 5-2 بيت 13)

اُجها:

سُر آبريءَ جو بيت آهي ته:

ڪُهجُ م اُجها ڪيهه، گرد پس گنگن جي،
ڏکي منجهان ڏيهه، نڪر نانهه ڪلهي ڪري.
(سر آبري مستند متن، داستان 9، بيت 5)

پهرين سڀ ۾ عام طرح لفظ ’اِجها‘ ڪري پڙهيو وڃي ٿو. پر صحيح پڙهڻ اُجها (الف مٿان پيش) آهي. فرق ويجهي ۽ پري اشاري جو آهي. اِجها معنيٰ هي (ويجهي شيءِ لاءِ) ۽ اُجها معنيٰ هو (پري لاءِ) هيٺين لاڙ ۽ ڪڇ جي جتڪي سنڌيءَ ۾ لفظ اُجها ڳالهائجي ٿو.

معنيٰ: اي سسئي! تون ٿڪجي چور ٿي پئجي نه رهه. ڏس (پنهون جي قافلي وارن) جي هُو رئي پوندي وڃي!

لَلو هنجهه:

هنجهه رُهاڪي (پرڏيهي) پکي آهي. جيڪو سياري ۾ ٻاهران اچي ۽ سنڌ جي ڍنڍن ۽ ساموندي ڪناري لڳ نندي پاڻي ۾ لهي. هنجهه گهڻو ڪري رنگ جا ڪارا ميران جهڙا آهن ۽ انهي ڪري رسالي ۾ هنجهن بابت بيت به سُر ڪارايل ۾ رکيل آهن. شاهه صاحب هر سهڻي شيء کي ساراهيو آهي ۽ هنجهن سان به ’للي هنجهه‘ کي وڌيڪ سارهيائين. سُر ڪارايل جي داستان

پهرين ۽ ٻئي جي ڪن بيت ۾ ’للي هنجهه‘ جو نالو آيو آهي، جن مان معلوم ٿو ٿئي ته للي هنجهه جي هلڻي ٺلڻي (لاڪيڻي لوڏ) نهايت سهڻي آهي ۽ ٻيو ته للو هنجهه ڪڏهن به لڙيل پاڻي ۾ نه ويهي.

وري وانهيري نه وريا، للا لاڪيڻي لوڏ.

(سر ڪارايل مستند متن 5-2 بيت 1)

ڪنگن ساڻ ڪُريل ، للاڇم لڙ پئين.

(5-2 بيت 11)

للن کي لطيف چئي اچي ساڻ آراڻ.

(5-2 بيت 14)

للي ٿي لاتيون ڪيون سر ۾ سڄي رات.

(مستند متن، 5-1 بيت 20)

للي لئي لات، سر ۾ ڪئو سوجهرو.

(5-2 بيت 19)

للي هنجهه جي ٻوليءَ بابت شاهه ڏينهن منسوب هيٺيون بيت آڳاٽو چيل آهي ته:

هنجهه مڙيئي هنجهه، هنجهه هنجهان ڪي ذات،

سپئي سوجها سَرجا، سپني ماڻڪ وات،

باهوتاڻي بات، للي ري ڪو نه لئي.

يعني. هنجهه سپني جي ذات ساڳي آهي ۽ سپئي وڏي سر (تلاء يا ڍنڍ) جا واقف آهن، جو سپني کي ماڻڪ وات ۾ آهن پر

’باهوتاٽي‘ ٻولي للي هنجهه کان سواءِ پيو ڪوبه هنجهه ڪونه ڪري. ’باهوتاٽي بات‘ يعني للي هنجهه جي لات، جنهن جو پري کان ڪن تي ائين پڙلاءُ پوي، جو جڻ باهوت! باهوت! پيو ٻولي.

شاهه صاحب اهو اهڃاڻ به ڏنو آهي ته پيو هر هنجهه رنگ ۾ ڪارو آهي، پر للو هنجهه رنگ ۾ اڇو اڇيرو آهي.

اڇر پئو اڇاهه، ته ائين اڇائي اُبهو
وِهڻ وڙ اَنهن جو لُڙ پاٽيءَ للاهه،
سر ڏجي ساهه، ڪُسر ڪنگن قبرون.
(سُر ڪارايل 5-2 بيت 7)

يعني ”اي اڇا هنجهه! او هين اڇو پاٽي پِئو“. راقم گهڻي وقت کان وٺي للي هنجهه کي ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي. اڳ جاتي طرف خاص طرح مرحوم محمد يوسف چانديي جي ڍنڍن ۾ للا هنجهه ايندا هئا پر پوءِ گهٽجڻ لڳا. هاڻي پنج ڇهه سال اڳ شاهه جي رسالي جي شائق عبدالقادر قادري ڪٿي (شهر ميرپور ٻٺورو) منهنجي لاءِ هڪ للو هنجهه هٿ ڪيو، جيڪو اڇيرڙي ميٺائين رنگ جو آهي. هنن لفظن لکڻ (15 آڪٽوبر 2007ع) تائين زندهه سلامت آهي ۽ گهر ۾ ويٺو آهي، جنهن مان للي هنجهه جي رنگ جي سڃاڻپ ٿئي ٿي.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب شاهه سائين جي شخصيت کان پوري طرح باخبر ۽ شاهه جي ڪلام جي عظمت، مقام، تاثير ۽

معنوي خوبصورتيءَ جو پارکو هو. هن شاهه جي رسالي جي هڪ هڪ لفظ، اصطلاح ۽ محاوري جو ڳوڙهو اڀياس ڪيو آهي. شاهه جي فڪر ۽ فهم کي خوب سمجهيو ۽ سمجهايو آهي. رسالي جي رهاڻ جي هن مضمون کي پڙهڻ سان پڙهندڙ بلوچ صاحب جي لطيف شناسيءَ جي پاڻ ئي شاهدي ڏيندا.

رهاڻ هيرن کاڻ (جلد نائون)

هيءُ جلد 155 صفحن تي مشتمل آهي. جنهن جي ابتدا ۾ سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم جي سرپرست محمد عثمان منگي، جنهن هيءُ نائون جلد ڇپرايو آهي. 'ناشر پاران' جي عنوان سان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي علمي مقام، علمي خدمت ۽ سندس شخصيت بابت مختصر ذڪر ڪيو آهي ۽ بلوچ صاحب طرفان هن جلد ڇپرائڻ جي اجازت ملڻ تي شڪريو ادا ڪيو اٿس.

فاضل مصنف جي مهاڳ کان سواءِ هيءُ جلد هيٺين عنوانن تي مشتمل آهي:

* تاريخ
* وياسي وينجهار
* سنڌ جي عالمن جي عظمت جا مثال
* علم ۽ عرفان کان خالي پڙهيلن لاءِ هدايت طور سالڪ حمزي جي چيل مدح
* ڳائو مال

* شاهه عبداللطيف جي دينداري
* سائين احمد ملاح عاشقيءِ جي ميدان ۾
* خود داري ۽ اخلاق جي بلندي
* رستم فقير لغاري جو ڪلام
* ماڻ، پرپ، تور ۽ وٿي ويڪر جا
* ظرافت ۽ خوش طبعي: مزاحيه ڪانفرس کي استقبالي خطاب
* سانوڻي آخوند، عالم ۽ شاعر خليفو گل محمد. جنهن عروضي شاعريءَ ۾ پهريون ديوان جوڙيو
* وڏي چاڻ واري راند ۽ رهاڻ
* حاصل فقير وسائي پوٽي جون اڳڪٿيون
* ڳالهيون مدن مهتي جون
* ڪڙ جو اڏامڻ ڪڏهن بند ٿيو؟
* نسب ناما ۽ قبيلا
* ڏَنورَ

* ٿر پارڪر جا مانجهاڻي رند
* سنگهار سومرا
* ناري جا مهاڻا
* ڦلپوٽا
* راجيسين پوٽا (لنجا، دل)

* پنپرا
* منڌرا
* شجرا، گهمراء، هنجراء
* احمداڻي رونجها
* سنهڙا
* بلوچن جو قديم شجرو
* ناريجا
* شُهٽا ۽ براهماڻي
* راهوما
* ٿر جي ڪچهري.

## سنڌ جي عالمن جي عظمت جا مثال:

ڊاڪٽر بلوچ صاحب پاڻ به عالمي سطح جو محقق ۽ اسڪالر هو. دنيا جي عالمن جي علمي مقام ۽ مرتبي کان باخبر هو. ان سان گڏ سونهاري سنڌ علمي وجاهت ۽ فضيلت کان به بخوبي واقف هو. ۽ سنڌ جي شان جي بلندي سندس من گهريو موضوع هو. تنهن ڪري هن مضمون ۾ ڊاڪٽر صاحب دنيا جي عالمن سان مشابهت ۽ تبيق جي صورت ۾ سنڌ جي عالمن جي سُهائيندڙ ساراهه ڪئي آهي.
ڊاڪٽر بلوچ فرمائي ٿو:

اسلام جي روشنيءَ سان تعليم ۽ تحقيق ۾ وڏي ترقي ٿي. جيڪڏهن ڪن ٻن نامور عالمن وڏو نالو ڪيو ته ٻنهي جي نالن کي هڪٻئي سان ملائي، صاحب يا ساٿي طور، وڏي احترام سان مڃيو ويو. ٻن جي عدد کي عربيءَ ۾ 'تثيه' چئبو. جيئن ته عالمان (ٻه عالم) يا عارفان (ٻه عارف) حرف جر واري حالت ۾ انهن لفظن کي 'عالمين' ۽ 'عارفين' ڪري پڙهبو. اهڙيءَ طرح علمي دنيا ۾ صاحبين ۽ فاضلين جا خطاب مشهور آهن. (جن جو ذڪر هيٺ اچي ٿو)

صاحبين: يعني ٻه فضيلت جا صاحب (ٻه ساٿي ۽ رفيق) جن فقه حنفي جي ڇاڻ ۾ برابري طور وڏو نالو ڪيو- هڪ امام ابو يوسف (اسد بن عمر البجلي. (182-113هه) ۽ ٻيو امام محمد بن الحسن بن فرقد الشيباني (189-132هه) جيڪي ٻئي امام ابو حنيفه جا هونهار شاگرد هئا ۽ پوءِ پاڻ به وڏا محقق ٿيا. ٻئي فقه حنفي جي علم ۾ ساڳي حد تائين ممتاز هئا ۽ ٻنهي کي 'صاحبين' جي شانائتي خطاب سان ياد ڪيو ويو. يعني ته جيڪڏهن 'صاحبين' (ٻنهي صاحبن) جي ساڳي راءِ آهي ته اها آخري آهي.

جلالين: يعني ٻه جلال، جن قرآن شريف جو تفسير جلالين لکيو. هڪ استاد جلال الدين المحلي (وفات 864هه) جنهن پهريائين هي تفسير لکڻ شروع ڪيو ۽ ٻيو سندس شاگرد جلال الدين سيوطي، جنهن ان تفسير کي سنه 870هه ۾ لکي پورو ڪيو.

عام مطالعي لاءِ تفسير جلالين نهايت مقبول رهيو آهي. هن ملڪ ۾ هي تفسير پهريائين ڪلڪتي مان سنه (1457هه) ۾ ڇپيو ۽ ان بعد بمبئي، لکنو ۽ دهليءَ مان شايع ٿيو.
ٻن واري انهي خاص فضيلت جا نمايان نشان سنڌ جي اعليٰ علمي ماحول ۾ به ملن ٿا. جن مان فاضلين جو مثال مشهور آهي. ان کان سواءِ مخدومين جو مثال موجود آهي ۽ پڻ احمدين جي مثال جو اضافو ٿي سگهي ٿو. جيئن هيٺ بيان ٿيندو:
فاضلين: يعني ٻه فاضل، جن قرآن شريف جو تفسير فاضلين لکيو. هڪ مولوي محمد فاضل شاڪراڻي ٺٽوي، جنهن سورت فاتحه کان سورت يوسف تائين تفسير لکيو. ۽ ٻيو سيد فاضل شاهه بن حيدر شاهه حيدرآبادي، جنهن پوءِ سوره يوسف کان اڳتي آخر تائين تفسير لکيو. تفسير فاضلين (قلمي) ٺٽي ۾ بزرگن وٽ محفوظ آهي. جنهن جي آخر ۾ قطع تاريخ طور ڏنل سال 1285هه آهي.
مخدومين: يعني ٻه وڏي علم وارا مخدوم، جن کان انهي خطاب سان، مستند علمي ۽ فقهي فتوائون ۽ فيصلا نقل ٿيا. ٻئي شهر 'مٽياري' جا وڏا عالم هئا. هڪ مخدوم عثمان بن ٿارو متعلوي ۽ ٻيو سندس فرزند مخدوم عبدالڪريم متعلوي. سندن تحرير ڪيل فيصلن ۽ فتوائن کي سنڌي عالمن 'مخدومين'
جي نالي ۽ حوالي سان سند طور نقل ڪيو. مخدوم عثمان حديث جي علم کان باخبر هو. مخدوم عبدالڪريم پنهنجي علمي

تجربي سان ڳڙوڳڙ وطن درست هو. جنهن سنڌ تي انگريزن جي قبضي خلاف حرمين شريفين ڏانهن هجرت ڪئي ۽ اتي ئي سنه 1265ھ ۾ وفات ڪيائين. ٺٽي جي قاضي عبدالرحيم سندس وفات جي تاريخ هن جملي مان ڪڍي- ”قد وقع اجرة علي الله“ (1265ھ)

مدرسي ڪڏي (ڪراچي) ۾ فاضل غلام مصطفيٰ راڄپر ڪان معلوم ٿيو ته ڪتاب ”مناقب المخدومين“ يعني (ٻنهي مخدومن جون ساراهون) ٺٽي سائينداد جي سرهندي بزرگن جي ڪتب خاني ۾ موجود آهي.

ان اڳين روايت جو هڪ نمايان مثال، ٻن ساڳئي نالي (احمد) وارن عالمن ۾ ملي ٿو، جن جي اعليٰ علمي ڄاڻ ڪي احمدين جي نالي سان ياد ڪري سگهجي ٿو.

احمدين: يعني ٻه احمد. هڪ پراڻن هالن جو سانوڻي آخوند احمد. ۽ ٻيو ٻٺ جو ميان احمد پٺائي، اهي ٻئي فارسي ۽ عربي جا عالم هئا ۽ ٻئي پنهنجي علمي ادبي ڄاڻ جي ڪري حيدرآباد جي ميرن صاحبن وٽ نهايت معزز ۽ مان وارا هئا. آخوند احمد سانوڻي عمر ۾ وڏو ۽ ميون احمد پٺائي ننڍو هو. پر ٻئي همعصر هئا. آخوند احمد سانوڻي جي مير محمد حسن علي خان ۽ مير حسين علي خان سان خط و ڪتابت هئي ۽ پڻ مير عبدالحسين خان سانگي کي پڙهايائين. سنه 1293ھ ۾ مير سانگي جي

ڪتاب ’سوز سانگي‘ جي تڪميل ۽ اشاعت لاءِ فارسي ۾ هيءُ قطعو لکيائين:

سوز سانگي نام او آراسته، چون گلستان ارم پيراسته،

باسر حد سال تاليفش بود، مونس عمديد گان آراسته.

ميان احمد پٺائي فارسي ۽ عربي جي عالم هئڻ سان گڏ شاهه عبداللطيفؒ جي رسالي جو ڪاتب هو ۽ مير عبدالحسين خان سانگي لاءِ توڙي ٻين لاءِ پنهنجي دستخط سان شاهه جا رسالا لکيائين. ٻئي احمد عالم ۽ شاعر هئا ۽ آخوند احمد سانوڻي پنهنجو تخلص ’احمدي‘ ڪندو هو. ٻنهي بزرگن جي پاڻ ۾ علمي دوستي هئي ۽ ٻنهي هڪٻئي ڏي عربي نظم ۾ محبت پريا معياري خط لکيا (جيڪي آخوند احمدي پنهنجي بياض ۾ نقل ڪيا آهن).

شاهه عبداللطيفؒ جي ديناري:

هر سنڌي ڳالهائيندڙ ۽ هر سنڌي خواندو شاهه عبداللطيف پٺائيءَ سان بي پناهه محبت ۽ عقيدت ٿو رکي ۽ شاهه کي پنهنجو روحاني رهبر ٿو سمجهي. پوءِ اهو مسلمان هجي يا هندو، مذهب جو مڃيندڙ هجي يا لا مذهب، مگر افسوس آهي ته اهڙا گهٽ ماڻهو آهن، جيڪي ديانت داري ۽ غير جانبداريءَ سان اهو ٻڌائين ته لطيف جو اصل پيغام آهي ڇا؟ هر ڪنهن کي ڏسو ته لطيف جي ڪلام جو آڳو پيڇو ڦيرائي، ڇڪي تاڻي، لطيف جي ڪلام مان پنهنجي مذهب، پنهنجي مسلڪ ۽ پنهنجي

نُڪتهء نظر جي سَندَ ۾ ثابتي پيش ڪرڻ ٿو چاهي. ”خود بدلتي نهين قرآن کو بدل ديتي هين“ واري ڪار لڳي پيئي آهي. علمي ديانت ۽ ايمانداريءَ سان ڏسبو ته معلوم ٿيندو ته شاهه جي ڪلام جو روح ۽ تاڃي پيٽو ’تون هي تون‘ جي تنوار آهي. هت فقط هڪڙو بيت پيش ڪجي ٿو جيڪو شاهه جي نُڪتهء نظر جي وضاحت لاءِ ڪافي سمجهڻ گهرجي. بيت جي ٻولي ڳالهائي ٿي ته اهو لطيف کان سواءِ ڪنهن ٻئي جو ڪلام ٿي نٿو سگهي. بيت هيءُ آهي:

چاکي وڃيو چو، ٻيلي ٿيين ٻين جو،
وٺ ڪنجڪ ڪريم جي جڳ جو والي جو،
سهکو هوندو سو، جنهن جو عشق الله سين
(شاهه)

بهرحال هن مضمون ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب شاهه سائين جي ديندار يءَ جو ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته:

شاهه عبداللطيفؒ جڏهن ڀٽ کي وسايو، تڏهن پهريائين اتي مسجد شريف جو بنياد وڌائين ۽ والدين لاءِ گهر ٺهرايائين. پنهنجي والد حبيب الله شاهه جي ترغيب سان تصوف جي قادري طريقي ۾ فيضياب ٿيو. پر ان سان گڏ هن پاڻ پنهنجي سر اويسي مسلڪ ۾ به قدم رکيو. جڏهن ڀٽ تي سڪونت اختيار ڪيائين ته سندس روزاني ۾، سندس خانقاهه جي هر ڪم لاءِ فقير مقرر ٿيل هئا. نماز جو نظام ۽ انتظام فقير عبدالجميل اُنڙ

سنڀاليندو هو ۽ ﭘﭨائي صاحب جي مصلي ۽ تسبيح جي سنڀال به سندس حوالي هوندي هئي. سفر ۾ نماز جي ادائگي باقاعدي ٿيندي هئي ۽ اڳين نماز پڙهڻ بعد مولوي محمد صالح مولانا رومي جي مثنوي مان وعظ ڪندو هو.
اهي ڳالهيون اڳ معلوم ٿي چڪيون هيون. ڪجهه وقت اڳ راقم کي، شاهه صاحب جي وقت جي قلمي ڪتاب جو هڪ صفحو دستياب ٿيو، جنهن تي هيٺئين فارسي عبارت لکيل هئي. جنهن مان معلوم ٿيو ته شاهه صاحب جن عشاء (سُمهڻي) جي نماز بعد به تاڪيد ڪندا هئا ته وضو هوندي پاڪائي ۾ سمهي رهجي.
”حڪايت در مناقب سيد السادات سيد عبداللطيفؒ قدس سره وطاب مثنواه“
بر مريدان خود حڪم فرموده که هرگز بعد نماز عشاء سخن دنيوي نه گوئيد بلکه هم چنان بعد نماز باوضو بخوابيد. و از جميل که مريد خاص بوده آمده که يک بار در نماز فجر در اول متصل بوده بعد السلام.......
ترجمو: سيد السادات سيد عبداللطيف قدس الله سره وطاب مثنواه، سندس مريدن کي ارشاد ڪيائين ته نماز عشاء کان پوءِ دنيوي ڳالهيون نه ڪن، پر نماز کان پوءِ وضو جي پاڪائي سان سُمهن. سندن خاص مريد عبدالجميل جو بيان آهي ته هڪ

پيري هو فجر جي نماز جي پهرين صف ۾ بيٺل هو، جو سلام وارڻ بعد.....

هيءَ ڳالهه خاص خادم عبدالجميل انڙ جي زباني بيان ڪيل آهي جيڪا پوري بڌايل ناهي، ڇاڪاڻ جو ضعيف پنو ڦاٽي ويو آهي. البت ان جي شروع ۾ شاهه صاحب طرفان خادمن کي رات جو پاڪائي سان سمهڻ جي ترغيب ڏنل آهي. اهو شروع وارو دور هو. ان کان پوءِ سنه 1144ھ ۾ سندن والد حبيب الله شاهه جي وفات بعد فقيرن کي رسالي جي راڳ طرف متوجه ڪيائين.

خودداري ۽ اخلاق جي بلندي:

پڪا ۽ پنهنجي ڳالهه تي بيهڻ وارن جا مثال سنڌ جي تاريخ جي ڪردارن مان ڏيئي سگهجن ٿا:

نواب احمد خان لغاري:

ٽالپرن جي دور جي وزيراعظم نواب ولي محمد خان لغاري جو فرزند هو. سنڌ تي انگريزن جي قبضي بعد سنڌ ڇڏي پنجاب ويو ته سکن جي مدد سان انگريزن کي ڪيجي. انگريزن حيلا هلايا ته نواب احمد خان موٽي سنڌ اچي جو ڪين خطرو هو ته سک سندس طرفدار ٿيندا. ڪن وڏن عهدن ۽ واعدن تي اعتبار ڪري سنڌ موٽي آيو. سندس به پٽ ولي محمد خان (پيون) ۽ بخش علي خان ساڻس گڏ هئا. انگريز عملدارن سندس آجيان

ڪئي ۽ ڪوشش ڪيائون ته سندس مرحبا ڪري، ڪجهه زمين جاگير طور ڏيئي، مجائي چڏجي.
وڏي دعوت، ٿرپارڪر جي پوليٽيڪل ايجنٽ ڪئپٽن ترَوٽ (Tyrwhitt) ڪئي. هن حيدرآباد ۾ قلعي سان لڳ اتر اوڀر وارو وڏو باغ پنهنجو بنگلو بنايو هو. هو سنڌي لباس پائي هلندو هو ۽ وڏو پٽڪو ٻڌندو هو. هو اهو لباس پائي اچي نواب صاحب سان مليو. ڪچهري وهاڻن جي ٺيڪ سان هيٺ ٿي. حقا لڳي ويا ۽ ناتڻا ڪپي ويا. تروٽ، نواب صاحب کي چيو ته اوهان جاگيرون نه ورتيون آهن. اوهين وٺو جو اڳتي ڪم ايندوَ. مون واهه کوٽايا آهن ۽ اوهين هڪ لک ايڪڙ جاگير طور سنڀاليو. نواب صاحب چيو ته اسين ڪٿي ۽ ڪٿي تنهنجا واهه! تروٽ چيو ته پلا پنجاهه هزار ايڪڙ پنهنجي قبضي ۾ ڪريو، جيڪا بنا معاوضي هوندي. نواب صاحب چيو ته پنهنجي جاءِ تي وڃي، ويچار ڪري پوءِ جواب ڏيندس.
محمد يوسف منگواڻو عرف يوسف خدمتگار:
مير غلام علي خان کي فرزند (مير محمد خان) ڄائو. ڇپ تي چنڊ گرهڻ هوس. ٿڃ نه پيو پيئي. چيائون ته تازو چاول ٻارڙن واريون مائون وٺي اچو ۽ پوءِ جنهن جي ٿڃ پِئي سا پياريو. مائي ٻنبي منگواڻي کي تازو چاول ٻار ڄڻن تي هو. ڦليلي تي ڪپڙا پئي ڌوتائين جو کيس وٺي آيا ۽ ٻارڙي ٿڃ پيتي ۽ مائي ٻنبي جو بخت کُليو، ڪپڙا ويس وڳا مليس ۽ ڪم معاف ٿيس. ننيڙي

يوسف لاءِ چار دايون مقرر ٿيون. صاحبزادو مير، نوابزادو احمد خان ۽ يوسف منگواڻو اهي ٽيئي ٻارڙا پاڻ ۾ راند يون ڪيڏڻ لڳا. نواب ولي محمد خان لاڙڪاڻي جو گورنر هو ۽ اتان جهمٽي (ٻيڙن) ۾ چڙهي لهوارو درياء مان حيدرآباد ايندو هو. احمد خان اچي جوان ٿيو هو ۽ محمد يوسف وٽس ٽڪيل هو. جو نواب صاحب جي اچڻ جو قاصد اچي پهتو. احمد خان ۽ محمد يوسف گڏجي نواب صاحب جي استقبال لاءِ گدو بندر پهتا. نواب صاحب آيو ته ٻئي ادب سان مليا. نواب صاحب محمد يوسف کان پڇيو ته پڙهيل آهين؟ محمد يوسف چيو ته نه. اتي نواب صاحب احمد خان کي چيو ته ابا، پهريون يار ڪيئي سو به اڻ پڙهيل! نواب وڏو هليو ويو، پر محمد يوسف اهو ٻڌي ارمان ۾ رهجي ويو. جڏهن ماني آئي ته ماني نه کاڌائين ۽ احمد خان کي چيائين ته: ”آءٌ پڙهندس، پوءِ ماني کائيندس“. سو موڪلائي وڃي پهريون سبق ورتائين. پوءِ پارسي پڙهيائين، ايترو جو شاعر ٿيو ۽ وڏي نواب صاحب ڏي فارسيءَ ۾ خط لکيائين. ۽ ڳالهه ياد ڏياريائين. محمد يوسف وڏو شاعر ٿيو ۽ فارسي ديوان منظوم ڪيائين. وڏي عمر ۾ انگريزن جي دور ۾ وفات ڪيائين. نواب حاجي شفيع محمد لغاري تاجپوري راقم کي ٻڌايو ته محمد يوسف منگواڻو ڪليڪٽر راٿبورن جي ايامڪاريءَ ۾ تاجپور ۾ آيو هو. عمل ڪائيندو هو. فارسي آميز الفاظ ”اينت ڪُن“ سندس تڪيو ڪلام هو.

## مرزا جاني بيگ جي خودداري:

ابوالفضل اڪبر بادشاهه جي طرفان دکن جو مدارالمهام هو جو مرزا عبدالرحيم خان خانان کي اتي مرزا جاني بيگ کي ساڻ ڪري، سندس آفيس تي ملڻ ويو. ابوالفضل پنهنجي بستري ۾ ويٺو هو ۽ اڪبر نامي جا ڪي ورق ڏسندو رهيو. مرزا جاني بيگ ڏانهن متوجه نه ٿيو ۽ فقط ايترو چيائين ته:

”بيايد مرزايان، بنشينيد“ (اچو مرزا ويهو)

مرزا جاني بيگ اهڙي ڪيڪار کي پنهنجي توهين سمجهيو ۽ اٿي هليو ويو.

## ابوالفضل جي انڪساري ۾ ڪيس سنڌي هجڻ جو احساس:

مٿئين موقعي کان پوءِ ڪنهن ٻئي موقعي تي وري مرزا عبدالرحيم خان خانان ترغيب ڏيئي مرزا جاني بيگ کي ابوالفضل جي گهر وٺي ويو. ان موقعي تي ابوالفضل مرزا جاني بيگ جي استقبال لاءِ درواري تائين آيو ۽ تواضع سان چيائين ته:

”ماخاد ميم و شهري شماهيم“

(اسان خادم آهيون ۽ اوهان جا هم شهري آهيون).

يعني ته اوهان وانگر اسين به سنڌ جا آهيون. مرزا جاني بيگ ابوالفضل جو هيءُ رويو ڏسي حيران ٿي ويو ۽ خان خانان کان پڇيائين ته:

”آن نخوت واين فروتني چسيت“

(اڳين وڏ ماڻهپي ۽ هي نيازمندي! ڇا سبب آهي؟)

تنهن تي خان خانان ٻڌايس ته:

”آن روز تورگي وڪالت در نظر داشت سلي بمثل اصل ڪارڪرد و امروز برادرانه در خورد“

(اڳ هو بادشاهه جو نمائندو هو ۽ اهوئي شان ڏيکاريائين. اڄ هو برادرانه انداز سان مليو)

(ماثرالاسراء تصنيف شاهنواز خان (جلد 2) صفحو 621 مطبوع ڪلڪته)

## رهاڻ هيرن ڪاڻ (جلد ڏهون)

هيءُ ڏهون جلد انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي سنڌ يونيورسٽي ڄام شورو شايع ڪيو آهي، جنهن جي منڍ ۾ سنڌالاجي جي ڊائريڪٽر انچارج محمد قاسم ماڪا ’پبلشر نوٽ‘ جي عنوان سان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي علمي ۽ ادبي خدمتن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته:

”سندن هي پورهيو سنڌ شناسيءَ جو هڪ اهم خزانو آهي، جيڪو نسلن تائين سنڌ شناسيءَ جون گهرجون پوريون ڪندو

رهندو. خاص طور نئين نسل کي سنڌ جي ماضي ۽ حال جي علم، ادب، ثقافت، ڪلچر، ٻولي، لوڪ ادب ۽ ڏاهپ کان متعارف ڪندو رهندو.“

هيءُ ڏهون جلد، هيٺين عنوانن کي اجاگر ڪري ٿو:

* تاريخ
* وياسي وينهجار
* تذڪره العاشقين
* سورهيه پاڳاري صبغت الله شاهه خلاف بنايل بغاوت ۽ جڙتو ڪيس
* لاڙ جا ٽي ولي
* شيخ حسين ديولي عرف پير پٺو
* شيخ ريحاڻ
* شيخ پرڪيو ڪاتيار
* محبت جون مقالون
* سنهون مال ريون
* مند جو مٿجڻ: ٽِر مُوري لڳڻ
* لوڪ ادب کي ياد ڪندي
* ميان نصير محمد جو ساٿي ميان مانجهي سلطان
* عالم ۽ استاد ولهاري ميان
* سنڌ جي درس گاهن جا ڪتب خانا
* پنهنجا پاڙيسري پکي

* مقامو: گاروڙي نانگ بلائون
* جهاڙون
* نسب ناما ۽ قبيلا
* ڪاٺ ٻانيڻ
* ٽنڊو رحيم خان جا جنگواڻي جمالي
* احمداڻي لغاري
* دل
* اُڏا
* ڪوريجا
* هگُورجا
* مڱلا
* گائيجا
ٻگهياڙ (ڪلمتي)
* مِٺي (ٿر) جي گڏي
* راڄڻ شاهه ماڻائي.

سورهيه صبغت الله شاهه خلاف بنايل بغاوت جو مقدمو ۽ جڙتو شاهد:
پاڳارا خاندان نجابت نشان جو عظيم المرتبت فرزند پير سائين صبغت الله شاهه شهيد عرف سورهيه بادشاهه جو قابلِ ذڪر ۽ قابلِ فخر ڪردار سنڌ جي سورهيائي، تدبير ۽ تدبر معامله

فهمي ۽ فراست، انتهائي نا مساعد حالتن ۾ حيرت ۾ وجهندڙ پيشوائيءَ جو حق ادا ڪرڻ ۽ جابر ۽ ظالم حاڪم جي اکين ۾ اکيون وجهي لطيف جي لفظن ۾ کيس للڪارڻ ته:
”جي تون پاهڻ پٻ جو، ته لڳ منهنجا لوهه“
وارو سورهيه سردار جو ڪردار سنڌ جو شان بلند ڪريو بيٺو آهي. پير سائين جي قابلِ فخر قيادت ۾ مٿانئن سر ساهه گهوريندڙ سرويچ سورهين (حُرن) سرفروشي ۽ جان نثاريءَ جو جيڪو مثال پيش ڪيو، تنهن ثابت ڪيو ته:
جهڙو پنهون پاڻ، تهڙي سٿا ساٿ جي.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب هن مضمون ۾ فرمائي ٿو:
”سنڌ ۾ انگريزن جي ساراهه جو دور ختم نه ٿيو آهي. انهيءَ جو رڪارڊ موجود آهي، پر رعيت جو رڪارڊ لکت ۾ موجود ناهي. انگريزن وڏي تدبير سان پنهنجا ثناخوان ۽ طرفدار پيدا ڪيا. پر وطن جا خيرخواهه ڪي ورلي ٿي پيدا ٿيا. البت ويهين صدي واري دور ۾ پهرين عالمگير جنگ (1914ع) کان پوءِ ملڪ جا ڪي جذبي وارا ماڻهو پيدا ٿيا، جن خلافت تحريڪ ذريعي مزاحمت ڪئي. سورهيه صبغت الله شاهه بابت وڌيڪ تحقيق جي ضرورت آهي. انگريز حڪمرانن ۽ سندن آفيسرن سورهيه بادشاهه خلاف بغاوت جو ڪيس، سندس شهادت لاءِ ئي ناهيو. اها سوچيل سمجهيل سازش هئي، جيڪا پوري ٿي، چاڪاڻ جو انصاف جا سڀ دروازا بند ڪيائون. بغاوت جو

ڪيس هلايائون ته سرڪاري عملدارن، ضلعي جي ڪليڪٽرن تائين يڪمشت ٿي پير صاحب خلاف ڪوڙا شاهد پيدا ڪيا، سچا شاهد پري رڪيائون.
پير پاڳارو سورهيه صبغت الله شاهه گادي نشين ٿيڻ کان وٺي، انگريزن جي سنڌ تي قبضي خلاف هو. انگريز حڪمرانن طرفان مليل تعريف ناما پنهنجن وڏن جي ڪاغذن ۾ ڏٺائين، ته اهي ساڙايائين. 1936ع ۾ قيد و بند واري پهرين آزمائش کان موٽڻ بعد، انگريزن کي ملڪ مان ڪڍڻ لاءِ تنظيم جو سوچيائين ۽ پنهنجي جماعت ۾ غازين جي تياريءَ جو بنياد رکيائين، جنهن اڳتي حُر تحريڪ جي صورت ۾ انگريزن جي حڪومت خلاف جنگ لاءِ تياري ڪئي. آئنده مقابلي ۾ ڪاميابيءَ لاءِ مسلمانن ۽ هندن جو اتحاد ضروري سمجهيو ۽ ان مقصد خاطر غازين کي هندن جي حفاظت لاءِ مقرر ڪيو ته جيئن اهي شهرن ۽ ڳوٺن ۾ انهن جو هر طرح بچاءَ ڪن. ان وقت حڪومت جي اختيار ڪيل پاليسي موجب مسجد منزل گاهه سکر جي مالڪيءَ لاءِ هندن ۽ مسلمانن وچ ۾ فساد متل هو. مسجد منزل گاهه مسلمانن جو تاريخي ورثو هئي پر حڪومت جي پشت پناهي سان پيسي ۽ طاقت وارا هندو مسجد ۽ لاڳو عمارتن تي قبضي لاءِ اٿي کڙا ٿيا. مسلمان رهنمائن سندن مقابلو ڪيو. پير صاحب سائين جي. ايم. سيد کي صاف

لفظن ۾ لکيو ته اسان هندو- مسلم اتحاد جا حامي آهيون. سندن نظر ملڪي آزاديءَ واري آخري مقصد تي هئي.
سنڌ جڏهن بمبئي کان جدا ٿي ۽ 1940ع ۾ چونڊون ٿيون ته پير صاحب چونڊن ۾ حصو ورتو. سنجهوري جي تڪ مان شيخ محمد لقمان کي بيهاريائون. وطن دوست رهنما سائين جي. ايم. سيد کي 14 مارچ 1940ع تي خط لکيائون ۽ کيس وزارت ملڻ تي مبارڪ ڏنائون. اهو پڻ لکيائون ته اسان هندو- مسلم اتحاد لاءِ حامي آهيون (سائين جي. ايم. سيد اصلوڪو خط مون کي پاڻ ڏيکاريو هو). وڌيڪ ته: سائين جي. ايم. سيد ڪا اهڙي ڳالهه به ڪندو هو ته پير صاحب کين چيو هو ته سنڌ جي ترقيءَ لاءِ سنڌ مان ئي جدا طور تي ڪي قدم کنيا وڃن يا ڪا تحريڪ قائم ڪئي وڃي.
پير صاحب جا اهي سڀ قدم سياسي بصيرت وارا هئا. اهي قدم انگريزن جي حڪمراني ختم ڪرڻ لاءِ سوچي سمجهي کنيائون. بيشڪ وڏي تدبر ۽ تدبير سان مقابلي جو سوچيائون، انگريز حڪمرانن پير صاحب کي باغي بنائڻ جي رٿ اڳواٽ رٿي ۽ مقدمو هلايو. باوجود انهن جي دٻاءَ جي، سنڌ جي معتبر ماڻهن ۽ زميندارن مان گهڻا سڀ انگريزن جي هن سازشي مقدمي ۾ شامل نه ٿيا. 1955ع-1970ع وارن سالن ۾ راقم ڪوشش ڪئي ته اهڙن معتبر ماڻهن کي ڳولي لهجي. جن کان حڪومت زور تي شاهديون ٿي ورتيون. ٿن معتبر شخصيتن

ٻڌايو ته، نه فقط ديسي آفيسرن پر خود وڏن انگريز آفيسرن ڪوڙين شاهدين لاءِ زوري حڪم هلايا. هن وقت اهي ٿيئي سائين گذاري ويا آهن. هڪ هو سردار خدا بخش خان پتافي (تعلقي ميرپور ماٿيلي جو) ٻيو سيد امام بخش شاهه شاهپوٽو (تعلقي ميرپور خاص جو) ٽيون (خانبهادر) محمد ايوب کهڙو. هيٺ انهن جي پنهنجي زباني جيڪي مون ٻڌو ۽ جيڪي ياد رهيو آهي، سو لکجي ٿو:

سردار خدا بخش پتافي، ميرپور ماٿيلو:

1960ع کان وٺي سنڌ بابت تحقيق ڪندي، منهنجو سکر ضلعي جي روهڙي ڊويزن ۾ وڃڻ ٿيو ۽ حسن علي خان پتافي سان واقفيت ٿي. سندن ڳوٺ گل محمد پتافي ۾ وڃڻ ٿيو. جتي سندس والد سردار خدا بخش خان پتافي سان ملاقات جو موقعو مليو. عمر رسيده ۽ وڏي فهم وارو هو. فارسي خواندو علم وارو هو. ڪچهريءَ ۾ سورهيه بادشاهه ۽ حرن جي ڳالهه نڪتي ته سردار چيو ته: انگريزي حڪومت پير صاحب کي شهيد ڪرڻ لاءِ حيلا هلايا هئا. سکر کان وٺي ٿرپارڪر ضلعي تائين جيڪي اثر رسوخ وارا ماڻهو هئا، تن کي ڌمڪائي پير صاحب خلاف شاهديون ڏيڻ لاءِ ڪوشش ڪيائون ۽ جيڪي سندن زور بار هيٺ نه آيا، تن کي ڪوڙن ڪيسن ۾ اڙائي جبل ۾ وڌائون. 1942ع ۾ سکر ضلعي جو ڪليڪٽر هولٽ (Holt) هو. جنهن مون کي گهرايو ۽ پير صاحب خلاف شاهدي ڏيڻ

لاءِ چيو. مان ڪيس ٻڌايو پير صاحب پاڻ ڪو اهڙو قدم ڪونه ڪنيو آهي، جنهن جي خلاف آواز اٿارجي. تنهن تي چيائين ته ججن آڏو جيڪي اوهان کي چوڻو هوندو، سو اوهان کي ٻڌايو ويندو. اهڙي شاهدي ڏيڻ کان مون انڪار ڪيو. ان کان پوءِ مون کي گرفتار ڪيو ويو ۽ وقت بوقت آفيسر زور بار وجهندا رهيا ۽ پنهنجي طرفان رپورٽون موڪليندا رهيا. پير صاحب جي شهادت (20 مارچ 1943ع) کان پوءِ تائين مون کي جيل ۾ رکيائون. خلافت تحريڪ ۾ مان انگريزن جي حڪومت خلاف گهڻو ڪم ڪيو هو. جو آءٌ امروٽي بزرگ جي صلاحڪارن مان هوس. انگريزن وٽ اهو پويون رڪارڊ هو ۽ جيل ۾ ياد ڏياريندا رهيا ته مان انگريزن جي حڪومت خلاف ڪم ڪرڻ وارو ماڻهو آهيان.

سيد امام بخش شاهه عرف وڏل شاهه، ضلعو ٿرپارڪر:

1952ع کان وٺي آءٌ سنڌ بابت تحقيق جي سلسلي ۾، خاص طرح وڏي شاعر ميين شاهه عنايت بابت مواد هٿ ڪرڻ لاءِ سنهڙي وارن ساداتن سان ملڻ ويس. جتي جي بزرگ امام بخش شاهه عرف وڏل شاهه صاحب کان مون پير صاحب شهيد ۽ حڪومت طرفان لڳايل مارشل لاء بابت پڇيو. وڏل شاهه خاص طرح ٿرپارڪر جي انگريز ڪليڪٽر جي پير صاحب خلاف زوري شاهدي وٺڻ جي حقيقت بيان ڪئي. چيائين ته 1941-42ع ۾ ٿرپارڪر جو ڪليڪٽر ديوس (Davies) نالي

انگريز هو، جنهن مون کي گهرايو. مير پير بخش ٽالپر ٽنڊي محمد خان وارو صوبيدار موڪليائون، جو مون کي وٺي ويو. پر شام جو آيو ۽ خفيه طور مون کي رات جي دقت ميرپورخاص وٺي ويا. ڪليڪٽر مون کي سندس بنگلي تي گهرايو ۽ چيو ته پير پاڳاري تي بغاوت جو ڪيس آهي. هن وڏا ظلم ڪيا آهن ۽ تون ان جي خلاف شاهدي ڏي. گهڻو چيائين پر مون انڪار ڪيو. تڏهن چيائين ته آءٌ توکي ڏسي رهندس. ڦاسي قبول اٿئي؟ مون چيو ته: ”اها اوهان جي مصلحت ۽ مرضي، باقي آءٌ ڪوڙي شاهدي ڪونه ڏيندس“. پوءِ ڏينهن ڪليڪٽر حُڪم نامو ڪڍي منهنجا هٿيار ضبط ڪيا. ان بعد مون کي هڪ ڪوڙي ڪيس ۾ اڙايو ويو. ”اصل ڳالهه هيءَ هئي ته بي بي صاحبزادي ڏي هئي نواز علي شاهه جي، جيڪو شاهپوٽو سيد هو ۽ اسان کي عزازت ۾ ويجهو هو. نواز علي شاهه جي وفات بعد بيبي صاحبه ورثي ۾ ڪيس مليل زمين، مون کي بخشش ڪري ڏني. انهيءَ بخشش جي تصديق، قاعدي موجب تعلقي مختيارڪار اميد علي خان ڪئي هئي. بيبي صاحبزادي جي والده مهر وارن سيدن (ويٺل ديهه ٺهڪڻ، ٻگهڙي کان ٻه ميل ڏکڻ طرف) مان ڪنهن جي ڏيءُ هئي. ڪليڪٽر انهن مان ڪنهن کي گهرايو ۽ کانئن هڪ درخواست ڪرائي ته وڏل شاهه وارن ڪوڙي بخشش ڪرائي آهي. انهيءَ درخواست تي ڪليڪٽر ٻيوس اها بخشش

روڪائي. مون قاضي فتح محمد ۽ قاضي عبدالحڪيم کي، جيڪي بيبي صاحبزادي جا عام مختيار هئا ۽ جن جي آڏو بخشش ٿي هئي، شاهدن طور پيش ڪيو ۽ انهن سچي شاهدي ڏني. انهي تي ڪليڪٽر هيڪاري تتو ۽ مون سان گڏ انهن ٻنهي کي به جوابدار ٺهرائي ڪوڙي بخشش واري ڏوهه هيٺ ڪيس هلايائون. اهو ڪيس حيدرآباد جي سيشن جج مسٽر 'Paymaster' وٽ هليو جيڪو ڪليڪٽر ڊيوس جو عزيز هو. پوءِ جج ان ڪيس ۾ مون کي ست سال، قاضي فتح محمد کي به ست سال ۽ قاضي عبدالحڪيم کي ٽي سال قيد جي سزا سڻائي.“

محمد ايوب کهڙو:

1941ع-1942ع ۾ جڏهن انگريزن جي حڪومت سورهيه صبغت الله شاهه کي گرفتار ڪيو ۽ بغاوت جو ڪيس هلايو ويو. تڏهن محمد ايوب کهڙو سنڌ جو جرئتمند سياسي اڳواڻ هو ۽ پڻ مسلم ليگ جو ميمبر هو. 1965ع کان پوءِ کهڙي صاحب سان منهنجون ملاقاتون ٿيون. هڪ ملاقات ۾ مون کيس ٻڌايو ته: 1942ع ۾ مسلم يونيورسٽي علي ڳڙهه مان شاگردن جي وفد ۾ اسان دهلي ۾ نوابزاده لياقت علي خان سان ملياسون ته سنڌ ۾ مارشل لاءِ ۽ پير پاڳاري تي بغاوت جي ڪيس هلائڻ خلاف مسلم ليگ جي طرفان احتجاج ڪيو وڃي. جواب ۾ چيائين ته صوبي سنڌ جي مسلم ليگ پارٽي جيڪڏهن ڪو

اهڙو ٿهراء موڪليو ته مرڪزي مسلم ليگ طرفان ان موجب قدم کڻنداسون. مون کهڙي صاحب کان پڇيو ته سنڌ ۾ مسلم ليگ طرفان چو خاموشي اختيار ڪئي ويئي. چيائين ته ان وقت سنڌ جي مسلم ليگ ۾ جرئت جي ڪمي هئي. بلڪ مسلم ليگ ٻڌتر ۾ هئي ته حڪومت طرفان پير صاحب خلاف زوردار پروپيگنڊا هلي رهي هئي ته پير صاحب ڪانگريس ۽ هندن سان ناهه ڪيو آهي. مسلم ليگ جو ان کان اڳ 1939ع کان وٺي) مسجد منزل گاهه جي معاملي تي هندن ۽ ڪانگريس سان اختلاف هو. باوجود ان جي مون کي ۽ مسلم ليگ جي ڪن ٻين ميمبرن کي احساس هو ته هندستان ۾ گانڌي جي هلايل ”ملڪ ڇڏيو“ واري نعري جي باوجود مرڪزي حڪومت ڪو سخت قدم ڪونه ٿي کنيو پر ٻئي طرف سنڌ ۾ مارشل لاء لڳائي، مسلمانن جي وڏي روحاني رهنما خلاف بغاوت جو ڪيس ٿي هلايو. آءٌ ذاتي طور تي پير صاحب جن لاءِ فڪرمند هوس. هڪ ته مارشل لاء کي مون مسئلي جو حل ڪونه ٿي سمجهيو، ٻئي طرف ان وقت ڪي سرڪاري ڪامورا پير صاحب کي ڦاسي ڏيئي، شهيد ڪرڻ جون اڳواٽ ڳالهيون ڪري رهيا هئا. جڏهن ته سڄي ڪاروائي اڳ ۾ رٿيل هئي.
چيائين ته: ان وقت پير صاحب جو مون تي اعتبار هو ۽ مون به وس آهر مدد معاونت ۾ ڪونه گهٽايو. پير صاحب کي 1941ع ۾ گرفتار ڪري سنڌ کان ٻاهر رکيو هئائون. 1943ع

۾ جڏهن بغاوت جي ڪيس هلائڻ لاءِ ڪيس سنڌ ۾ آندو ويو ته پهريائين مون سان ملڻ گهريائين. ان تي گورنر ڊو (Dow) مون کي گهرائي چيو ته: آءٌ پير صاحب سان ملاقات نه ڪريان ۽ سندس مدد نه ڪريان.
کهڙي صاحب خاص طرح پير صاحب جن جي تدبير، همت ۽ حوصلي جي تعريف ڪئي. چيائين ته انگريزن جي قيد و بند ۾ به هن اڪيلي سر سنجيدگيءَ سان قانوني مقابلو ڪيو. پير صاحب اڳئين گورنر لانسيلاٽ گرهام کي سنڌ اسيمبلي جي ڪن ميمبرن کي ۽ مارشل لا وارن ضلعن مان ڪن معتبر زميندارن کي پنهنجي بچاء جي شاهدن طور پيش ڪيو هو. مان ان وقت روينيو کاتي جو وزير هوس ۽ منهنجو نالو به بچاء جي شاهدن ۾ هو پر حڪومت پنهنجي طاقت جي زور تي ڪنهن به شاهد کي پير صاحب جي حق ۾ شاهدي ڏيڻ نٿي ڏني. مان پنهنجي اصول موجب مارشل لاءِ ڪيس هلائيندڙن آڏو روبرو وڃي پير صاحب جي حق ۾ شاهدي ڏني. هڪ نه پر به دفعا پير صاحب جي حق ۾ شاهديون ڏنيون. ان جو نتيجو اهو نڪتو، جو مون تي حڪومت طرفان سختيون شروع ٿيون ۽ اڳئين وڏي وزير الله بخش سومري جي قتل جو جوابدار ٺهرائي مون کي گرفتار ڪري ڪيس هلايائون.“
لوڪ ادب کي ياد ڪندي:
ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکي ٿو ته:

”سنڌ بابت تحقيق جي سلسلي ۾ جيڪي ڪشالا ڪيا ويا، تن کي ياد ڪندي، هيءُ مواد شايع ڪجي ٿو. افسوس، جو ڪن صاحبن جي ضد ۽ فساد جي ڪري، هڪ اداري طرفان لوڪ ادب جو ڪم پورو ڪونه ٿيو ۽ بالآخر ان اداري جي ڪن ميمبرن جي مهربانيءَ سان سنڌي لغت ۽ سنڌي لوڪ ادب جي هلندڙ ڪم کي ٺهراء پاس ڪري بند ڪيو ويو.“
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ چوڏهين جي چنڊ وانگر چمڪندڙ اهو مثالي ۽ بي بها عالم، اديب، مؤرخ ۽ محقق هو، جنهن محنت، محبت ۽ عشق جي جذبي سان اهڙو ته معرڪة الآرا ڪم ڪيو. جو هڪ طرف ساري دنيا ۾ سندس علمي ڪارنامن جي ڌوم مچي وئي. ٻئي طرف اسان سڀني جي سنڌ وڏي شان ۽ مان سان ڀهڪڻ لڳي ته: ٽئين طرف اسان سنڌين جو ڳاٽ اوچو ٿي ويو ۽ تڪبر سان نه، پر الله جي شڪر سان چوڻ جهڙا ٿياسين ته لطيف جي سنڌ جي فضيلت ۽ علمي ميراث اڃا تائين محفوظ آهي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي علمي مقام ۽ مرتبي جي ڪٿ ڪندي، هڪ ڀيري، رسول بخش پليجي صاحب (سنڌس ماڻڪ موتي تنظيم طرفان ڊاڪٽر بلوچ جي مان ۾ ڪوٺايل تقريب ۾) شاهه سائين جي هن بيت سان ڊاڪٽر صاحب کي خراج تحسين پيش ڪيو هو ته:

جوڳي تي جڙاء، نسورو ئي نينهن جو،
پتنگ جيئن پيدا ٿيو، سامي سج وڙاء،
آيو ڪاڪ تڙاء، ڪنوارين ڪڪوريو.
(شاهه)

منهنجي ذهن تي لطيف سائين جو هيءُ بيت تري آيو آهي ته:
روء راڻي جي ناهه ڪو، سوڍو سپڻ سونهن،
لاٿائين لطيف چئي، مٿان دلين دونهن،
ڪانهي ٻي ورونهن، ٿيو مڙوئي مينڌرو.
(شاهه)

ايڏي وڏي عالم ۽ اديب جي لڪيل هڪ هڪ سٽ، بلڪ هڪ هڪ لفظ کي شايع ڪرڻ سنڌ جي ڪنهن به علمي، ادبي ۽ اشاعتي اداري لاءِ نصيب، عزت ۽ اعزاز جي ڳالهه هئڻ گهرجي ها، مگر مٿي اوهان ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي ڳالهه ٻڌي ته هڪ اداري ٺهراء پاس ڪري، سنڌي لغت ۽ سنڌي لوڪ ادب جي هلندڙ ڪم کي بند ڪرايو.
جيڪو ادارو سنڌي ادب جي ترقي ۽ فروغ لاءِ وجود ۾ آيو هو، ان جي طرفان اهڙي ٺهراء تي سواءِ ڏک ۽ افسوس جي ٻيو ڇا ٿو چئي سگهجي!!
اسان جي ادبين جو ڊاڪٽر بلوچ سان ساڙ ۽ بغض ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڪم جي بي قدريءَ کي ڏسي، مون انهيءَ ساڳي

تقريب ۾ ڏک وچان چيو هو ته: اسين هن دؤر جا سنڌي پنهنجي نصيب کي ٿيلها ڏيندا ٿا وتون.

ميون ٿا ته انسان هابيل ۽ قابيل کان وٺي هڪ ٻئي سان وڙهندو پيو اچي، پيشه ورانه رقابت به پنهنجي جاءِ تي، نظرياتي اختلاف ۽ گروهه بنديءَ کان به انڪار ڪونهي مگر هڪڙو گهر ته ڏائڻ به ٽاريندي آهي. خدا شل اسان کي اصل ۽ نقل ۾ تميز ڪرڻ جي توفيق بخشي.

* 1962ع-02-11 تي وڏو سگهڙ الهه بخش پالاري، حيدرآباد ۾ ميرن سان ملڻ آيو، چيائين: ”جبل ٿو وجان“. پڇيم ته: اتي ڪٿي؟ چيائين ته: سَرِي.



شوڪت حسين شورو

# ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ:

# هڪ بيمثال عالم!

فرانس جي صدر ڊيگال، نامور فلاسافر ۽ ليکڪ سارتر لاءِ چيو هو ته ”سارتر پاڻ فرانس آهي.“ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پڻ سراپا سنڌ هو. جهڙي ريت سنڌ ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي پايي جو ٻيو ڪو شاعر پيدا نه ٿي سگهيو آهي، اهڙيءَ ريت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي پايي جو ٻيو ڪو عالم پيدا نه ٿي سگهيو آهي. هو سنڌ ۾ صدين کان پوءِ پيدا ٿيندڙ هڪ اهڙو يڪتا عالم آهي جنهن جي املهه علمي خزاني مان سنڌ جو نه رڳو موجوده نسل، پر ايندڙ ڪيترن نسلن جا لکندڙ ۽ پڙهندڙ فيضياب ٿيندا رهندا. ڊاڪٽر بلوچ جي گڏ ڪيل علمي ذخيري جي وسيلي ٻاهرين ملڪن جا عالم سنڌ کي سڃاڻي سگهندا. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 16- ڊسمبر 1917ع تي شهدادپور تعلقي جي ڳوٺ جعفر خان لغاريءَ ۾ ڄائو. سندس والد علي محمد لغاري هاري هو. ڊاڪٽر بلوچ اڃا ڇئن پنجن مهينن جو هو ته سندس والد گذاري ويو. سندس والد وصيعت ڪئي هئي ته منهنجي ڇوڪري کي پڙهائجو“ ننڍڙو نبي بخش جڏهن ڇئن سالن جو ٿيو ته سندس ڏاڏي ڳوٺ جي دڪاندار واسومل وٽ هٽ تي وٺي وڃي کيس ويهاريو ته هٽڪا اکر سکي، واسومل هن کي پٽيءَ تي ٿورا ٿورا اکر لکي ڏنا ۽ ڊاڪٽر بلوچ سگهوئي سڄي پٽي ياد ڪري ويو، پوءِ پر واري ڳوٺ ۾ سنڌي اسڪول کليو ته کيس اتي داخل ڪرايو ويو. هو ٻن

ٽن ٻارن سان گڏجي اتي پڙهڻ لاءِ ويندو هو، سندس پير اگهاڙا هوندا هئا. آرهڙ جي اُس ۾ سڙندا هئا ۽ ڪنڊا لڳندا هئا، پرائمري تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هن مدرسه هاءِ اسڪول نوشهري فيروز ۾ داخلا ورتي. هن ٽئين درجي ۾ اسڪالرشپ جو امتحان پاس ڪيو ۽ سڄيءَ سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو، ڪيس ماهوار 9 رپيا وظيفو ملڻ لڳو. 1936ع ۾ مئٽرڪ جي امتحان ۾ ٻيو نمبر اچڻ جي ڪري هن کي ماهوار 20 رپيا اسڪالرشپ ملي. جهوناڳڙهه جي نواب، ڪاليج قائم ڪرايو هو، جتي مسلمان شاگردن کان في ڪانه ورتي ويندي هئي، ڊاڪٽر بلوچ بهاءُالدين ڪاليج جهوناڳڙهه ۾ پڙهڻ ويو، اتي هو خاڪسار تحريڪ ۾ شامل ٿيو، خاڪسار ورهاڱي جي حامي ڪانه هئي. ڊاڪٽر بلوچ کي خاڪسار جي ورهاڱي مخالف رويي متاثر ڪيو هو، ڊاڪٽر بلوچ 1941ع ۾ بي.اي جي امتحان ۾ پنهنجي ڪاليج عليڳڙهه ۾ داخلا ورتي. 1943ع ۾ ايم.اي ڪرڻ کان پوءِ هو خاڪسار ڇڏي مسلم ليگ ۾ شامل ٿيو. هو سنڌ ۾ موٽي اچڻ کان پوءِ سنڌ مسلم ڪاليج ڪراچيءَ ۾ استاد مقرر ٿيو، انگلنڊ جي سرڪار پرڏيهه لاءِ اسڪالر جو اعلان ڪيو ته ڊاڪٽر بلوچ دهلي وڃي ڇتاپيٽيءَ جي امتحان ۾ ويٺو ۽ چونڊجي ويو، ڪيس ايم.ايڊ ۽ پي ايچ.ڊي ڪرڻ لاءِ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ موڪليو ويو، آمريڪا مان واپس اچڻ

ڪان پوءِ علامه آءِ.آءِ قاضيءَ ڪيس سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پهريون پروفيسر مقرر ڪيو، جتي هن 25 سال اسلام آباد ۾ وزارت تعليم ۽ وزارت ثقافت ۾ اهم عهدن تي ڪم ڪيائين ڪيس نئين قائم ٿيل اسلامي يونيورسٽي اسلام آباد جو وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو.

ڊاڪٽر بلوچ لکڻ جي شروعات 1945ع ۾ ”گڏهه“ جي نالي سان ڪتاب لکڻ سان ڪئي. سنڌ جي ماڻهن کي اميد هئي ته بمبئيءَ کان جدا ٿيڻ کان پوءِ سنڌ ترقي ڪندي، پر مسلمان اڳواڻ اميدن تي پورو لهي نه سگهيا. ڊاڪٽر بلوچ مسلمان سياستدانن تي طنزيه طور ”گڏهه“ نالي سان ڪتابڙو لکيو: ”بهتر ٿيندو ته سياسي ليڊرن بدران گڏهه کي پنهنجو ليڊر بنائجي، جيڪو خلق جو سچو خادم ۽ وڏي ۾ وڏو پورهيت آهي، ان کان پوءِ هن ٻيو ڪتاب ”ٻيلاين جا ٻول“ لکيو، جيڪو لسٻيلي جي سنڌي سگهڙن بابت هو. اها ڇڻ سنڌي لوڪ ادب گڏ ڪرڻ جي شروعات هئي، ان کان پوءِ ڊاڪٽر بلوچ لوڪ ادب اسڪيم تحت 42 ڪتاب سهيڙيا. ڊاڪٽر بلوچ ڏکيا ۽ تڪليف وارا سفر ڪاٽي سنڌ جي جهرجهنگ، ڪوهستان، ڪاڇي، لاڙ، ٿر ۽ اُتر جي ڪنڊڪڙڇ ۾ وڃي پهتو، سنڌي اساسي (ڪلاسيڪي) شاعري کي سهيڙڻ جو ڪم به ڊاڪٽر بلوچ ڪيو. جامع سنڌي لغات ڪانسواءِ هن سنڌ جي تاريخ، سنڌي ٻولي، ادب ۽ موسيقيءَ جون

تاريخون، سنڌي ثقافت تي تحقيقي ڪم کان سواءِ شاهه جي رسالي جا ڏهه جلد مرتب ڪيا. هن اٽڪل 2 سؤ کن ڪتاب ۽ ٻيا ڪيترائي مضمون سنڌي ۽ انگريزيءَ ۾ لکيا. ڊاڪٽر بلوچ جي مختلف ادبي محفلن ۾ ڏسڻ ۽ ٻڌڻ جا موقعا ته مون کي گهڻا مليا. پر هن سان ويجهڙائپ تڏهن ٿي جڏهن 24- جنوري 2001ع ۾ آءٌ سنڌالاجي جو ڊائريڪٽر ٿيس، ستت پوءِ ڊاڪٽر بلوچ جي خدمت ۾ حاضر ٿي مون کيس رهنمائي وٺڻ جو عرض ڪيو. پاڻ نهايت شفقت سان مليو ۽ چيائين ”سنڌالاجي کي سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت تي گهڻي ڪم ڪرڻ جي ضرورت آهي، ان کي هڪ بين الاقوامي سطح جو ادارو بنائڻ کپي، جيڪڏهن تون اهو ڪم ڪرڻ چاهين ٿو ته آءٌ ضرور تنهنجي مدد ڪندس.“ مون سنڌالاجي ۾ ڪانفرنسون ۽ سيمينار ڪوٺائڻ ۽ ميوزيم ۾ نمائش ڪرائڻ جي رٿا جوڙي. ان سلسلي ۾ پهريون سيمينار: ”21 صديءَ جون گهرجون ۽ سنڌ ۾ تعليم جو معيار“ 28- آگسٽ 2001ع تي ڪوٺايو ويو، جنهن لاءِ مون ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي خاص مهمان طور شرڪت ڪرڻ جو عرض ڪيو، چيائين ته ”ڪجھ سالن کان سنڌالاجي جا دروازا مون تي بند رهيا آهن، پر هاڻي تون آيو آهين ته آءٌ ضرور ايندس.“ ان کان پوءِ سنڌالاجي ۾ سندس اچڻ جو سلسلو باقاعدي شروع ٿيو ۽ فون تي به ڳالهه ٻولهه ٿيندي رهي، هن مون کي شروع ۾

چئي چڏيو هو ته: ”توکي مون سان ملڻ لاءِ ٽائيم وٺڻ جي ضرورت ڪانهي، جڏهن به اچڻ چاهين، مون کي رڳو فون تي اڳواٽ ٻڌائي ڇڏيندو ڪر.“ مون کي ياد ڪونهي ته پاڻ ڪڏهن مصروفيت جو سبب ڄاڻائي ملڻ کان انڪار ڪيو هجي. مون سوچيو ته ڊاڪٽر بلوچ جا ٻين ماڻهن کي لکيل خط هٿ ڪري سنڌالاجيءَ طرفان شايع ڪجن. جڏهن ڪيس اها ڳالهه ٻڌايم ته چيائين ”بلي! پر خط هٿ ڪرڻ جو ڪم ڪير ڪندو؟ ماڻهن وٽ پاڻ هلي وڃڻو پوندو، تڏهن ڪم ٿيندو.“ مون چيو: ”سائين آءٌ پاڻ وڃي خط هٿ ڪندس.“ مون اها رٿا سنڌ يونيورسٽي جي تڏهوڪي وائيس چانسيلر مظهرالحق صديقيءَ جي اڳيان رکي. هن خوشيءَ سان رٿا منظور ڪئي ۽ سڄي سنڌ جي دوري ڪرڻ لاءِ يونيورسٽي طرفان هڪ گاڏي به ڏني. عثمان منگي، سگهڙ عبدالرحمان مهيسر ۽ ارشد بلوچ انهيءَ دوري ۾ مون سان گڏ هئا. ان کان پوءِ هڪ دورو ٻيو ڪيم. خط گڏ ڪري ڊاڪٽر صاحب جي خدمت ۾ آڻي حاضر ڪيم. جيڪي پاڻ نظر مان ڪڍي مون کي ڇپجڻ لاءِ ڏنائين. سندس لکيل خطن جو اهو ڪتاب ”سڄڻ سارينديِ“ جي نالي سان سنڌالاجيءَ طرفان شايع ٿيو. ڊاڪٽر بلوچ جي خواهش هئي ته سنڌالاجي ريسرچ لائبريريءَ ۾ سندس نالي سان بڪ ڪارنر قائم ڪيو وڃي. حقيقت ۾ اها سنڌالاجيءَ لاءِ فخر جي ڳالهه هئي. ڊاڪٽر

صاحب پنهنجي ذاتي لائبريريءَ مان پنهنجا انگريزي، فارسي، عربي ڪتاب، رسالا، قلمي نسخا ۽ ٻيا لکپڙهه جا اهم ڪاغذ منهنجي حوالي ڪيا. اهو شاندار ڪارنر سنڌالاجي لائبريريءَ ۾ قائم ڪيو ويو. سنڌالاجي جي ميوزيم ۾ پڻ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نالي سان ٻه ڪارنر قائم ڪيل آهن. پاڻ ڪجهه ناياب شيون ميوزيم لاءِ ڏنائين، جيڪي هڪ ڪمري ۾ سندس نالي سان محفوظ ڪيل آهن. ميوزيم ۾ سنڌ جي گذاري ويل نامور شخصيتن جا ڪارنر آهن، جن ۾ سندن ذاتي استعمال جون شيون رکيل آهن. مون کي خيال آيو ته ڊاڪٽر بلوچLiving Legend آهي. ايڏي وڏي شخصيت جو ڪارنر سندس حياتيءَ ۾ ئي قائم ٿيڻ کپي. پهرين ته ڪيس اها ڳالهه نه آئڙي. پر پوءِ منهنجي زور پرڻ تي راضي ٿيو، هن پنهنجي ذاتي استعمال جون شيون منهنجي حوالي ڪيون، سنڌالاجي ميوزم جي ڪارڪنن محنت ڪري نه رڳو ڊاڪٽر بلوچ جو ذاتي ڪارنر سهڻي نموني روشناس ڪيو، پر سنڌ ۾ ملهه راند جو به هڪ خوبصورت ڊايوراما تيار ڪيم، جنهن ۾ ملهه وڙهڻ جي منظر سان گڏ ملهه بابت ڊاڪٽر بلوچ جي لکيل هڪ مضمون کي پينا فليڪس تي چپرائي رکيو ويو. منهنجي رٽائر ٿيڻ کان فقط پنج ڏينهن اڳ ڊاڪٽر بلوچ جي ڪارنر ۽ ملهه جي ڊايوراما جو افتتاح ڊاڪٽر بلوچ پاڻ ۽ مظهرالحق

صديقيءَ ڳڌجي ڪيو. 2008ع ۽ 2009ع ۾ مون سياري جي مند ۾ سنڌالاجي پاران مچ ڪچهريون سجايون هيون، ڊاڪٽر بلوچ ٻئي ڀيرا انهن ۾ خاص مهمان طور شريڪ ٿيو هو ۽ سنڌي لوڪ ادب بابت ڳالهايو هو.

ڊاڪٽر بلوچ ۾ مون ڪڏهن به هڪ وڏي عالم جو تڪبر ۽ وڏائي نه ڏٺي، باقي اهو ضرور هو ته هو پنهنجي راءِ تي مضبوطيءَ سان قائم رهندو هو، ڊاڪٽر بلوچ بابت ڪجهه غلط فهميون به پيدا ڪيون ويون، پر حقيقت اها آهي ته هن کي سنڌ سان لڳاءُ ۽ بيحد محبت هئي. هن سنڌ جي تهذيب ۽ ثقافت کي مثانهون رکيو ۽ ان جي مثانهين پڻي کي دليلن ۽ حوالن سان ساراهيو آهي. سنڌ جي مان شان کي وڌائڻ ۾ ڊاڪٽر بلوچ جو هڪ وڏو ڪارنامو آهي، جنهن لاءِ هو سالن کان چپ چاپ، بنا پاڻ پڌائڻ جي ڪم ڪندو رهيو.

هُش چئجي ٻڪري، رڍ چئجي هُڙ،
ڪڪڙ پوي انّ ۾، تنهن کي چئجي ڪُڙ،
اُپ ۾ جي ڪکر ٿين، ٿن کي چئجي جُهڙ،
پُڙ رکي پُڙ تي، جنڊ کي چئجي جُڙ،
سڄڻ مليا سڄڻين، ڳالهيون مڙيئي ڳُڙ.

## خيال

ڪِرت ڪَٿا
ويئي هَٿا،

سورن سَٿا
جملي جَٿا
مردن مَٿا۔
هيڪن نَٿا،
کهرا ڪَٿا
ڦاٿل ڳَٿا۔
مڙسن مَٿا،
ڪُڏندي لَٿا.
- ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ
ٽماهي ”مهراڻ“ 1-1969/2ع

اشتياق انصاري

# علم ۽ قلم جو ڌڻي

حيدرآباد ڪلب مان دستور مطابق جاگنگ ڪري، سنجها بعد گهر لاءِ ٻاهر نڪتس، اجا پنهنجي گاڏي موڙِي مس، ته ان جي روشني هڪ بزرگ تي وڃي پئي. اهو بزرگ ان سنسان ۽ خالي روڊ تي، ٻنهي هٿن ۾ پڪڙيل لڪڻ جي سهاري آهستي وک وک کڻي، هلڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. هن پوڙهي

جي همت ۽ اجا زندگي سان پيار ڏسي. منهنجي وات مان ”واهه..... واهه....“ نڪري وئي. مان سوچڻ لڳس ته سنڌ ۾ اجا اهڙا حوصلي وارا پوڙها آهن جيڪي ڪٽ تي ڪري ڪرڙيون هڻڻ ۽ پين تي بارُ ٿيڻ کان بچڻ لاءِ زندگي سان ويڙهه جاريون رکيون اچن ٿا. مان دل ئي دل ۾ هن بزرگ جو جذبو ڏسي، کيس داد ڏيندو. سندس پرسان تمام آهستگيءَ سان گاڏي ڪاهي هليو ويس.

مون کي اهو شلوار قميص پهريل بزرگ اڪثر ائين اونداهيءَ ۾ واڪ ڪندي نظر ايندو هو. حالانڪ پرسان ئي ڪلب جو شاندار جاگنگ ٽريڪ ۽ سرسبز ميدان هو. پر هي غيرتمند پوڙهو شايد ٻين جي سامهون پاڻ کي ڪمزور ۽ هيٺو ڏيکارڻ نه پيو چاهي، انڪري ئي هو لوڪ کان لڪوارو ٿي، اونداهي ۾ اڪيلائي ۾ واڪ ڪري رهيو هو. منهنجي گاڏي جي روشني جڏهن به هن تي پوندي هئي ته هن پراسرار پوڙهي جو پاڇولو نياز اسٽيڊيم جي بلند پويلين کان به مٿي چڙهي ويندو هو.

هڪ رات جيئن ئي ڪلب مان نڪتس ته اونداهيءَ کي چيريندڙ گاڏي جون لائٽون، سڌو ان بزرگ جي چهري تي وڃي پيون. هن کي ڏسندي ئي حيرانگيءَ مان رڙ نڪري وئي. ”اڙي هيءُ ته اسان جو ديومالائي ڪردار سائين نبي بخش بلوچ آهي جيڪو جهور جسم سان به جنگ جُوٽيون بيٺو آهي.“

هن کي ائين پنهنجي ٻهاريل سگهه سان وڙهندو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي. دل چاهيو ته گاڏي مان لهي کيس سمورين سچاين سان سلام ڪريان. پر چاهيندي به مان ڪڏهن به سندس چهل قدمي ۾ رنڊڪ وجهڻ مناسب نه سمجهيو. اڪثر ڊاڪٽر نبي بخش جي پرسان گذرڻ مهل عقيدتاً گاڏي جهڪي ڪري گذرندو هئس.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان منهنجي پهرين ملاقات 1992ع ڌاري جاتي ۾ ٿي. جاتي ۾ ان وقت واپڊا جو صرف هڪ ئي ريسٽ هائوس هو. اسان ان مهل ساموندي ڪناري ڪنهن پراجيڪٽ تي ڪم ڪري رهيا هئاسين. ريسٽ هائوس جي سيني ڪمرن ۾ اسان جا آفيسر رهيل هئا. هڪ ڏينهن اتان جو اسسٽنٽ ڪمشنر ۽ مختيارڪار سهڪندا آيا ته ”سڀاڻي اسان جو ڪمشنر صاحب هت منزل ڪندو، اسان کي ڪجهه ڪلاڪن لاءِ اوهان جو ريسٽ هائوس کپي.“ اسان کين آڇ ڏنو. ”ڪمنشر صاحب ڀلي اچي، جيڪو حال آهي، حاضر آهي.“

اسان منجهند ڌاري سائٽ تان واپس ورياسين ته ڊرائينگ روم ۾ اڳ ئي ڪمشنر عبدالغفار سومرو ۽ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ويٺا هئا. عبدالغفار سومرو لاڙڪاڻي لاهوري محلي ۾ اسان جو پاڙيسري آهي. هڪ پاڙي ۾ وڏا ٿيا آهيون. پر ڊاڪٽر بلوچ سان منهنجي اها پهرين ملاقات هئي، ان مهل تائين مان اجا ادبي

دنيا ۾ قدم نه رکيو هو. هڪ بي فڪرو الهڙ رانديگر هئس.
ريسٽ هائوس جي باغيچي ۾ منهنجو ويٽ ٽريننگ ۽ ٻيو
ورزش جو سامان ٽڙيو پکڙيو پيو هوندو هو. ساڳي وقت
منهنجو ڪمرو به ڪتابن سان ڀريل هوندو هو.
ريسٽ هائوس ۾ منهنجو ڪمرو آرامده هئڻ ڪري ڊاڪٽر
بلوچ کي ان ۾ رهايو ويو. اتي ڪتابن جي موجودگي ڏسي
ڊاڪٽر صاحب، مون سان ڪجهه دير ڊرائنگ روم ۾ ويهي
ڪچهري ڪئي، جيئن ته ان مهل مان سنڌ جي ڊيلٽا تي ڪم
ڪري رهيو هيس. روزانو لانچ تي چڙهي سمنڊ ۾ اندر تائين
هليو ويندو هيس. موتمار ساموندي چولين ۾ موت سان وڙهندڙ
مهاڻن جو هوڙهن، رنگ برنگي پکين ۽ تمرجي گهاٽن ٻيلن
سان واسطو پوندو رهيو. ان ڪري ڊيلٽا جي گپ چڪ ستل
قديم تاريخي ڪنڍرن رتوڪوٽ، جاڪي بندر، ملاڪي ڪوٽ
سنڌيا بندر، شاهه بندر وغيره کي بار بار ڏسڻ جو موقعو ملندو
هو. ڪڏهن سروي دوران Hover Craft تي. انڊيا ۽
پاڪستان سرحدي، سير ڪريڪ ۽ ٻين ڪريڪس ۾ به اڏار
ڪندا وتندا هئاسين.
اتي ڪچهري دوران ڊاڪٽر بلوچ، مون کان ڊيلٽا ۽ ان ۾ دفن
ٿيل آثارن جي باري ۾ سوال ڪيا. حالانڪ مون کي اها خبر
هئي ته بلوچ صاحب اهي ماڳ ڪيترا دفعا ڏسي چڪو آهي.
کين ان باري ۾ مون کان هزار دفعا وڌيڪ ڄاڻ هئي. پر ان

وقت گفتگو ۾ بلوچ صاحب ائين پئي محسوس ڪرايو ته ڪين ان باري ۾ گهڻي معلومات نه آهي.
هو هروڀرو معصوماڻا سوال ڪري مون کي ڳالهائڻ لاءِ آماده ڪري رهيو هو. هن مون سان راوڙ قلعي، نند ڪوٽ ۽ ڀين آسپاس جي تاريخي هنڌن بابت پڇ ڪڇهري ڪئي. مان سمجهي رهيو هئس ته بلوچ صاحب اهڙا سوال صرف منهنجي همت افزائي ۽ پُڻي ٺيڙ لاءِ ڪري رهيو هو.
اها حقيقت آهي ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ هميشه کان اسان جو پيش رو رهيو آهي. هن اسان کي ڏيکاريو آهي ته تحقيق ڪيئن ٿيندي آهي. هو پاڻ پنڌ، گهوڙن، اٺن ۽ ڪيکڙن تي چڙهي سارو ٿر، ڪاڇو ۽ ڪوهستان گهميو آهي. هو ان دور ۾ سهولتن جي گهٽتائيءَ باوجود اهڙن ڏکن ماڳن مڪانن تي پهتو آهي جتي پکي به پر هڻي نه سگهن. اسان سان اڄ به اڪثر ائين ٿيندو آهي جو جڏهن به ڪنهن اهڙي دور دراز ۽ ڏکي ماڳ تي پهچي، پنهنجي پر ۾ ائين سمجهندا آهيون ته شايد اسان پهريان ماڻهو، ايڏا ڪشالا ڪري. ان گمنام هنڌ پهتا آهيون پر اتي اڪثر ماڻهن مان اها خبر پوندي آهي ته هيترا سال اڳ ڊاڪٽر بلوچ هتان ٿي ويو آهي. سنڌ جي هن جاکوڙي محقق ساري عمر ۾ ايترا ته پنڌ ڪيا آهن جيترا اڄ ڏينهن تائين ڪنهن به محقق ۽ اديب نه ڪيا آهن. هن پيرين پنڌ اذيت ناڪ ڪاڙهن ۽ سرد سياڻن ۾ ٿر، بر ۽ جبل جهاڳي لوڪ ادب جا ڪيترائي

جلد سهيڙيا آهن. هن شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي ڏهن جلدن کي ترتيب ڏني. سنڌ تي وڏو احسان ڪيو آهي. ان کان سواءِ بلوچ صاحب حمل فقير، ولي محمد لغاري، لطف الله قادري، شاهه شريف ڀاڏائي ۽ ٻين ڪيترن شاعرن جو ڪلام ڪَٺو ڪيو آهي. اهو بلوچ صاحب جو ئي ڪمال آهي. جنهن سنڌ جي تاريخ جا قديم ماخذن جهڙوڪ: چچ نامو، لب تاريخ سنڌ، تاريخ طاهري، تاريخ معصومي کي ايڊٽ ڪري، سنڌ جي اوائلي دفن ٿيل تاريخ تان ڪجهه دز لاٿي آهي. خاص ڪري هن اکر اکر پروئي جيڪا سنڌي ڊڪشنري جوڙي آهي. ان لاءِ جس لهڻي. اسان کي گهڻو ڪري بلوچ صاحب جي ادبي گڏجاڻين ۽ سيمينارن ۾ مدبرانه گفتگو ٻڌڻ جو موقعو به ملندو رهندو هو. ڪڏهن ڪنهن محفل ۾ ملاقات به ٿي ويندي هئي.

هڪ دفعو اسان جي ڪنهن پروفيسر دوست ويجهن دوستن جي دعوت ڪئي. جنهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ به مدعو هو. ڊاڪٽر بلوچ جي اچڻ جو ٻڌي مان به وڏي شوق سان اتي پهتس. خيال هو ته محدود ماڻهن جي گڏجاڻي ۾ ڊاڪٽر صاحب سان سٺي ڪچهري ٿيندي.

ان پروفيسر صاحب دعوت ۾ پنهنجي قبيلي جي سردار کي به گهرايو هو. جيڪو اڳ ۾ اتي پهچي چڪو هو. بلوچ صاحب ٿوري دير سان آيو. هو اچڻ سان ئي جڏهن ان جي اصول سردار کي پيرين پئي مليو ته مون کي بلوچ صاحب جو اهو

عمل ڏايو ناگوار گذريو. مون کي ڪافي افسوس ٿيو ته اسان جي سنڌ جي هن ڏاهي ۽ علم جي درياهه، هڪ ظالم ۽ قوم دشمن سردار اڳيان جُهڪي علم دوست ۽ اديبن جي توهين ڪئي آهي. بهرحال نبي بخش بلوچ جي ان عمل مان اهو محسوس ٿيو ته هو ايڏين بڳرين ۽ ڄاڻ هوندي به هڪ روايت پسند سادو انسان آهي. جنهن پنهنجي بزرگن جي روايت رکندي هڪ سردار جا پير چميا هئا. حالانڪ اسان جي خيال ۾ ان سردار کي ته علم جي بادشاهه جا پير چمڻ کپن ها.
ڊاڪٽر بلوچ صاحب سان منهنجي آخري ملاقات. سندس وفات کان ڪجهه ڏهاڙا اڳ ئي ٿي هئي. ان وقت منهنجو هڪ مضمون سنڌي ادبي بورڊ ٽماهي رسالي مهراڻ ۾ چاڪر ڪوٺ نالي سان ڇپيو هو. مون ڊاڪٽر بلوچ جي ڪتاب ”رهاڻ هيرن ڪاڻ“ (جلد انون)، مان به مدد ورتي هئي، جنهن ۾ هن چاڪر ڪوٺ کي گنباٺ جو قلعو به سڏيو هو. ”مهراڻ“ ۾ مضمون ڇپجڻ بعد مون ڪٿي پڙهيو ته هڪڙو گنباٺ جو ڪوٺ پيٺ شاهه جي پرسان به آهي. ۽ گنباٺ ڪنهن علائقي کي به سڏيو وڃي ٿو. اهو پڙهي مون کي احساس ٿيو ته شايد مون ڪٿي غلطي ڪئي آهي، ان باري ۾ سانگهڙ ۽ شاهپور چاڪر جي دوستن کي وڏيڪ تصديق لاءِ چيو. پر هنن وٽان ڪوبه خاطر جواب نه مليو. مون وٽ هاڻي آخري حل اهو هو ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سان ملي، ان باري ۾ حقيقت معلوم

ڪريان. مون ان ڳالهه جو ذڪر پنهنجي مهربان گل محمد عمراڻيءَ سان ڪيو. جنهن ڊاڪٽر بلوچ کان وقت وٺي ڏنو. مان مقرر ڏينهن تي صبح جو سائين بلوچ جي مسلم هائوسنگ سوسائٽي ۾ سندس رهائش تي پهتس. مون کي خبر هئي ته بلوچ صاحب وقت جو ڏاڍو پابند آهي. هن جون ايڏيون حاصلات صرف وقت جي پابندي ڪري ئي ٿي سگهيون آهن. چون ٿا ته بلوچ صاحب ۾ اها خوبي هئي ته سنڌ جي ڪنهن به ڪنڊ ڪڙڇ ۾ جنهن به ماڻهو کي تاريخ ۽ وقت ڏيندو هو. هو ٺيڪ ان مقرر وقت ۽ جاءِ تي پهچي ويندو هو. پلي پوءِ زمين اٿلي چو نه پئي.

مان به مقرر ٽائيم تي سندس رهائشگاهه تي پهتس. سائين اچڻ ۾ ٿوري دير ڪئي. شايد طبعيت جي ناسازي ڪري جنهن تي هن معذرت ڪئي. ڊاڪٽر صاحب هشاش بشاش، صاف سٿرا ڪپڙا پاتل. وارن کي تازو ڪارو رنگ لڳل. هن جي ڪنهن به عمل مان ائين محسوس نه پيو ٿئي ته هي چورانوي سالن جو پوڙهو صرف چند ڏينهن جو مهمان آهي.

بلوچ صاحب سان مختصر تعارف بعد پنهنجا لکيل ڪجهه ڪتاب ڪيس تحفي طور ڏنا. ان بعد هن کي ”مهراڻ“ ۾ ڇپيل پنهنجو مضمون چاڪر ڪوٽ جا نقشا، فوٽو وغيره ڏيکاريم، آخر ۾ بلوچ صاحب کي ٻڌايو ته توهان ان ڪوٽ کي گنباٿ

جو قلعو به لکيو آهي. پر مون ٻڌو آهي. ته سنڌ ۾ گنباٺ نالي ٻيا ڪوٽ به آهن.
ڊاڪٽر بلوچ وڏي ڌيرج سان مون کي ٻڌڻ کان پوءِ چيو ”تو صحيح لکيو آهي. ان ساڳي چاڪر ڪوٽ کي گنباٺ جو قلعو به سڏيو وڃي ٿو.“ هن وڌيڪ وضاحت ڪندي ٻڌايو ”جيڪو به ڪوٽ ڪچي مٽي وڄن گنپ مان ٺهيل هجي، ان ڪچي ڪوٽ کي گنباٺ جو ڪوٽ به چئي سگهجي ٿو. تو ان چاڪر ڪوٽ جي گنباٺ قلعي جون ماپون 1971ع ڌاري آثار قديمه پاڪستان جي ڊائريڪٽر فضل احمد سان گڏ ورتيون هيون.“
ڪجهه دير ڪچهري بعد مان ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي هڪ گذارش ڪئي ته ”اوهان کي جي وقت هجي ۽ مناسب سمجهو ته منهنجي ايندڙ ڪتاب ”سنڌ جا ڪوٽ ۽ قلعا“ جي ٻه حصي جي بئڪ ٽائٽل لاءِ ڪجهه لکي ڏيو.“ بلوچ صاحب چيو ”بلڪل مان لکي ڏيندس. ان لاءِ اوهان پنهنجو ٿورو تعارف ۽ ان ڪتاب جي مواد سهيڙڻ دوران ڪيل ڪوشش جي باري ۾ لکي ڏيو. جيئن مان ان جي مدد سان ڪجهه لکي سگهان.“
مان ڏينهن ڏيڍ بعد پنهنجو هلڪو تعارف لکيل مواد جي باري ۾ ڪجهه سٽون سائين کي پهچايون. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ مون سندس ڏوهٽي ارشد لغاريءَ سان ان باري ۾ رابطو ڪيو. جنهن مون کي حيدرآباد ڪلب ۾ ڀنا واپس ڪندي چيو: ”ڊاڪٽر صاحب کي اوهان جو بئڪ ٽائٽل لکڻ جو وقت نه مليو. تو هان

جا ڪاغذ واپس ڪيا اٿس. البت توهان لاءِ هي خط ڏنو اٿس.“
يقين ڪريو ته بلوچ صاحب لکڻ جي حامي ڀري وري جواب ڏيڻ تي مون کي ڏاڍو ڏک ٿيو. بلوچ صاحب هڪ علم جو پهاڙ آهي. ان جي سامهون اسان معمولي ذري برابر به نه آهيون. هن کي هڪڙي ننڍڙي ماڻهو جي همت افزائي ڪرڻ ۾ کهڙي قيامت هئي. مون کي بلوچ صاحب جي ان رويي ڪافي ڏکارو ڪيو.
تاج جويو ٻي ڏينهن تي ڪنهن سلسلي ۾ گهر اچڻ جي مهرباني ڪئي. ڳالهين دوران بلوچ صاحب جي لکيل چٺي کيس ڏيکاري. تاج جوئي خط پڙهي حيرت جو اظهار ڪندي چيو: ”بادشاهه! بلوچ صاحب، توهان لاءِ ته هيءَ وڏي راءِ لکي آهي. هو ڪنهن لاءِ به راءِ ڏيڻ جي معاملي ۾ ڏاڍو محتاط هوندو آهي.“ تاج جوئي جي اهڙي اظهار بعد مون بلوچ صاحب جون لکيل چند سٽون وري غور سان پڙهيون. واقعي هن جا لکيل چند لفظ مون لاءِ سرٽيفڪيٽ جي حيثيت ٿيون رکن. بلوچ صاحب لکيو آهي.
ادا اشتياق انصاري صاحب،
اسلام عليڪم: اڄ شام جو اوهان آيا. آءٌ ڊاڪٽر ڏي ويل هوس. ڪي ڪاغذ اوهان موڪليا هئا. اهي واپس ڪجن ٿا. اوهان آئنده لاءِ دستاويزي ڪم ڪري رهيا آهيو، جنهن کي جاري رکجو. اڳئين دور بابت مستند مواد جمع ڪرڻ البت ڏکيو آهي

۽ پُلون چڪون ٿي سگهن ٿيون. پر هن دور ۾ جيڪي ڪجهه ڪن ٿا ۽ لکن ٿا سي آئينده جي پيٽ ۾ اڳئين دور کان ويجها آهن. اميد ته اوهان جو وڌندڙ تجربو سڀني لاءِ مشعل راهه ثابت ٿيندو.

مخلص

نبي بخش

5 اپريل 2011ع جو سج اپرڻ کان اڳ ئي بلوچ صاحب جي اوچتي موت جي خبر ساري سنڌ ۾ پکڙجي چڪي هئي. ان دردناڪ خبر ڪيترن علم دوست ماڻهن تي سڪتو طاري ڪري ڇڏيو. شايد مان چند انهن ماڻهن مان هيس، جن کي بلوچ صاحب سان پوئين ڏينهن ۾ ڪچهري جو شرف مليو هو. شام جو ڊاڪٽر نبي بخش جي جنازي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پهتاسين. جنازي کي ڪلهو ڏيڻ لاءِ سنڌ جي هر حصي کان سوڳوار آيل هئا. اتي وزير، وائيس چانسيلر، ڪامورا، وڏيرا، سگهڙ، لوڪ فنڪار، شاعر ۽ اديب افسرده بيٺا هئا. اتي اهڙا ماڻهو به غمزده ڏٺا، جيڪي ڪڏهن به روبرو بلوچ صاحب سان نه مليا هئا. نه ئي بلوچ صاحب جي پونئيرن مان ڪنهن کي سڃاڻن پيا. تنهن هوندي به هو هن عظيم هستي کي عقيدت طور آخري سلام ڪرڻ پهتا هئا.

بلوچ صاحب کي سنڌ يونيورسٽي ۾ علامه آءِ. آءِ قاضي جي مزار وٽ دفن ڪرڻ لاءِ آندو ويو. ڪفن دفن ۾ به اديب ۽ سگهڙ اڳڀرا هئا. ڊاڪٽر صاحب جي تدفين مهل به غم ۾ بي حال اڪثر ماڻهن کي علم ۽ ادب جي باري ۾ گفتگو ڪندي ڏٺو. محترم حڪيم عبدالحميد چانڊيو، جيڪو ڪجهه گهڙيون اڳ نبي بخش بلوچ جي تڏي تي ڊِڏڪارون ڏئي روئي رهيو هو. هاڻي ڪجهه مانار ۾ هو. هو مون کي ٻانهن کان وٺي ماڻهن کان پاسيرو ڪري تمام معدبانه نموني چيو: ”تنهنجو ڪتاب گورک“ مليو. مون کي ۽ بلوچ صاحب کي ان گورک لفظ تي اعتراض آهي. اصل لفظ ”گورغ“ آهي. جنهن جي معنيٰ آهي.“ اهو هنڌ جتي بوندا باندي ٿيندي رهي.“ مون کي حڪيم عبدالحميد چانڊيو جو ڪنهن جي اصلاح جو اهو بزرگانه انداز ڪافي وڻيو. حالانڪ مون ڪتاب ۾ گورک لفظ جي مختلف معنائن سان گڏ، گورغ لفظ جي اها معنيٰ به ڏني آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ کي ٽم ٽم تارن جي روشني ۾ سنڌ يونيورسٽي جي هنج ۾ سمهاري واپس ٿياسين. ان مادر علمي جو بنياد رکندڙن ۾ ڊاڪٽر بلوچ به شامل هو. ان کان سواءِ سنڌي ادبي بورڊ، سنڌي لينگئيج اٿارٽي ۽ ٻين ڪيترن ادارن کي سينگارڻ ۽ سنوارڻ ۾ ڊاڪٽر صاحب جو وڏو هٿ هو.

مون واپسي تي ڊاڪٽر بلوچ لاءِ تعزيتي ڪتاب کيس پيٽا ڏيندي لکيو ”سنڌ جي تاريخ تي اسان جي محققن ۽ اديبن سڀني گڏجي

به ايترو ڪم ڪري نه سگهيا آهن جيترو اڪيلي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خان ڪيو آهي.“

ڊاڪٽر تهمينه مفتي

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا ابتدائي ڪتاب
# ۽ لوڪ ادب جون نثري صنفون

سنڌ جي تاريخ ۽ علم ادب جو اڀياس ڪندي معلوم ٿئي ٿو ته ناليوارن، سدا حيات تاريخي شخصيتن اديبن ۽ عالمن مان هڪ منفرد ۽ اعليٰ شخصيت ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي آهي. جن جو تحقيقي ڪم جداگانه آهي. سندن تقرير مختصر ۽ تحرير جامع ۽ نظر منفرد آهي. ٿورن لفظن ۾ پنهنجي ڳالهه کي بيان ڪرڻ لاءِ ڏانءُ آهي، جيڪو ڊاڪٽر بلوچ جي شخصيت جو حصو هو. هڪ استاد جي حيثيت ۾ سمجهاڻيون واضح هونديون هيون، جنهن جو هڪ مثال مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي پهرئين ورسيءَ تي سندن تقرير هئي. سنڌ جي آگاتي درسگاهن ۾ رائج تعليمي سرشتي ۽ سنڌي ٻوليءَ جي قدامت ۽ مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي جي قابليت ۽ علميت

بابت جنهن اِعتماد سان ڳالهايائون، اهو علمي ثابيتن سان هو. ان ڪري ضروري آهي ته سندن تقريرون پڻ محفوظ ڪيون وڃن، ته جيئن هڪ استاد جو لهجو ۽ طريقو ايندڙ نسلن لاءِ محفوظ ٿي وڃي.
ڳاهن، نظمي قصن، عشقيه داستانن، آکاڻين جي مقدمن کان وٺي، شاهه لطيف تاريخي تعليقات تائين ۽ اساسي شاعري کان ويندي رزميه شاعري (دودي چنسير جي ڳالهه) تي عرق ريزي ۽ تحقيق ڪندي زندگي جا ڪيترائي سال ان علمي ڪم ۾ گذاريا. ٻولي، ادب، ثقافت ۽ لوڪ ادب جي قدامت، فڪري ۽ سماجي ڳُڻن جي چنڊ ڇاڻ، لوڪ شاعريءَ ۽ اساسي شاعري جي اعليٰ ذخيري کي منظر عام تي آڻڻ لاءِ ادبي ۽ فڪري خزاني کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪندا رهيا. روايتن ۽ مسودن جي ڀيٽ ڪري، درست ۽ نج مواد کي ترتيب ڏيندا رهيا. سندن زندگيءَ ۾ ڪيل تحقيقي ڪم کي ڏسندي راءِ قائم ڪري سگهجي ٿي، ته سنڌ وطن جي علمي ۽ فڪري مواد ۽ سلسلي جي اهميت ۽ مقصد کي اولين ترجيح ڏني. ٻين لفظن ۾ هو سنڌ جا عاشق هئا.
ڊاڪٽر بلوچ علمي، ادبي ۽ فڪري ذخيري جي ڳولها کي زندگيءَ جو مقصد بنايو. کين ڊاڪٽر آف ايجوڪيشن جي ڊگري ملڻ کان پوءِ اقوام متحده ۾ نوڪريءَ جي آڇ ٿي، پر پاڻ وطن جي خدمت جي جذبي ۾ مئي 1949ع ۾ سنڌ موٽي

آيا. جنهن ملازمت جو کين آسرو هو، اُها کين نه ملي. جيسين ڪا ٻي نوڪري ملي. ”ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ خاڪي ڪپڙن جا ٻه وڳا ٺهرائي سنڌ کي ڏسڻ پسڻ لاءِ مئي 1949ع کان آگسٽ 1950ع تائين ڪنڌ ڪڙڇ گھميو ۽ علمي، ڪچهريون ڪندو رهيو ۽ تاريخي هنڌن کي ڏسندو رهيو(1).“

1950 ۾ کين انفارميشن براڊ ڪاسٽنگ ڊويزن ۾ O.S.D مقرر ڪيو ويو. ان بعد مرڪزي پبلڪ سروس ڪميش کيس ڪلاس ون ۾ چونڊيو ۽ کين تعلقات عامه جي شعبي ۾ دمشق مقرر ڪيو ويو. پر جيئن ته کين سنڌ ۾ تعليم وسيلي سجاڳي آڻڻ جو خيال هو، ٻيو اهو ته علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جي صحبت ۽ ترغيب هئي، تنهنڪري هن ان عهدي تان اِستعفيٰ ڏيئي 1951ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شعبي تعليم جا پروفيسر مقرر ٿيا. ان بعد سنڌي شعبي کولڻ لاءِ اعزازي پروفيسر ۽ سربراهه ٿيا، گھڻي محنت ڪيائون، ان ڪري سنڌي شعبي ۾ تحقيق جو بنياد سندن محنتن ۽ ڪوشش جو مرهون منت آهي. پاڻ 1958ع تائين سنڌي شعبي جا سربراهه رهيا. 1973ع ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ جا وائيس چانسيلر مقرر ٿيا. 1976ع تائين سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ خدمتون سرانجام ڏنائون.

ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو صاحب لکن ٿا ته:

”تحقيق ۽ لکڻ پڙهڻ جو دور ڊاڪٽر صاحب هڪ مُهم جُو شخص وانگر گذاريا(2).“
منهنجي مشاهدي موجب وقت جا پابند هئا. منهنجي ملاقات سندن گهر تي به دفعا ٿي. منهنجي ڪتاب تي مهاڳ لکڻ لاءِ هائوڪار ڪيائون ۽ وقت تي پوسٽ ڪري موڪلي ڏنائون.
8- جنوري 2011ع تي انٽرنيشنل صوفي ڪانفرنس ٿي، ان ڪانفرنس ۾ مهاڳ بابت اجان مان شڪريو ادا ڪرڻ لاءِ سوچي ئي رهي هيس ته پاڻ چيائون ته: ”بابا ڪاغذ پهتا؟“
پيار ۽ پاٻوهه مان سندن واتان نڪتل اُهي لفظ هميشه مون کي ياد رهندا ۽ اُهو احساس به مون کي پريشان ڪندو رهندو ته مان چو نه اَڳتي وڌي، سندن ٿورا مڃيا. ڪن لاءِ هي ڳالهيون ننڍيون هجن پر منهنجي لاءِ وڏيون ڳالهيون آهن، منهنجي ڪيريئر لاءِ اَهم ۽ اُتساهه ڏيندڙ آهن. ماڻڪ موتي تنظيم پاران ’سچٽن جا سلام‘ميرپورخاص ۾ کين لکيل خطن بابت هڪ پروگرام ۾ مون هڪ پيپر پڙهيو، ڏاڍو خوش ٿيا ۽ شاباس ڏنائون، اُتي اڳوڻو وائيس چانسيلر مظهرالحق صديقي ۽ شوڪت شورو به موجود هئا. مٿي مون صوفي ڪانفرنس جو ذڪر ڪيو. اها ڪانفرنس انٽرنيشنل صوفي فائونڊيشن ۽ بزم باهو سنڌ پاران منعقد ڪرائي وئي هئي.
8- جنوري 2011ع تي ٿيل هن ميڙاڪي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي اها آخري شرڪت هئي. بحثيت هڪ عالم جي

سلطان باهو تي پاڻ نهايت سهڻي ۽ علمي انداز سان ڳالهايائون ۽ حسبِ معمول حاضرين کي سانت ڪرائي ڇڏيائون. هن ڪانفرنس ۾ ڊاڪٽر بلوچ کان علاوه ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي، گل محمد عمراڻي، حميد سنڌي، تاج جويي ۽ ٻين شرڪت ڪئي هئي.

سنڌي ۾ لکيل ٻهريان به ڪتاب ۽ لوڪ ادب جون نثري صنفون:

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا ٻهريان ٻه ڪتاب ’گڏهه‘ ۽ ٻيو ’ٻيلاين جا ٻول‘ آهن. ’گڏهه‘ جي عنوان سان هڪ ننڍڙو ڪتابڙو آهي. جنهن جو موضوع ان وقت جي سياست، سياسي ليډرشپ تي ٺوڪ طنز ۽ پيروڊي (Parody) طور لکيو. 1937ع ۾ جڏهن سنڌ بمبئي کان جدا ٿي هڪ صوبو ٿيو ته اُميد اها هئي ته اقتصادي ۽ تعليمي ترقي ٿيندي پر ائين نه ٿيو. نوجوان نبي بخش بلوچ جي نظر ان وقت جي سياسي حالتن ۽ واقعن تي هئي. جن ڪانئس گڏهه جهڙو تخليقي ڪم ڪرايو. ان ڪتاب جي لکڻ ۾ مددگار هڪ ٻيو سبب هيءُ به هو ته ان وقت غلام مصطفيٰ شاهه وڏيرن تي هڪ ننڍڙي ڪتابڙي ۾ تنقيد ڪئي هئي. ٻيون سبب هيءُ به هو ته بقول ڊاڪٽر بلوچ جي:

”ان وقت اسان ڪاليج، يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ نوجوان اهڙن ليډرن خلاف بغاوت جي موڊ ۾ هئاسين(3).“

1945ع ۾ ’ٻيلاين جا ٻول‘ سرجيائين. پاڻ ڦوهه جوانيءَ ۾ هئا، سخت گرمي ۾ لس ٻيلي پهتا ۽ لس ٻيلي جي شهر ’اٿل‘ ۾ سگهڙن سان مليا. ٻيلي مان هٿ ڪيل بيتن کي سگهڙ سائينداد جي روايت سان پيش ڪيو، جيئن ته کين آمريڪا وڃڻو هو سو سفر دوران به ڪم کي جاري رکيائون. 1949ع ۾ وطن ورڻ تي سڄي ڪتاب جو مسودو ترتيب ڏنائون ۽ هيءُ ڪتاب 1951ع ۾ شايع ٿيو.
ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو لکن ٿا ته: 1951ع ۾ پهرئين ڇاپي بعد به ڊاڪٽر صاحب هن موضوع تي ڪم ڪندو رهيو ۽ وري به ٻيرا لس ٻيلي جو سفر ڪري گهڻو مواد حاصل ڪيائين. اهڙي طرح ڪتاب جي ٻئي ڇاپي کي گهڻو وڌائي 1970ع ۾ زيب ادبي مرڪز حيدرآباد مان شايع ڪيائين. ٻئي ايڊيشن ۾ ڪل 21 باب آهن مقدمو ’عام سنڌي شاعري‘ وڏي اهميت وارو آهي ۽ چئجي ته سنڌي ادب ۽ سنڌي نثر جي سونهن ۾ هڪ تخليقي ڪارنامو آهي(4).“
مان هتي ان مقدمي مان هي چند سٽون حوالي طور ڏينديس:
”عام شاعري هڪ بي بها ٿي آهي، جنهن جي ذريعي نوان لفظ ۽ محاورا زبان زد عام ٿي، پيَا پڇي راس ٿين ۽ رائج ٿين. عام شاعري پنهنجي آزاد ٻولي ۽ آزاد خياليءَ سبب نهايت پختي ۽ زوردار آهي(5)“.

سندن ابتدائي زندگيءَ جا يعني نوجوانيءَ وارا سال جاکوڙ ۽ محنت سان شروع ٿيل آهن، جنهن مان شوق ۽ محنت نظر اچي ٿي.
لغت، شاهه لطيف، تاريخ ۽ لوڪ ادب سندن خاص موضوع هئا. شاهه جي رسالي کي ڏهن جلدن ۾ آندائون ۽ 2009ع ۾ شاهه سائين جي سمورن ڇپيل ۽ اَڻ ڇپيل مسودن کي پيڙهي هڪ مستند رسالو ترتيب ڏنائون پر اها به حقيقت آهي، ته سنڌ سان لاڳاپيل ڪو به موضوع اهڙو ڪونهي، جنهن تي محترم ڊاڪٽر بلوچ قلم نه کنيو هجي، ماروئڙن سان جهنگن ۾ ڪچهريون، ماڳ مڪانن جي سار لهڻ، تاريخ ۽ جاگرافي، ڏڻ ڏهاڙا، ريتون رسمون، رواج، وغيره جنهن تي قلم نه کنيو هجي.
لوڪ ادب، انسان ذات جي مطالعي، تهذيب ۽ تمدن جو سرچشمو آهي. ان سان گڏ سياسي ۽ سماجي حالتن جو آئينه دار پڻ آهي. آکاڻيون 'قصا ۽ داستان' جن ۾ رنگيني، خوشي، حيرت، مهم جوئي، عشق، محبت، عجب جهڙا ڪردار صدين گذرڻ جي باوجود، انسان ذات انهن ڏانهن متوجهه رهي آهي ۽ انساني شعور انهن مان سبق سکندو رهيو آهي. ان قديم ورثي مان انسان ذات نواڻ ۽ جدت ڏي مائل ٿيو آهي. جديد افسانوي ادب ۾ نواڻ آئي آهي، خاص طرح سان يورپ ۾ Hary Potter جهڙو ناول جنهن جي ليکڪا J. k. Rowling هلچل

مچائي ڇڏي. ننڍا وڏا ان ناول کي پڙهڻ ۽ خريد ڪرڻ جاريڪارڊ ٽوڙي وڌا.
سنڌ ڌرتي سان لاڳاپيل، آکاڻين، قصن ۽ داستانن کي ڊاڪٽر نبي بخش سهيڙي، انهن جي درجه بندي ڪئي. انهن جي علمي وصف ۽ اصطلاحي تشريح پڻ ڪئي. هو لکن ٿا: ”عام اصطلاح ۾ ڪهاڻي، آکاڻي ۽ ڳالهه ۾ فرق ڪونهي. البت لوڪ ادب جي علمي اصطلاحي ۽ فني پهلوئن کان انهن جي مفهوم ۾ تخصيص ضرور آهي(6).“ جنهن کي ڊاڪٽر صاحب تفصيل سان سمجهايو آهي. مان هتي مختصر ان جو جائزو ڏيان ٿي.
(1) علمي نظريي خاطر ڪلاسيڪي يا ڪهني قالب وارين حڪايتن کي ڪهاڻي يا ڪهاڻيون سڏيو ويو. هنن جا ڪردار: ديو، پريون ۽ جن آهن. آکاڻين جو تاريخي ۽ جاگرافيائي، پس منظر ۽ اتهاس معلوم نه آهي. ڇاڪاڻ ته انهن ۾ انسان ذات جي ڪهنين يادگيرين، وهمن، وسوسن ۽ تجربن جو گهرو اپياس معلوم ٿئي ٿو. آکاڻي ۽ ڪهاڻي ۾ ڪنهن نه ڪنهن دور، شعوري ارتقا ۽ سماجي پس منظر معلوم ٿئي ٿو. (2) ڳالهه جي پويان تاريخي ۽ جاگرافيائي پس منظر لازمي ۽ جڙيل آهي. آکاڻي ان کان آزاد آهي. ڳالهه جا واقعا توڙي ڪردار تاريخي يا نيم تاريخي آهن. ڳالهه جي موقعن مڪانن لاءِ مقامي جاگرافي ۾ جاءِ آهي. تاريخي يا نيم تاريخي مان مراد اها آهي

ته ان جو واسطو تاريخ سان آهي. لفظ نيم جي معنيٰ ڪجي ته اها بيهي ٿي: اڌ- اصول، ڌرمي ريت ۽ رواج، عبادت روزمره جي ڪرت. اهڙي طرح ڳالهه يا ان جا ڪردار ۽ واقعا تاريخ کان ڌار ٿي وڃن ٿا. ان جو سبب، تخيل ۽ روايت آهي. عوام جو انهن ڪردارن سان تعلق، محبت وارو ۽ ڪرشماتي بنجي وڃي ٿو. ان ڪري تاريخ ان جو ذڪر نٿي ڪري ۽ نه ٿيل هوندو آهي.

تخيل ان کي ڌار ڪرڻ جو سبب آهي جيتوڻيڪ انهن ڪردارن ۽ واقعن جو تعلق تاريخ سان ۽ ماڳن مڪانن سان هوندو آهي. انهن ڳالهين ۽ مڪانن مان تاريخ جا لڪيل سرا ڳولهي سگهجن ٿا.

(3) ننڍيون حڪايتون جن ۾ زندگي جا، سماج جا، ننڍا وڏا ڪردار نظر اچن ٿا. هي حڪايتون سڌاءَ ۾ ساديون آهن ۽ ننڍيون آهن. جن کي ٻارن جون ڪهاڻيون چيو ويو آهي.

دودي چنيسر جي ڳالهه ۽ ٻيون ڳالهيون سنڌ جي ماڳن مڪانن ۽ جاگرافيءَ سان لاڳاپيل آهن. آڳاٽن ڳالهين ۽ داستانن مان پوري ۽ ڦل وڌوئو، مري ۽ مگ ٿر، موکي ۽ متارا، تاريخ، آڳاٽي سماج ۽ سگهڙن جي تخيل ۽ تصور جي بنياد کي ۽ ان ماحول جي تاريخ کي بيان ڪن ٿا، جن ۾ اُهي وڏيا ويجهيا ۽ هڪ هيئت وٺي بيٺا. (مري ۽ مگ ٿر جو داستان قديم سماج

جو عڪس آهي، جڏهن انسان غارن ۾ رهندو ۽ شڪار ڪندو هو).

دودي چنيسر جي ڳالهه، سنڌ جو رزميه داستان ٿيو. پوري ۽ ڦل وڌوئو، ڪوٽ ڏيجي جي آڳاٽي تهذيب ۽ تمدن جو ثبوت ۽ سنڌ جي قديم معاشي حالتن ۾ پاڳي پائيوار ڪپهه ڪَتڻ وارين ڪاپائتن جو ذڪر ملي ٿو.

آڳاٽيون ڳاهون ئي شاعريءَ جو بنياد آهن ۽ آڳاٽيون ڳالهيون پنهنجي اندر ڳالهه جي صورت ۾ تاريخي اُهڃاڻن ۽ سماجي وهنوارن، ٺاٺن، ماڳن جنگ جي سامان، مڪانن کي سموهيو اَچوڪي، دور ۾ به ڌيان ڇڪائين ٿيون. مثال هيٺ ڏجن ٿا:

سڻو! راڄ روپاه جو، جتي پونگر پيڙهي- دار
پونگر پيڙهي بادشاه آهي عاقل عقلدار.
سيج سڻاٽي سومري پيو ڏسين ۾ ڏهڪار
اَڏ ڇلايو اَپڻي، ماڻي سيلي - ڪار.

معنيٰ:-

سيلي ڪار- تيرن جي رسم (جنگ)
سمان، سوڍا سومرا، راڄ سڀ مڙن،
پاڳِ ته دودي شير تي ڏمر دهل وڄن،
خلقون اُت اچن، دودل جي درٻار ۾.

پاڳِ= پڳ ٻڌائڻ، رسم. راڄن ۾ رائج ريت. چنيسر جو علاءالدين وٽ دانهين ٿيڻ.

سما، سوڍا، سومرا، جن جا ڏکڻ راڄ رهن، تني منجهان هيڪڙو آهيان دانهين تو درن.

اهڙا پيا ڪيترائي بيت ۽ ڳاهون موجود آهن. جن ۾ اِهڙو خزانو سمايل آهي. جن جو واسطو، سنڌ سان آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جا اهي ڪارناما ۽ تحريرون ادب ۾ هميشه اَهميت واريون رهنديون. جن کي رجوع ڪرڻ کان سواءِ علمي تحقيق اڌوري رهندي.

حوالا:

(1) جوڻيجو عبدالجبار ڊاڪٽر- ”ڊاڪٽر بلوچ: هڪ مطالعو“. لاڙ ادبي سوسائٽي، بدين سال 1998ع، ص 18

(2) ساڳيو، ص 15

(3) ساڳيو، ص 17 ۽ 18

(4) ساڳيو، ص 23

(5) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر- ’پيلاين جا پول‘ زيب ادبي مرڪز، حيدرآباد سال 1950ع، ص 1

(6) بلوچ نبي بخش خان ڊاڪٽر- ”ڳاهن سان ڳالهيون“ مقدمو، ص 1 ۽ 2، سنڌي ادبي بورڊ ڄام شورو

مددي ڪتاب

مشهور سنڌي قصا، سنڌ جو رزميه داستان 1، دودو چنيسر، سنڌي ادبي بورڊ، حيدرآباد سنڌ سال 1976ع، ص 14 43 .



غلام رباني آگرو، غلام شبير آگرو، ڊاڪٽر غلام علي الانا، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۽ افتخار عارف، هڪ گڏجاڻيءَ دوران



ڊاڪٽر انور فگار هڪڙو

# هڪ ئي راڻو راڄ ۾ هو، جنهن کي ساري سرت هئي!

سنڌي رسم الخط جي نئين تشڪيل (1853ع) کان پوءِ سنڌ ۾ جيئن ئي جديد تعليم جو سلسلو رائج ٿيو، تيئن ئي نصاب جي ترتيب ۽ اشاعت سان گڏ علم ۽ ادب جي ڇپائيءَ جو به آغاز ٿيو. شروع ۾ جن مصنفن جا ڪتاب ڇپيا، انهن ۾ ننديرام ميرچنداڻي، ڪوڙومل کلڻاڻي ۽ آخوند عبدالرحيم وفا عباسي پنهنجي علميت ۽ محنت سبب نمايان نظر آيا. انهن جي تحريرن تي نظر ڊوڙائڻ سان اهو ئي تصور قائم ٿئي ٿو ته انهن عالمن ۽ آخوندن رڳو تعليمي نصاب جي بنيادي ضرورتن کي پورو ڪرڻ تي پنهنجو توجهه مرڪوز ڪيو. سندن موضوع به انهن نصابي عنوانن جي گرد گهمندا رهيا.

اسان جي سنڌ ۾ رائج ان نئين نظام ۾ ان سان لاڳاپو رکندڙ ۽
جڙندڙ ماحول جو اسرڻ ۽ ارتقا پذير ٿيڻ ۽ سنڌ جي عربي ۽
فارسي علومن ۾ ڪمال تي پهچڻ ۽ وري پوٺو پوڻ واري تبديليءَ
سنڌ جي علمي، ادبي ۽ تعليمي تشخص جي ٻڌڻ ۽ ٽهڻ جي
صورتحال تي هڪ اهڙي مليل جليل ڪيفيت کي قائم ڪيو،
جيڪا غير يقيني ۽ يقينيءَ جي پلصراط پار ڪرڻ واري چئي
سگهجي ٿي. ان صورتحال ۾ سنڌ ۽ سنڌيءَ ٻولي کي اهڙي تقويت
جي گهرج هئي، جنهن سان هن جي تاريخي تشخص جو گراف
بلند ۽ بالا محسوس ٿئي. ظاهر آهي ته ان ايڏي وڏي گهرج پوري
ڪرڻ لاءِ ڪي ادارا ئي هجن، جي مسلسل محنت سان اهڙو
عروج حاصل ڪن. اهڙين حالتن ۾ سنڌ جا ڀاڳ جاڳي پيا، جو
هڪ اهڙو عظيم انسان پيدا ٿيو، جنهن اڪيلي سر ادارن جو ڪم
ڪري توقع کان وڌيڪ نتيجا نروار ڪيا. اهو هو سنڌ جو مايه
ناز عالم اديب شمس العلماء مرزا قليچ بيگ. جنهن مختلف صنفن،
مختلف موضوعن ۽ مختلف زبانن ۾ اٽڪل روءِ 457 ڪتاب
لکي ٻوليءَ جي جهولي جواهرن سان پري مالا مال ڪري ڇڏي.
سندس علم ۽ قلم، تصنيف ۽ تاليف جي مسلسل اثر سنڌي سماج
جي علمي ۽ تعليمي، ادبي ۽ تاديبي تشخص جي ٻڌندڙ ڍانچي کي
اعليٰ عمارت وانگر کڙو تڙو ڪري سموري سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ
کي سنسار ۾ سرهو ڪيو. مرزا صاحب جي ٻاريل لاٽ اسان
جي ترقيءَ جي واٽ کي اهڙو ته روشن ڪيو جو ان زماني جي

هيتناڪين ۽ حيرتناڪين جيڪي عالمي حالتون پيدا ڪيون، تن دنيا کي هاجيڪار ٺوڏا ڏنا، جو تهذيبن ۽ تمدن جو شيرازو وکرڻ لڳو. 1857ع جو بلوو، مذهبي رساڪشي، لساني تفرقه، ٻه عظيم جنگيون ۽ هندستان جو ٽڪرا ٿيڻ، ڪي گهٽ واقعا يا حادثا نه هئا، جن جا ڪي اثرات مرتب نه ٿين!
انهن انتهائي خطرناڪ حالتن کان علاوه وڏي جٺ ته اها به هئي ته سموري ڌرتي ۽ قوم، تمدن ۽ تهذيب محڪوم ۽ مجبور هئي، ڌاري قوم جي تسلط ۾ وجود برقرار رکڻ ۽ سنئين لڳين سڌو ٿي بيهڻ، ڪيترو نه ڏکيو هو! ان زماني ۾ قوم جي علم ۽ آگهي، تصور ۽ اظهار جون قوتون ئي وجود جي برقراريءَ جي ضمانت هيون. انهن قوتن جي پيداوار ۽ واڌ ويجهه ۾ مرزا قليچ بيگ جي ڏاهپ، دورانديشي ۽ دانشمندي، محنت ۽ مشقت ئي زبان ۽ ادب توڙي قوم جي جاودانيءَ جو سبب بڻي.
مرزا صاحب جي هستيءَ جو قوم جيترو به قدر ڪري، گهٽ آهي. سنڌ، سنڌي ٻولي ۽ ادب دنيا جي تبديل ٿيندڙ حالتن جي اثرن سبب رياستي پذيرائيءَ کان وڌيڪ جيڪي شخصي ۽ سماجي قوتن سان مهاڏا ڏنا آهن، تن ئي هن ڏيهه کي ڏسڻ جهڙو ڪيو آهي.
ٻي جنگ عظيم دوران سنڌ جي عالمن، اديبن ۽ شاعرن ۾ دنيا سان گڏ سجاڳي اچڻ لڳي، تنهنجي فڪر ۽ عمل جي نتيجي ۾ سنڌ پرڳڻي جي آزاديءَ واري ڏينهن کان، جيڪو ”نئين سنڌ“

جو تصور قائم ڪيو، تنهن گويا سنڌ جي جديد دور جي ابتدا ۽ ارتقا جو سڏ ڏنو. جنهن کي دورانديش ۽ دانشمند عالم ۽ اديب ورنائي ڪي گڏجاڻيون، ميٽنگيون، ڪانفرنسون ۽ وياکيا ڪرڻ لڳا. جنهن جو رڪارڊ جوڙيندي بولچند راجپال، ”سنڌو“ رسالي جي سنسار سماچار، سمالوچنا، ۽ مهتممي نوٽ ۾ پڌرو ڪندو رهيو. انهيءَ ئي عرصي ۾ ترقي پسند تحريڪ شروع ٿي، جنهن تهائين وڌيڪ سوچ ۽ لوچ جو کهنبي رتڙو پلوءَ پلي ٻڌو ۽ نئين فڪر جنم ورتو ته ”ادب انسان جي لاءِ ئي ڪارآمد ۽ ڪارج مند هجي. جنهن جو مقصد همه گير ۽ هماليه جيڏو هجي.“

سنڌ ۾ جيڪا سماجي سجاڳيءَ جي لهر اڀري، تنهن نه رڳو سياسي ۽ ادبي ترقيءَ ڏانهن سوچيو، پر تعليمي بيٺلائيءَ لاءِ به لوچيو ۽ سنڌ ۾ اعليٰ تعليمي اداري جي سخت ضرورت محسوس ڪندي، سنڌ ۾ سنڌ يونيورسٽي قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪري جدوجهد شروع ڪئي، جنهن وچي 9 اپريل 1947ع تي ان جو بنياد وجهي ڪاميابي ماڻي. هاڻي جڏهن اعليٰ تعليمي ادارو قائم ٿيو ته ان کي متحرڪ رکڻ ۽ مثالي بڻائڻ لاءِ جن عالمن ۽ استادن جي ضرورت هئي، تنهن کي ڪيئن پورو ڪجي!؟ اها ڳالهه ڳڻي مشهور سنڌي فلسفي علامه آءِ.آءِ.قاضي کي ان جو وائيس چانسيلر مقرر ڪيو ويو، جنهن سنڌ ۽ پاڪستان جي چونڊ عالمن ۽ استادن جي مقرري عمل ۾ آڻي سنڌ

يونيورسٽيءَ جي اصلي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ ان کي تعليم ۽ تحقيق جي عملي ترقيءَ لاءِ وسيع بڻائيندي مختلف شعبن قائم ڪرڻ جو عمل شروع ڪيو. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ جيڪو پهريون شعبو قائم ٿيو، سو ايجوڪيشن جو شعبو هو، جنهن جو سربراهه ان وقت جو نوجوان اديب جنهن ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ ۾ "A Programme of teacher Education for the new state of Pakistan" جي موضوع تي تحقيقي مقالو لکي پي ايچ. ڊي جي اعليٰ سند حاصل ڪئي هئي، تنهن کي مقرر ڪيو ويو. سندس اها مقرري سيپٽمبر 1951ع ۾ ٿي. اهو جوان سال اديب ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ توڙي جو سندس مقرريءَ وقت سنڌ ۾ سن 1927ع ۾ ڪيمبرج يونيورسٽيءَ مان "The Influence of Arabic poetry on Persian poetry" جي موضوع تي مقالو لکي پي ايچ. ڊي ڪري ايندڙ شمس العلماء علامه ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو صاحب به موجود هو. ڊاڪٽر دائود پوٽي صاحب جي علمي، تعليمي ۽ تحقيقي خدمتن جي هاڪ نه رڳو سنڌ ۾ هئي، پر سنڌ کان ٻاهر به، ان وقت تائين ڊاڪٽر دائود پوٽي جا چويهه ڪتاب شايع ٿي چڪا هئا ۽ سن 1940ع ۾ جڏهن سرڪار پاران کيس ”شمس العلماء“ جو اعليٰ اعزاز عطا ڪيو ويو، تڏهن ان جي مشهور ماهوار رسالي ”سنڌو“ جتي ڊاڪٽر دائود پوٽي جي مبارڪباديءَ جو نوٽ شايع ڪيو، اتي ان وقت جي وڏي ودوان

ڪاڪي پيرومل مهرچند آڏواڻي جي علمي خدمتن جي قدرداني ڪرڻ لاءِ به سرڪار جو ڌيان ڇڪائيندي، ان ئي صفحي تي اوتروئي نوٽ شايع ڪيو هو، جنهن جو مقصد ۽ مطلب به اهو ئي هو ته ڪاڪي پيرومل کي به اهڙو اعزاز عطا ڪيو وڃي.
ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته سنڌي ٻوليءَ ۾ ادب ۽ تاريخ تي ڪاڪي پيرومل جو پورهيو ڪو پُوٽو پَوٽو آهي. نه ڪو سندس لکيل اٽڪل روءِ پنجهٺ ڪتاب ۽ ڪيترائي مضمون ڪو سڙو ساءُ ڇڏي ويندا. ڪاڪي پيرومل جو وڏو ڪارنامو ته ”قديم سنڌ“ آهي، جنهن جهڙو پختو پستڪ سنڌيءَ ۾ ورلي ڪو لکيو ويو هوندو. جيترو منجهس علمي مايو ۽ سواد موجود آهي، تيترو ئي ڪاڪي جو ڏانءُ دل کي وڻندڙ آهي. فرق رڳو اهو آهي ته ڊاڪٽر دائود پوٽي دنيا جي تبديل ٿيندڙ گهڻ طرفين حالتن ۾ علمي ۽ ادبي دنيا ۾ به ايندڙ تبديليءَ کي سمجهي مغربي تحقيق جي جديد اصولن مطابق تحقيقي ۽ تقابلي نوعيت جا ڪارناما سرانجام ڏيئي، سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ٻولين ۾ به اهڙا اڻاويهه، شهپارا شايع ڪرايا، جن جي تحقيق ۽ ترتيب ۾ اهڙا مختلف ماخذ ڪتب آندا، جن کي اڳ به مستند مقام حاصل هو. ان کان علاوه ڊاڪٽر دائود پوٽي کي جيڪا اعليٰ سند حاصل هئي ۽ ڪاليج جي استاد توڙي تعليم کاتي جي ٻين منصبن جي سربراهيءَ واري حيثيت حاصل هئي، تنهن کيس منفرد مقام تي رسائڻ ۾ ڪا ڪسر ڪانه ڇڏي.

اهوئي زمانو هو جو علم ۽ ادب جي ميدان ۾ ڪي نوان نوجوان پنهنجي ادراڪ ۽ احساس جي گهرائي ۽ بلند پرواز سبب نروار ٿيا، جن ۾ لطف الله بدوي، علي محمد راشدي، حسام الدين راشدي ۽ مولائي شيدائي پنهنجي علم ۽ آگهي، موضوع ۽ عبارت آرائيءَ سبب عالمن ۽ اديبن کي متوجه ڪرڻ لڳا. ڏهن ٻارهن سالن جي مدت ۾ سندن تحريرن جو ايترو ذخيرو چيچجي پڌرو ٿيو هو، جو هو نه رڳو هڪجيڏن، مگر پاڻ وڏن جي به وچ ۾ ويهڻ لڳا. ان جي باوجود به اعليٰ تعليمي اداري هلائڻ جون گهربل ڪي اصولي ۽ قانوني گُهرجون درڪار هيون، جي ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ ۾ ئي علامه آءِ.آءِ.قاضي جهڙي مفڪر کي نظر آيون. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجي علم ۽ دانش توڙي سوچ ۽ فڪر ۾ علامه آءِ.آءِ.قاضي صاحب جو پيروڪار هو ۽ عمل ۾ وري سپني کان يگانو هو. چاڪاڻ ته ان وقت سنڌ يونيورسٽيءَ جي قيام واري زماني ۾ ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي نئين تشڪيل ٿي، جنهن سنڌي ٻوليءَ جي ترقي جي راهن کي روشن ڪرڻ لاءِ جنهن تاريخي ڪردار جو تعين ڪيو، تنهن تي عمل ڪرڻ سان وڏين ڪمين پورين ٿيڻ سان گڏ ڪي اهڙا نوادرات به آڏو اچڻ جا امڪان هئا، جن جي اڳ ۾ ڪا شايد سوجهه ٻوجهه به ڪنهن کي هجي. اڳتي هلي ائين ٿيو به. سنڌي ادبي بورڊ پاران سنڌي زبان جي جامع لغات ترتيب ڏيڻ، تاريخي ماخذن جي سنڌي ترجمي ۽ تحقيق توڙي اشاعت ۽ سنڌي لوڪ ادب سهيڙڻ ۽ شايع

ڪرائڻ جهڙين اهم رٿائن جوڙڻ ۽ منظور ڪرائڻ ڪان علاوه انهن تي اٿاهه علمي، ادبي ۽ تحقيقي ڪم ڪرڻ جو چئلينج قبول ڪرڻ وارا ڪارناما ڪري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ بيشڪ سنڌ کي فخر ڪرڻ جو موقعو فراهم ڪيو.

سن 1951ع ۾ جامع سنڌي لغات جي ترتيب جي رٿا تي ڪم شروع ڪيو ويو ۽ ڊسمبر 1951ع ۾ ان جي مرڪزي آفيس سنڌ يونيورسٽي (ايلسا قاضي ڪيمپس) ۾ قائم ٿي، جنهن ۾ تجويز جو خاڪو جوڙيو ويو. 1952ع ۾ باقاعده ڪم شروع ٿيو ۽ 1954ع ۾ اهو تڪميل تي رسيو ۽ 1957ع تائين ان تي نظرثاني پئي ٿي. آخرڪار 1960ع ۾ ان جو پهريون جلد ڇپجي پڌرو ٿيو. سال 1981ع ۾ ان جو ٻيون جلد ڇپيو، سال 1984ع ۾ ٽيون جلد شايع ٿيو. سال 1985ع ۾ چوٿون جلد آيو ۽ سال 1988ع ۾ پنجون جلد ڇپجي پڌرو ٿيو. پنجن ئي جلدن جا جملي صفحا 2088 وڃي بيٺا. ميگزين سائيز ۾ شايع ٿيل ان اهم ۽ جامع لغات سنڌي ٻوليءَ جي هڪ اهڙي ڪمي پوري ڪئي، جا هر علمي، تعليمي، ادبي، صحافتي ۽ ثقافتي ادارن توڙي ٻولي ڳالهائيندڙن کي نهايت شدت سان محسوس پئي ٿي.

لغت نويسيءَ جي ڳالهه هلندڙ آهي ته پلا ڊاڪٽر صاحب جي لغت نويسيءَ جي شعبي ۾ ڪيل ٻين خدمتن جو به مختصر ذڪر ڪجي. جامع سنڌي لغات جي ترتيب جي تڪميل کان پوءِ حڪومت پاڪستان جي مرڪزي وزارت تعليم پاران سنڌ

يونيورسٽيءَ کي سنڌي- اردو لغت ۽ اردو- سنڌي لغت ترتيب ڏيڻ جي منصوبي جي آڇ سال 53-1954ع ۾ ٿي. ان وقت علامه آءِ.آءِ.قاضي سنڌ يونيورسٽي جو وائيس چانسيلر هو، جنهن اها آڇ قبولي ۽ لغتن جي ترتيب جو ڪم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي نگرانيءَ ۾ خود ڊاڪٽر بلوچ صاحب ۽ ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ خان کي سونپيو. سندن رفاقت ۾ اهو ڪم تڪميل تي پهتو ۽ وزارت تعليم جي مالي مدد سان ٻيئي لغتون شايع ٿيون.
ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ قدردان انسان هو. سنڌ جي آڳاٽن عالمن، اديبن ۽ شاعرن جي چڱيل قلمي ذخيريءَ کي ضايع ٿيڻ کان بچائيندي، انهن جي اهميت، افاديت ۽ حيثيت تي پنهنجا خيالات قلمبند ڪري، جڏهن اشاعت ۾ آندائين، تڏهن اسان جي تاريخي ذخيري جي حفاظت سان گڏ جيڪو علمي تاريخي تسلسل قائم ٿيندو رهيو، سو گهڻ طرفو مفيد ثابت ٿيو. لغت نويسيءَ جي سلسلي ۾ به پاڻ آخوند عبدالرحيم وفا عباسي (1840ع-1952ع) جي جوڙيل صورتخطي ۽ ترتيب مطابق جوڙيل ”جواهر اللغات“ کي سنڌي ٻوليءَ جي بااختيار اداري پاران ڇپائي پڌرو ڪيائين. اهڙيءَ طرح پاڻ هڪ جلدي لغت کان سواءِ شاهه جي ڪلام جي لغت ”روشني“ (2002ع) ترتيب ڏيئي شايع ڪيائين. ڊاڪٽر صاحب هن لغت کي ”ڪلاسيڪي اصطلاحي سنڌيءَ جي ڀرپور معياري لغت“ سڏيو آهي.

بيشڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌيءَ جو چاڙهو لغت نويس (Lexicographer) هو. سندس همعصر دور ۾ پيو ماهر لغت نويس، ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو هو، جنهن جي ڇاڻ ۽ خدمتن کان ڪير واقف ڪونهي!

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي لغت نويسيءَ جي خدمتن کان علاوه لوڪ ادب جي سهيڙ ۽ ترتيب جو ڪشالو ۽ ڪارنامو به قابلِ ذڪر آهي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سن 1955ع ۾ سنڌي ادبي بورڊ آڏو سنڌي لوڪ ادب جي سهيڙڻ ۽ ترتيب ڏيڻ جي هڪ جامع رٿا پيش ڪئي، جنهن چاليهن جلدن تي مشتمل لوڪ ادب جي نثر ۽ نظم جي صنفن پيش ڪرڻ جو منصوبو جوڙيو. سن 1956ع ۾ بورڊ اها رٿا منظور ڪئي ۽ 1957ع کان ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب تعلقي وار ڪارڪنن جي مقرري عمل ۾ آڻي باقاعده ۽ باضابطا ڪم شروع ڪيو. لوڪ ادب جي منظوم ذخيري ۾ مداحون، مناجاتون، معجزا ۽ مولود شايع ٿيا. هنري سٽائن ۾ سينگار، ڏور ڳجهارتون، پروليون، ڏٺون ۽ معما وغيره. لوڪ گيتن ۾ ڪافيون، بيت، ڳيچ، نڙبيت آهن ته ٿيهه اکريون، مناظرا، هفتا ڏينهن ۽ راتيون، واقعاتي بيت، جنگناما به شايع ٿيا.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ لوڪ ادب جي سهيڙ ۽ ترتيب وقت پاڻ به سموري سنڌ جو سير ۽ سفر ڪندو رهيو ۽ پنهنجي ساٿين ۽ ڪارڪنن جي پڻ تربيت ڪندو رهيو. لوڪ ادب جو سمورو

خزانو گويا سنڌ جو اهو صدري خزانو آهي، جنهن ڳوٺن ۾ رهندڙ سگهڙن ۽ سياڻن جا سينا سدا سهائا پئي رکيا، انهن جي ذاهپ ۽ مشاهدي جي قوت ۾ جيڪا واڌ ويجهه پئي پيدا ڪئي، تنهن ديني، سماجي، علمي ۽ ادبي قصن ۽ داستانن توڙي ڪهاڻين ۽ ڪهاوتن کي نسل در نسل محفوظ پئي رکيو. سگهڙن ۽ سياڻن جون اهي ڏٽيون ۽ دنگ، محفلين جا مزا ۽ رنگ، جن ۾ ڪانپ ڪڍي جو پڪا پوڙها ۽ نوجوان ويهي هڪبئي کي بيت ۽ ڏور ڏين يا ڏهس ۽ ڏِٺ ٻڌائن ته ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ دنگ رهجيو وڃن. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سهيڙيل لوڪ ادب جي هرهڪ صنف جو جيڪو تعارف ۽ تعريف، هيئت ۽ سٽاءُ، پيش منظر ۽ پس منظر پيش ڪندي، ڪتاب جو جڏهن مهاڳ لکيو، تڏهن سندس مطالعي، مشاهدي ۽ ڄاڻ توڙي اظهار تي ڪيس ڄاڻن ۽ پارکن خوب ساراهيو، ڪيس جَس ڏنا. واقعي سنڌ ۾ اهو هڪ ئي سدا ملوڪ مرد مجاهد هو، جنهن اهو قيمتي ذخيرو قلمبند ڪري، اسان کي ان تي فخر ڪرڻ سيکاريو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو هر علمي ۽ ادبي، تاريخي ۽ تحقيقي ڪم بيشڪ هڪ بنيادي ۽ دائمي حيثيت رکندڙ آهي، جو ايندڙ نسلَ ان تي سدائين سرها ٿي پيا جيئندا. سندس تحقيقي ڪم جو هڪ اهم ۽ افاديت ڀريو رخ اسان جي سنڌي ڪلاسيڪي شاعريءَ تي تحقيقي ڪم به آهي. ڪلاسيڪي

شاعريءَ ۾ جيڪو فني ۽ فڪري جوهر موجود آهي، تنهن جي ابتدا ۽ ارتقا توڙي سهڻي تسلسل کي جڏهن غور سان ڏسجي ٿو تڏهن هڪ اهڙو ذهني ۽ نفسياتي، روحاني ۽ هيجاني ڪيف ۽ اعتماد پيدا ٿئي ٿو، جو دنيا جي ٻي علمي ۽ ادبي ذخيري جي ڀيٽ ۾ نهايت ئي منفرد ۽ مٿاهون پيو محسوس ٿئي. ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ انهن عظيم ۽ اعليٰ شاعرن جي ڪلامن جي قلمي نسخن هٿ ڪرڻ، پيٽڻ ۽ پرکڻ سمجهڻ ۽ پروڙڻ کان پوءِ حتمي پڙهڻين قائم ڪرڻ تي جيڪو نور نچويو ۽ وقت صرف ڪيو آهي، تنهن جو ڪير ڪاٿو ڪري! اهو ته ٿيو انهن جو هڪ پهلو، ٻيو پهلو وري ٿيو زندگيءَ جي واقعن ۽ حياتيءَ جي حقيقتن کي هٿ ڪرڻ، روايتن جو ملڻ، راوين جي حيثيت ڏي ڏسڻ زمان ۽ مڪان توڙي همعصر دور جي تاريخي ڪسوٽين تي پرکي نتيجا حاصل ڪرڻ ۽ يقيني صورتحال تائين پهچڻ کان پوءِ ڇپيل ۽ لکيل ڪتابن ۽ قلمي نسخن ۾ موجود مواد جي ڳولها ڦولها ڪرڻ ۽ آخر ۾ حتمي متن تيار ڪرڻ جي مرحلي تائين جيڪي ڪشالا ڪاڍيا تن تي تحسين جو اظهار به اهي ئي ڪري سگهندا، جن جو پنهنجو به ڪو مشاهدو هوندو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جن ڪلاسيڪي شاعرن کي ڳولهي نروار ڪيو، تن ۾ قاضي قادن، شاهه لطف الله قادري، شاهه عنايت رضوي، شاهه لطيف، شاهه شريف پاڏائي، خليفو نبي بخش 'قاسم' لغاري، صوفي محمد صديق، غلام محمد خانزئي،

حمل فقير لغاري ۽ نواب ولي محمد لغاري. انهن سڀني ڪلاسيڪي شاعرن جي ڪلام تي پاڻ جيڪي مقدما ۽ مهاڳ لکيا آهن، تن جي علمي ۽ تحقيقي اهميت ۽ افاديت جو همعصر دور ۾ ٻيو ڪوبه مثال ڪونه ٿو ملي.
ڪلاسيڪي شاعريءَ جي ترتيب ۽ تدوين کان علاوه سنڌ جي تاريخي ماخذن جي ترجمي ۽ انهن تي تحقيق ڪري، جيڪي شاندار مقدما لکيا آهن، تن جي به اهميت ۽ افاديت قائم آهي. سنڌس ايبٽ ڪيل تاريخي ڪتابن مان ”بيگلارنامو“ (ادراڪي بيگلاري) ”تاريخ طاهري“ (طاهر محمد نسياني) ”لب تاريخ سنڌ“ (خداداد خان) اچي وڃن ٿا. انهن کان علاوه ”تاريخ معصومي“ (مير محمد معصوم بکري)، ”فتح نامو عرف چچ نامو“ ۽ ”تحفة الڪرام“ جا ترجما ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جي نگرانيءَ ۾ ٿيا ۽ پاڻ انهن جا قلمي نسخا ڏيئي تصحيح ۽ حاشيه نگاريءَ کان سواءِ، جيڪو مقدمه نگاريءَ جو اهم ڪم ڪيو، اهو وڏو جاکوڙ ۽ جانفشانيءَ وارو پورهيو آهي. فتح نامه سنڌ عرف چچ نامه جو مقدمو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي تاريخ نويسيءَ ۽ قابليت جو واضح ثبوت آهي. پاڻ ان جي تاريخي اهميت، افاديت، اصل نالي، مصنف ۽ مترجم ۽ اهم تاريخي ڪتابن جي متعلق ڄاڻ ڏني آهي، تنهن جي مطالعي سان هر دور جو نئون تاريخ نويس ان جي مطالعي مان وڏي تعليم ۽ تربيت حاصل ڪري سگهي ٿو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو ”سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ“ جي نالي سان شايع ٿيل ڪتاب به سنڌ جي ٻوليءَ جي قدامت ۽ ادبي تاريخ تي منفرد ۽ اهم ڪتاب آهي. ٻوليءَ جي بڻ بنياد متعلق تحقيق کان پوءِ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب سنڌي ٻوليءَ جي سنسڪرت جي ڄائي واري نظريي کي رد ڪري، اهو نظريو پيش ڪيو ته:

”سنڌي ٻولي سنسڪرت مان نڪتل ناهي، پر سنسڪرت کان اڳ واري سنڌو ماٿر جي مقامي پراڪرت يا پراڪرتن مان اسري آهي. اپڀرنش مان نڪتل ناهي. ”جنهن جو اڳين لکندڙن ذڪر ڪيو آهي، سنڌي جو خمير سنڌ جي سر زمين ۾ تيار ٿيو.“ ان کان علاوه ٻوليءَ جي سڃاڻ، انفراديت، بين الاقوامي حيثيت، تعمير توسيع ۽ زباني ادبي روايت کان علاوه سومرن جي دور، سمن جي دور، ارغون، ترخان، مغليه دور، ڪلهوڙن ۽ ٽالپرن جي دور تي جيڪو گهرو مطالعو پيش ڪيو آهي، تنهن ۾ هر هڪ دور جي عالمن، اديبن، تصنيفن، تاليفن، تذڪرن ۽ روايتن تي تفصيلي ۽ وضاحتي روشني وڌي آهي، سا ادبي تاريخ کي سمجهڻ لاءِ هڪ جدا طبعي لاڙي جي تقاضا ڪري ٿي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي علمي ڪارنامن مان هڪ اهم ڪارنامو حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي رسالي جو جامع، مستند ۽ معياري متن تيار ڪرڻ آهي. پاڻ اها تجويز سن 1966ع ۾ ”شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز ڪاميٽي“

جي اعزازي سيڪريٽري جي حيثيت سان مذڪوره ڪاميٽي آڏو پيش ڪئي. ڪاميٽي جي 30- سيپٽمبر 1966ع جي گڏجاڻيءَ ۾ فيصلو ڪيو ويو ته پهريائين ”شاهه جي رسالي“ جي مختلف قلمي نسخن توڙي شاهه جي سوانح حيات بنيادي ماخذن کي سوڌي سنواري شايع ڪيو وڃي ۽ ان کان پوءِ رسالي جي مستند معياري متن تيار ڪرڻ جو ڪم هٿ ۾ کنيو وڃي. ڪاميٽي پاران انهيءَ ڪم جي ذميداري ڊاڪٽر بلوچ صاحب جي حوالي ڪئي ويئي. ڊاڪٽر بلوچ صاحب اها ذميواري قبول ڪندي، رڳا کي ٻن حصن ۾ ورهائي، پهريائين شاهه صاحب جي حياتيءَ متعلق بنيادي ماخذن تي تحقيق ڪرڻ لاءِ مير عبدالحسين خان سانگي جو فارسيءَ ۾ لکيل ڪتاب ”لطائف لطيفي“ 1967ع ۾ ڇپايو ۽ مرزا قليچ بيگ جو ڪتاب ”احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي“ 1972ع ۾ ڇپائي پڌرو ڪيو. اهڙيءَ طرح بيدل سائين جو ”پنج گنج“ جيڪو صوفي سبحان بخش ترتيب ڏنو هو ۽ ”راڳنامو“ فقير صوفي محمد صديق جو 1976ع ۽ 1981ع ۾ شايع ڪرايا.

انهن ڪتابن جي اشاعت کان پوءِ رسالي جي معياري متن تيار ڪرڻ کان اڳ رسالي جا پهريان پنج متن تحقيق ۽ تصحيح سان شايع ڪرايا. 1- سن 1969ع ۾ برٽش ميوزم وارو قلمي نسخو، 2- 1974ع ۾ سرڪلياڻ سان شروع ٿيندڙ رسالو، ٽن اهم قلمي نسخن کي پيٽي شايع ڪيو ويو ۽ 3- 1977ع ۾ سر سسئي سان

شروع ٿيندڙ رسالو، جيڪو ڏهن قلمي نسخن کي پيڙهي شايع ڪيو ويو. اهڙيءَ طرح 1972ع ۾ رسالي جي چوئيتاليهن (44) قلمي نسخن ۽ ڇاپن جي تحقيقي مطالعي کي ”شاهه جي رسالي جا سرچشما“ جي عنوان سان شايع ڪرڻ کان سواءِ 1974ع ۾ پنجيتاليهن (45) قلمي ۽ ڇاپي رسالن جي سُرن، داستانن، بيتن ۽ واين جي مطالعي کي ”شاهه جي رسالي جي ترتيب“ جي عنوان سان ڪتابي صورت ۾ شايع ڪري بنيادي تحقيقي ڪم ڏهن سالن جي محنت سان پڄاڻيءَ تي رسيو.
جنوري 1980ع کان رسالي جي جامع، مستند ۽ معياري متن جي تياريءَ جو ٻيو مرحلو شروع ٿيو. ٻن سالن ۽ ستن مهينن تائين تحقيقي ڪم هلندو رهيو ته ڪن دشوارين سبب آگسٽ 1982ع کان مارچ 1983ع تائين اٺ مهينا ڪم ۾ رڪاوٽ پئجي ويئي. ان هوندي به ڊاڪٽر بلوچ صاحب رسالي جي معياري متن جي رسالي ۾ سر ڪلياڻ ۽ سر يمن جو معياري متن مڪمل ڪيو، جنهن تي 29- ڊسمبر 1988ع تي 6 صفحا مهاڳ لکيو ويو. شاهه جي رسالي جي جامع، مستند ۽ معياري متن جو جلد پهريون ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“ جي عنوان سان 1410هه/1989ع ۾ ميگزين سائيز ۾ ”شاهه عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاهه“ پاران تفصيلي مقدمي، پيٽ ۽ سمجهاڻي سميت شايع ٿيو. جلد پهرين جي سٽاء جو مختصر خاڪو هن ريت آهي:

به سؤ چٽيهه صفحا مقدمي جي باب پهرين ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي حياتيءَ جو احوال. باب ٻئي ۾ شاهه جي رسالي جي اصليت ۽ حقيقت ۽ رسالي جي قلمي نسخن ۽ ڇاپن جي سڃاڻپ. باب ٽئين ۾ رسالي جي تدوين ۽ تاريخ. باب چوٿين ۾ رسالي جي ترتيب. باب پنجين ۾ شاهه جي ڪلام جي پرک جا معيار. باب ڇهين ۾ جامع مستند متن لاءِ صورتخطي. اهڙيءَ ريت 662 صفحن تي سر ڪلياڻ جو مهاڳ، سر يمن جو مهاڳ، سر ڪلياڻ ۽ سر يمن جو متن ۽ معنيٰ.

جلد ٻيون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1992ع ۾ ”شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز“ حيدرآباد پاران ساڳئي سائيز ۾ 518 صفحن تي مشتمل ڇپجي پڌرو ٿيو. هن جلد ۾ سر کنڀات، سر بروو، سر سري راڳ ۽ سر سامونڊي شامل ڪيل آهي.

جلد ٽيون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1994ع ۾ ”شاهه عبداللطيف ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز“ حيدرآباد پاران ساڳئي سائيز ۾ ڇهه سؤ صفحن تي مشتمل آهي. چوهٺ صفحن جي مقدمي سان هن جلد ۾ ستن سُرن: سر گهاتو، سر ڪاهوڙي، سر ڪاپائتي، سر بلاول، سر پرڀاتي، سر ڪارايل ۽ سر ڏهر شامل آهن.

جلد چوٿون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1997ع ۾ ”علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع

ٿيو. ست سؤ ڇهاسي صفحن تي مشتمل هن جلد ۾ سسئي وارا پنجئي سر: سر آبري، سر معذور، سر ديسي، سر ڪوهياري ۽ سر حسيني شامل آهن.

جلد پنجون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1996ع ۾ ”علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع ٿيو. هن جلد ۾ سر ليلان، سر راڻو، سر ڪاموڏ ۽ سر سورٺ شامل آهن.

جلد ڇهون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1995ع ۾ ”علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع ٿيو. پنج سؤ چاهتر صفحن تي مشتمل هن جلد ۾ ٻاهٺ صفحن تي مقدمي سان گڏ چار سر: سر روپ، سر پورب، سر رامڪلي ۽ سر آسا شامل ڪيل آهن.

جلد ستون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1998ع ۾ ”علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع ٿيو. ڇهه سؤ انيتاليهن صفحن تي مشتمل هن جلد ۾ ايڪيتاليهن صفحن جي مقدمي سان گڏ ٻه سُر: سر مارئي ۽ سر سهڻي شامل ڪيل آهن.

جلد اَٺون- ”شاهه جو رسالو- شاهه عبداللطيف جي پنهنجي ڪلام جو سچو سربستو صحيح رسالو“: 1999ع ۾ ”علامه قاضي رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع ٿيو، جو پنج سؤ انيتاليهن صفحن تي مشمل آهي. هن جلد ۾ اُڻٽيهه سر: سر

ڪلياڻ، سر يمن، سر ڪنڀات، سر بروو، سر سري راڳ، سر ساموندي، سر گهاتو، سر ڪاپائتي، سر بلاول، سر پرڀاتي، سر ڪارايل، سر ڏهر، سر آبري، سر معذور، سر ديسي، سر ڪوهياري، سر حسيني، سر راڻو، سر ليلان، سر ڪاموڏ، سر سورٺ، سر رپ، سر پورب، سر رامڪلي، سر آسا، سر مارئي، سر سهڻي ۽ سر سارنگ شامل ڪيل آهن.

جلد ڏهون- ”شاهه جو رسالو- شاهه جو ڪلام“: 1996ع ۾ ”علامه قاضي جو رسالو تحقيقي رٿا ۽ اشاعت“ حيدرآباد پاران شايع ٿيو. اٺ سؤ پنجونجاهه صفحن تي مشتمل هن جلد ۾ ”رسالي جو ڪلام“ شامل آهي. يعني اهڙو ڪلام جيڪو رسالي جي اڳين ۽ بعد ۾ ڇپيل يا قلمي رسالن ۾ موجود آهي، پر اهو شاهه لطيف جو نه، پر ٻين شاعرن ۽ سگهڙن جو چيل آهي. اهو شاهه جي ڪلام کان جدا ڪري رسالي جي ڪلام طور واضح ڪري، سهڻي ترتيب ۽ سليقي سان رکيو ويو آهي.

شاهه جي رسالي جي جامع، مستند ۽ معياري متن جي تياريءَ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي قابليت، محنت، تحقيق ۽ حاصلات کي سنڌ جي علمي، ادبي ۽ تحقيقي دنيا ۾ بيشڪ قدر جي نظر سان نهاريو ويندو. مستند متن جي تياري لاءِ ڊاڪٽر بلوچ صاحب هر هڪ بيت ۽ وائي کي ڇهن تحقيقي معيارن تي پرکيو آهي. جي هي آهن: (1) مطالعي ۾ رسلي جي تعداد جو معيار، (2) رسالن جي قدامت جو معيار، (3) رسالن جي پيٽ

جو معيار، (4) سنڌي ٻوليءَ ۾ بيان جي سهڻائيءَ جو معيار، (5) اعليٰ شاعريءَ جو معيار ۽ (6) اعليٰ فهم ۽ فڪر جو معيار. اهڙيءَ طرح هن تحقيقي مطالعي لاءِ رسالي جا 54 قلمي ۽ 16 ڇاپي رسالا اڳ‌پاس هيٺ آندا ويا. ان کان علاوه ان تحقيقي ڪم دوران ڊاڪٽر بلوچ صاحب ايڪيتاليهن ڄاڻن، فقيرن ۽ ماهرن سان مشورن جو سلسلو جاري رکيو، جن جو تعلق مختلف خطن ۽ شهرن سان هو ۽ ڊاڪٽر بلوچ صاحب وقت بوقت وٽن ويندو رهيو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن به علمي ۽ ادبي رٿائن تي تحقيقي ڪم ڪيو آهي، تن جي طريقئه ڪار ۽ عمل جي سڪيا حاصل ڪرڻ لاءِ سندس ذاتي لائبريريءَ ۾ جيڪا به لکپڙهه موجود آهي، ان کي شايع ڪري، نوجوان ۽ نون تحقيقي سکيا حاسل ڪندڙن لاءِ عام ڪيو وڃي، ته جيئن سنڌ جي هن عاشق عالم جي سکيا ذريعي پنهنجو علمي ادبي ۽ تحقيقي تشخص قائم رکي سگهجي. ان کان سواءِ شاهه جي رسالي جي جامع، مستند ۽ معياري متن لاءِ جيڪي رسالا، قلمي توڙي ڇاپي، ڪتاب، ٻيا قلمي نسخا ۽ لکپڙهه وغيره گڏ ڪري هڪ اهڙو ”شاهه جو رسالو تحقيقي ادارو“ قائم ڪيو وڃي، جنهن ۾ انهن نوادرات جي حفاظت سان گڏ نئين فڪر ۽ تحقيق جو سلسلو قائم رکيو وڃي.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي انهن علمي، ادبي ۽ تاريخي خدمتن کان علاوه ثقافتي ۽ ادارتي خدمتون به مثالي آهن. پاڻ سنڌ

جي موسيقي، سازن ۽ آوازن تي به ڌيان ڏريو ۽ سن 1950ع کان ان تي لکندو به رهيو. ان سلسلي ۾ "Introduction of "Development of classical and Sindhi music" music in Sindh" کان سواءِ پاڻ امير خسروءَ جي موسيقي جي خدمتن تي Amir" khusrau's discourse on differntiation in the fundamental and the subsidiary principles of music" جي عنوان هيٺ جامع مقالو سن 1975ع ۾ لکيائين. سن 1978ع ۾ ڊاڪٽر صاحب ”سنڌي موسيقي جي مختصر تاريخ“ جي نالي سان هڪ اهم ڪتاب لکي سنڌ ۾ موسيقي سان چاهه رکندڙن آڏو پيش ڪيو.

ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ ۾ نهايت ئي گهڻ پهلو عالم هو، جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ گهڻ پهلو ۽ گهڻا ڪارناما سرانجام ڏنيئي، اهڙي مثالي حيثيت حاصل ڪئي آهي، جنهن جو ڪو ٻيو دعويدار ٿي نه ٿو سگهي. سندس ٻولين جي ڄاڻ (عربي، فارسي، انگريزي، هندي، سرائڪي، اردو، بلوچي، براهوي وغيره) ايڏي ته وسيع هئي، جو انهن جي صرفي، نحوي، لغوي، تاريخي، لساني ۽ سماجي رخن جو به گهرو ادراڪ رکندڙ هو. هو تاريخ، جاگرافي، ارضي، فلڪي، ماحولياتي، سماجي، انساني، نسلي، عقلي، احساساتي ۽ ادراڪي معلومات سان مالا مال هو. سندس لکيل ڪتابن ۽ مقالن توڙي مضمونن کان سواءِ قائم ڪيل ادارن، انهن جي اهميت، افاديت، ڪارج ۽ نتيجن جي خدمتن جو ڄاڻو ۽

اڳواڻ هو. جيڪڏهن ورهاڱي کان پوءِ جي عالمن ۽ اديبن جي خدمتن تي هڪ سرسري نظر ڏري راءِ قائم ڪئي وڃي ته بيشڪ ادب جي دنيا ۽ علم جي ميدان ۾ شيخ اياز ۽ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ پنهنجو ڪو ثاني ڪونه ٿا رکن. اهو وقت پري نه آهي ته سنڌي قوم انهن ٻنهي عالمن ۽ اديبن جي علم، فڪر ۽ نظريي تي عمل ڪري ان نئين سنڌ جي تعمير ڏانهن تڪڙو توجهه ڏيندي ۽ جنهن جو تسلسل اسان پنهنجي اڻ ڄاڻائيءَ سبب برقرار رکي نه سگهيا آهيون.

[هن مقالي جي تياريءَ دوران ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جا مختلف ڪتاب مطالعي رهيا.]

ڊاڪٽر علي اڪبر ايم.ڍڪڻ

# ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچؒ

(سنڌ جو جڳ مشهور محقق، شارح، عالم ۽ اديب)

وينٺي جَنين وَٽ، ڏکندو ڏور ٿئي،
تن تنين سين ڪَٽ، وڏا اَڏي پکڙا.
(شاهه لطيفؒ)

سنڌ ڌرتي ۽ اسان سنڌين کي وڏو فخر ۽ شڪر آهي جو الله پاڪ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچؒ جهڙو حليم ۽ عليم، مدبر ۽ دانشور، محقق ۽ محنت ڪش، عالم ۽ فاضل عطا فرمايو. ڊاڪٽر بلوچ جهڙا انسان ڪڏهن ڪڏهن پيدا ٿيندا آهن.

شاهه لطيفؒ فرمايو آهي ته:

”ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه اچي بوءِ بهار جي.“

دنيا ۾ هن ڌرتيءَ تي ڪئين ماڻهو پيدا ٿيا آهن، ۽ ٿيندا رهندا مگر تاريخي ۽ جڳ مشهور ڪي ڪي پيدا ٿيا آهن جن جي عملن سان پوري دنيا سڳنڌ ۽ سُرهاڻ حاصل ڪئي آهي.

علامه اقبال مطابق:

”بڑي مشکل سلاّ هوتا هلاّ چمن مين ديده ور پيدا“

شاهه لطيف سائين فرمايو ته:

”سي پونجارا پُر ٿيا، سمنڊ سيويو جن،

آندائون عميق مان، جوتي جواهرن،

لڌائون لطيف چئي، لعلون مان لهرن،

ڪانهي قيمت تن، مُل مهانگو اُن جو.“

چند ڀهراڙيءَ ۾ ڄاول ٻارڙي جا نصيب ڏسو ته هو پنهنجي محنت ۽ مشقت، ايمانداري ۽ سچائي واري عظمت سان دنيا جو هڪ عظيم ۽ اعليٰ پايي جو عالم ۽ محقق بنجڻ ۽ سڏجڻ وارو مقام حاصل ڪري سنڌ ڌرتيءَ جي شان ۽ شوڪت ۾ چار چنڊ لڳائي ڇڏيا. سانگهڙ ضلعي ۽ سنجهوري تعلقي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺ

جعفر خان لغاري ۾ علي محمد خان لغاريءَ جي گهر ۾ 16-
ڊسمبر 1917ع تي اکيون کوليو نوشهروفيروز،جهوناڳڙهه،
عليڳڙهه ۽ آمريڪا جي شهر ڪئليفورنيا مان وچولي، اعليٰ ۽
مٿانهين درجن جي تعليم پرائي اچي وري سنڌ ۽ سنڌين جي خدمت
۾ مصروف زندگي گذاريائين ۽ پنهنجي ملڪ پاڪستان جو نالو
اوچو ڪيائون. اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ کان پوءِ بين الاقوامي
ادارن ۾ وڏين نوڪرين جون پيشڪشون ٺُڪرائي پنهنجي محترم
استاد ۽ دانشور علامه آءِ.آءِ.قاضيءَ جي صلاح ۽ مشوري مطابق
پنهنجن ماڻهن جي خدمت ڪرڻ کي ترجيح ڏنائون. هتي هن نه
صرف پڙهائڻ جو ڪم ڪيو مگر تعليمي اوسر لاءِ ادارن کي
مضبوط ڪيائون. تعليمي ۽ تحقيقي پاليسيون ٺاهي تعليم جي
سرشتي ۾ جدت ۽ نواڻ پيدا ڪيائون. استادن ۽ شاگردن ۾ نظم،
محنت، شوق ۽ جذبي جو اُتساهه وڌائي سنڌ جي ماڻهن جون
دعائون ورتائون. پاڻ اورچائي ۽ ايمانداريءَ سان زندگي گذاري
پنهنجي رب جي خوشنودي حاصل ڪيائون ۽ زندگي پُرسڪون
۽ احترام ۽ وقار واري گذاريائون. ڪنهن عهدي وٺڻ لاءِ ڪا
خوشامند ۽ چاپلوسي نه ڪيائون مگر عهدا هن جي خدمت لاءِ
مُتلاشي رهندا هئا، جنهن ڪري جڏهن به وڌن عهدن جون کين
آچون آيون ته اهي عهدا عزت ۽ احترام سان ادا ڪيا ۽ وڏي وقار
۽ اعليٰ درجه جون منزلون سر ڪري پُرسڪون زندگي
ماڻيائون. آمريڪا کان ايجوڪيشن ۾ پي ايچ.ڊي ڪري سنڌ

يونيورسٽيءَ جي ايجوڪيشن واري شعبي ۾ ڊائريڪٽر جا فرائض ادا ڪيائون جتي تحقيق ۽ کوجنا ڪرڻ جون وڏيون مشقون ۽ مشقتون ڪيون، جتي سنڌ جي لوڪ ادب تي اٽڪل چاليهه ڪتاب لکيا ۽ ڇپرايا. ان سان گڏوگڏ سنڌ جي مٽي پاڻي جي مڇي ۽ ڪاري جي مڇي، جانورن، هنرن، ڏنڌن ڌاڙين تي تحقيق ڪيائون ۽ ڪتاب ڇپرايا. شاهه لطيفؒ جي رسالي جي شرح لکيائون ۽ ان جا اٽڪل ڏهه جلد ڪرائون سائيز 8000 صفحن تي مشتمل ڇپرايا. شاهه صاحب جي هر لفظ ۽ محاوري جي شرح ڳوٺن، واهڻن ۽ جڳهن تي وڃي پاڻ ڏسي ۽ ماڻهن سان ڪچهريون ڪري سمجهي پوءِ لکيون ۽ ڇپرايون. اهڙيءَ طرح لوڪ ادب جو مواد حاصل ڪرڻ لاءِ سگهڙن سان پنهنجن ڳوٺن ۾ ڪچهريون ڪري سندن ياد ٿيل سينن مان بيت ۽ خيال گڏ ڪري ڪتاب ڇپرايا، مطلب ته ڊاڪٽر صاحب عملي ماڻهو هو جن پاڻ ڪشالا ڪڍي ڳوٺ ڳوٺ، واهڻ واهڻ، شهر شهر گهمي اکين سان شيون ڏسي ڇنڊڇاڻ ڪئي ۽ رڪارڊ ڪري ڪتاب ڇپرايا. جنهنڪري ڊاڪٽر صاحب کي ٻهراڙيءَ جي ڳوٺن لاءِ ۽ اتان جي رهندڙ ماڻهن لاءِ وڏو چاهه ۽ دلچسپي هوندي هئي. پاڻ به دعوتون ۽ شڪار ڪري ايندو هو، ته ان ڪان وڌيڪ اتان جي ماڻهن جي مهمان نوازي ڪندو ۽ کين پاڻ وٽ رهائيندو هو. انهن سمورين ڪچهرين جو بندوبست سندس صالح پٽ ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ ۽ سندن ساٿي عبدالرحمان مهيسر ڪندا هئا.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب طبعيت جو صابرين ۽ حليم هو، ڪير تنقيد ڪندو هو سا برداشت ڪري ڇڏيندا هئا، صرف ايترو چوندا هئا ته سڀڪو پاڻ سڌاري. هجره ڪائونسل اسلام آباد ۾ ائڊوائيزر به ٿيا ته تعليم کاتي جا سيڪريٽري به ٿيا، ان کان پوءِ سنڌ حڪومت کيس نگران وزيرِتعليم به ڪري مقرر ڪيو جيڪي عهدا هن بخوبي سرانجام ڏنا.

اسلام آباد وارن جو رويو:

وڏي افسوس سان چوڻو ٿو پوي ته اسلام آباد وارا سنڌ جي ماڻهن کي وڏي عهدي تي رهڻ نه ٿا برداشت ڪن، پوءِ ڪيترو نه ڪو ايماندار، اورچ ۽ محنتي هجي. عموماً ڏٺو ويو آهي ته اسلام آباد ۾ جن به سنڌ جي ماڻهن کي ادارن جي سربراهه طور رکيو ويو آهي تن کي اتان جي ماڻهن نه سَٺو آهي ۽ کين تنگ ڪري اتان هٽرايو ويو آهي، سائين غلام علي الانا صاحب جڏهن علامه اقبال اوپن يونيورسٽي اسلام آباد ۾ سربراهه هو ته کين ڪيترو نه پريشان ڪري واپس ڪيو ويو هو. هن راقم الحروف کي به جڏهن ايم.ڊي سمال بزنس فنانس ڪارپوريشن اسلام آباد اسٽيٽ بئنڪ مان ڊيپوٽيشن تي موڪليو ويو ته اسلام آباد جي ڪامورن ۽ ملازمن ساڙس حسد ڪري کيس پريشان ڪيو هو، چو ته سندس حساب ڪتاب پڇيو ويو ته هو حاسدن ۽ چورن واري چال هليا ۽ آخر ۾ راقم الحروف کي واپس اسٽيٽ بئنڪ ڪراچي واپس اچڻو پيو هو. سو ڊاڪٽر بلوچ صاحب به جڏهن اسلامڪ

يونيورسٽي اسلام آباد جو پهريون سربراهه مقرر ٿيو ته هن کي به، پروفيسر ڊاڪٽر محمد غازي جي هيٺين لفظن مطابق، پريشان ڪيو ويو هو:

"It is pity that the services the dedications and sincerity of Dr. N.A.Baloch were not appreciated what happened to him has happened in our history to many sincere and dedicated people. He soon attracted the wrath and displeasure of many who did not want his project to take off. Jealousies of the peers and at her position hunters added to his difficulties, problems were created in his way which he continued to face with courage, dedication and selflessness. He was unceremoniously removed from the office of the Vice Chancellor."

”افسوس ٿو ٿئي ته ڊاڪٽر اين.اي.بلوچ صاحب جون بي لوث ۽ پُرخلوص خدمتون پسند نه ڪيون ويون، ڇا ٿيو هتي سو تاريخ ۾ ايماندار ۽ مخلص ماڻهن سان دنيا ۾ ٿيندو آهي، هن تي حاسد ۽ ساڙيلا ماڻهو حسد وچان ڪاوڙيا ۽ اعليٰ عهدن تي قابض بيوروڪريٽن ڪيس ڪم ڪرڻ نه ڏنو. جنهنڪري حاسدن سندن

لاءِ پريشانيون ۽ مسئلا پيدا ڪيا جيڪي ڊاڪٽر بلوچ صاحب
پنهنجي ايمانداري، اورچائي ۽ همت سان سَٺا ۽ مقابلو ڪيو پر
وڏو ڏک تڏهن ٿئي ٿو جڏهن ڪيس وائيس چانسلري واري عهدي
تان ظالمانه طور هٽايو ويو.“

بهرحال هن ملڪ ۾ بيورو ڪريٽن جي هڪ هَٿي آهي ۽
ايماندار ۽ جفاڪش ماڻهن جي ڪارگذارين ۾ مداخلت سان ڪين
مسئلن ۾ پريشان ڪري ڪم ڪرڻ نه ٿو ڏنو وڃي. سنڌ جي
ڪامورن جي سروي ڪئي وڃي ته معلوم ٿي ويندو ته هڪ
هَٿي رڪندڙ ڪامورن جي ظلم ۽ ڏاڍ جو هرڪوئي شڪار ٿيل
نڪرندو. هاڻي اهڙن ظالم طبقي کان صرف الله ئي ڪين حفاظت
۾ رکي سگهي ٿو. ”آهه غريبان قهر خدائي.“

سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب مرحوم و مغفور جن اعليٰ درجي
جا اديب، عالم، محقق، تعليمي ماهر ۽ قابل استاد هئا. ملڪ اندر
چا پر پوري دنيا جي مفڪرن ۽ ماهرن سندس تعريف جاڳڻ ڳايا
آهن.                                ضياءالدين ’بلبل‘

چيو ته:

”ڊاڪٽر موصوف، علي ڳڙهه جي سنڌي پيدا ڪيلن مان پهرين
صف وارن منجهان آهي.“

محمد عمر چنڊ صاحب چيو ته: ”علم جي پوئين زماني جي
سمنڊن مان هڪ سمنڊ جو نالو آهي- ڊاڪٽر نبي بخش خان
بلوچ“.

مراد علي مرزا مرحوم چيو ته:

”سنڌ جي تاريخ، لوڪ ادب، ٻوليءَ، موسيقي ۽ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي موضوعن تي سنڌ جي برک محقق، تاريخدان، عالم ۽ دانشور محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ تمام وڏو ڪم ڪيو آهي.“

نياز همايوني چيو ته:

”محترم ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي ’هڪ ئي رانجهو لکان دا مٺ‘ چئي سگهجي ٿو.“

امداد حسيني صاحب چيو ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ گهڻ پاسائين شخصيت آهي.“

ممتاز مرزا مرحوم چيو ته: ”ڊاڪٽر بلوچ ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز جو حقيقي معمار آهي.“

غلام محمد لاکي چيو ته:

”ويهين صدي جي سنڌ جيڪي به وڏا اديب، دانشور، محقق، تاريخدان ۽ نقادَ پيدا ڪيا آهن، مان واري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو انهن سڀني ۾ نهايت نمايان نظر اچي ٿو.“

تاج جويي صاحب فرمايو ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جو عظيم لغات نويس هو“.

ڀن حوالن سان خاص ڪري ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو نالو اول صف جي عالمن ۽ محققن ۾ شمار ٿئي ٿو: (1). لوڪ ادب جي سهيڙ ۽ (2) لغات نويسي.
محمد يوسف شيخ صاحب جن فرمايو ته:
”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ هڪ عظيم ماهرِ تعليم هو.“
ان ۾ ڪو وڌاءُ ڪونه ٿيندو، جيڪڏهن ائين چئي ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، پاڪستان جي تعليمي نشاة ثانيه جي باني مان هڪ آهي ۽ شعبه تعليم جي قيام جو باني آهي.
ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجي صاحب چيو ته:
”سنڌ جي تاريخ، ثقافت، ادب ۽ زندگيءَ جي گوناگون ۽ اهم پهلوئن کي اجاگر ڪرڻ جي سلسلي ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جيڪو ڪم ڪيو آهي، سو عالم آشڪار آهي.“
محمد حسين ڪاشف صاحب جن لکيو آهي ته:
”علمي ۽ ادبي طور سنڌ ڌرتيءَ جيڪي ماڻهو پيدا ڪيا آهن، انهن ۾ ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جي شخصيت سڀني کان منفرد مقام واري آهي.“
ڊاڪٽر عبدالجبار ’عابد‘ لغاري فرمايو آهي ته:
”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ نهايت اورچ اسڪالر هو.“
ڊاڪٽر صاحب جي انهن لاجواب علمي ادبي خدمتن جي اعتراف ۾ پاڪستان حڪومت کيس تمغهء پاڪستان ۽ صدارتي تمغهٔ حسن ڪارڪردگي ۽ 2001ع ۾ حڪومت پاڪستان

طرفان تمغهٔ امتياز مليو. سنڌي لئنگويج اٿارٽيءَ جو چيئرمن ٽن سالن لاءِ رهيو، ۽ سنڌ جي مختلف حصن جي لهجن تي ڪيترائي ڪتاب شايع ڪرايائون. پاڻ هڪ طرف پروفيسر ايمريٽس رهيو ته ٻئي طرف سنڌ يونيورسٽي طرفان قائم شده علامه آءِ.آءِ قاضي چيئر جو چيئرمن پڻ رهيو.

ڊاڪٽر درمحمد پٺاڻ صاحب لکيو ته:

”ڊاڪٽر صاحب جي ذهن، زبان ۽ سيني ۾ سنڌ جي تاريخ، علم، ادب ۽ ثقافت جا خزانا لڪل آهن، اهو اسان جي مفاد ۾ آهي، ته سندن جاکوڙ، جستجو، محنت، مواد ۽ معلومات کي اسان هٿ ڪري ڪتابن جي صورت ۾ ڇپرائي محفوظ ڪريون.“

حميد سنڌي، ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سان ڪن گهاريل گهڙين جي باري ۾ لکيو آهي ته:

”ڊاڪٽر صاحب جي ساراهه ته هاڻ دوست ۽ دشمن پيا ڪن، جو ڊاڪٽر صاحب پنهنجي محنت ۽ پورهئي وسيلي سڀني کي مڃايو آهي. هونئن به تاريخ ۾ اهڙن ماڻهن جي ڪاميابي ٿئي ٿي جيڪي پنهنجي قلم ۽ ڪردار وسيلي وقت جا وهڪرا اُڪري، حق ۽ سچ جي ڳالهه کي اڳيرو ۽ مٿانهون رکڻ لاءِ جاکوڙ ۾ رُڌل رهن ٿا. مون ڊاڪٽر صاحب کي اڄ تائين اهڙي عمل ۾ رُڌل ڏٺو آهي، جو هن ڪٿي به ساهي نه کنئي آهي. هو اڄ به سنڌ جو وڏو محقق، ڄاڻو، ڏاهو ۽ قلمڪار آهي جيڪو قلم جي مس ئي

سُڪڻ نه ٿو ڏئي چاڪاڻ ته سندس گهڻ پاسائين شخصيت ۾ ڪئين راز، رمزون ۽ هنر لڪل آهن.“

شيخ محمد اسماعيل لکيو ته:

”ڊاڪٽر صاحب جي انشاء اسلوب جي هڪ خاص ڳالهه اها آهي جو هُن هن وقت تائين هڪ سؤ کان مٿي موضوعن تي ڪتاب لکيا آهن، پر جنهن به موضوع تي لکيائين، اصطلاح ۽ ٻولي، ان موضوع مطابق استعمال ڪيائين. انشاء جو اهو انداز هن کان اڳ ڪنهن به اديب نه اختيار ڪيو. ڊاڪٽر صاحب پاڻ سنڌيءَ، فارسيءَ، عربيءَ ۽ انگريزي جو ڄاڻو عالم آهي.“

سگهڙ عبدالرحمان مهيسر چيو ته:

”ڊاڪٽر صاحب جن مُني صدي کان وڌيڪ عرصي تائين سنڌي ادب جي جيڪا خدمت ڪئي آهي ان جو مثال ڪونهي.“

پرواني پٿي چيو ته:

”ڊاڪٽر صاحب سنڌ جي چپي چپي تي پنهنجن پيرن جا نشان ڇڏيا آهن، اسان انهن پيرن جي نشانن کي ئي سمجهي ۽ ڏسي اڳتي وڌياسين ته پوءِ اسان کي اُهائي منزل هٿ اچي ويندي جنهن جا اسين ڳولائو آهيون.“

پروفيسر ڊاڪٽر سحر امداد حسينيءَ لکيو ته:

”ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ سنڌ جو اهو عالم ۽ دانشور آهي جنهن تي سنڌي قوم بجا طور تي فخر ڪري سگهي ٿي.“

عبدالرحمان پليجي لکيو ته:

”سنڌ جي لوڪ ادب، لوڪ گيتن، بيتن، آکاڻين، ڏِنن، ڏورن، ڳيچن، ڪافين، مولودن، مداحن، عشقيه داستانن، لوڪ ڪهاڻين، مطلب ته صدين کان سنڌين جي سيني ۾ سانديل خزانن کي اَڄ سنڌ جي ڪاڇن، ٿر کان ڇپر، سري کان لاڙ تائين گڏ ڪيو آهي.“
عزيز جعفراڻي چيو ته:
”ڊاڪٽر بلوچ جا ڪئين عرب مداح ۽ معترف آهن.“
حافظ حبيب سنڌي ڊاڪٽر بلوچ کي سنڌ جو ابن بطوطه سڏيو آهي. رسول بخش تميمي ڊاڪٽر بلوچ کي ”شاهه جو شارح چيو آهي.“
ڊاڪٽر محمد سليم اختر اردو ۾ لکيو آهي ته:
”ڊاڪٽر بلوچ جيتوڻيڪ زندگيءَ جو گهڻو حصو شهرن ۾ گذاريو آهي پر بنيادي طور هو ٻهراڙي جي ماحول جي پيدائش آهي ۽ مزي جي ڳالهه اها آهي ته هن ٻهراڙيءَ جي زندگيءَ جا سمورا روپ پنهنجي ذات ۾ سمائي ڇڏيا آهن.“
پروفيسر آفاق صديقي ڊاڪٽر بلوچ کي اردوءَ ۾ ”شيداء علم و ادب سڏيو آهي.“
خالد اطهر اردو ۾ چيو ته:
”ڊاڪٽر بلوچ صاحب جون آثارِ قديمه، موسيقي ۽ لوڪ ادب ۾ گرانقدر خدمتون آهن.“
پروفيسر چاند بيبي سلطانه اردو ۾ لکيو ته:

”جديد مستند ايڊيشن شاهه جي رسالي جو ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ جو مرتب ڪيل آهي.“
حميده کهڙو صاحبه انگريزيءَ ۾ لکيو ته:
”ڊاڪٽر بلوچ هڪ فطري ڄاول محقق آهي جنهن پنهنجي سموري زندگي سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تحقيق کي ارپي ڇڏي.“
کهڙو صاحبه وڌيڪ چيو ته:
"It would not be an exaggeration to call Dr. Baloch an encyclopedia of Sindh."
يعني: ”ڊاڪٽر بلوچ کي سنڌ جي انسائيڪلوپيڊيا چوڻ ۾ ڪو مبالغو نه ٿيندو.“
پروفيسر نذير احمد انگريزيءَ ۾ چيو ته:
"In my official dealings with Dr. N.A Baloch, I was struch by his sagacity".
يعني: ”آفيس جي ميٽنگن ۾ مون کيس دانشور ۽ سياڻو ڏٺو.“
عزيز ملڪ انگريزيءَ ۾ لکيو ته:
"Those who know Dr. Baloch, the renaissance man of Sindh, also know how busy he is. He reads, sleeps, drinks, eats and writes books."
يعني: ”جيڪي ماڻهو بلوچ صاحب کي سنڌ جي روشني يا سوجهرو سمجهن ٿا، انهن کي خبر آهي ته هيءُ ڪيترو مشغول

رهي ٿو. هي پڙهي ٿو، سمهي ٿو، پيئي ٿو، کائي ٿو ۽ گڏوگڏ ڪتاب لکي ٿو.“

ڊاڪٽر حبيب الله صديقي انگريزيءَ ۾ ڊاڪٽر صاحب کي "Living Legend of Sindh" سڏي ٿو يعني ”سنڌ جي زنده جاويد يادگار شخصيت.“

سيما قريشي صاحبه بلوچ صاحب بابت انگريزيءَ ۾ لکيو ته:

"Dr. Nabi Bux Baloch never retires."

”ڊاڪٽر نبي بخش نه ٿڪجندڙ ماڻهو.“

محمد عثمان منگي صاحب فرمايو ته:

”ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم (جلد ٿيون) جي ڇپائڻ ۽ مرتب ڪرڻ جي سعادت حاصل ڪري رهيو آهيان ته جيئن مايه ناز عظيم اسڪالر جي تحقيقي ڪمن کان واقف ٿي پيا به اديب اڳتي قدم وڌائي سگهن.“

محترم عنايت بلوچ صاحب جن چيو ته:

”سنڌ ماڻڪ موتي تنظيم پاران سائين ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ صاحب جن سان پهرين روح رهاڻ، تمام وڏي پيماني تي سنڌ ميوزيم حيدرآباد جي ممتاز آڊيٽوريم ۾ 19- فيبروري 2002ع تي ملهائي وئي هئي. هن رهاڻ ۾ ڊاڪٽر صاحب جي متعلق لکيل مضمونن ۽ مقالن تي مبني هڪ ڪتاب ”ڊاڪٽر بلوچ هڪ مثالي عالم“ جي پڌرائي پڻ ڏاڍي جوش ۽ جذبي سان

ٿي هئي جڏهن سڄي آڊيٽوريم ۾ ٻه چار منٽ تاڙيون وڄنديون رهيون هيون ۽ حاضرين طرفان ڊاڪٽر صاحب جن سان پنهنجي محبت ۽ عقيدت جو ڀرپور اظهار ڪيو ويو هو، ان ادبي رهاڻ جو اکين ڏٺو احوال ڊاڪٽر هڪ مثالي عالم جي ٻئي ڀاڱي ۾ تفصيل سان ڇپيو آهي.“

پروفيسر محمد فاضل شيخ صاحب جن جي خيال ۾ ڊاڪٽر بلوچ صاحب کي ”شمس العلماء“ جهڙا ڏهه خطاب ڏجن ته به گهٽ آهن.

سائين محمد فاضل شيخ صاحب جن سکر ڪاليج ۾ پروفيسر رهيا ۽ سائين بلوچ صاحب جن جا پي ايچ.ڊي لاءِ پيارا شاگرد ٿي رهيا آهن، پٽي عاقل ۽ ميرپورماٿيلي ۾ سگهڙن سان ٿيل ڪچهرين ۾ ساڻ رهيا ۽ ان کان سواءِ بلوچستان ۾ ٻيلي طرف سگهڙن سان ڪچهرين لاءِ فاضل صاحب پنهنجي فرزند حسنين شيخ جيڪو ان وقت اسسٽنٽ ڊائريڪٽر نيشنل هاءِ ويز اٿارٽي بلوچستان ۾ خدمتون حاصل ڪرايون.

پروفيسر بيگم خديجه بلوچ جن چيو ته:

”ڊاڪٽر بلوچ هڪ اهو عالم آهي جنهن جيڪي به لکيو آهي سو پنهنجي ميز تي ويهي محض پنهنجي مفروضات تي ٻڌل نه لکيو آهي، هو جيستائين سندن هٿ ڪيل يا ٻُڌل ڳالهين يا ڪن ڪتابن ۾ پڙهيل ڳالهين جي بذات خود تحقيق نه ٿو ڪري، يا ڪڏهن پاڻ انهن کي پرکڻ ۽ پرجهڻ جي ڪوشش نه ٿو ڪري

تيسين ڪڏهن به انهن کي پنهنجن مضمونن ۽ مقالن ۾ شامل نه ڪندو آهي. سندن دل جي آپريشن جڏهن لنڊن ۾ ٿيو ته آءٌ ساڻس گڏ هئس. جيئن ئي کين ٻاهر نڪرڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ جي اجازت ملي ته لنڊن جي ڪتابن جي دڪانن جي ووڙ شروع ڪيائون. ڊاڪٽر صاحب جي جستجو جي مان ڪهڙي ڳالهه ڪريان. آءٌ ائين چوندس ته اهو فقط ”يڪ مُشت نمونو خروار“ آهي. سندس زندگي سڄي تحقيق ۾ کوجنا جي ور چڙهيل آهي، پاڻ هر وقت سوچ ۾ گُم يا ڪتابن ۽ قلم ۾ گُم هوندا هئا...

وڏي فرزند ارجمند ڊاڪٽر محمد شريف بلوچ صاحب جن لکيو آهي ته:

”قبله ڊاڪٽر صاحب جن نهايت شفيق ۽ مهربان والد هئا، ڪائڻ پيئڻ جا آداب به ننڍي لاءِ سيکاريندا هئا، هٿ ڌوئي ماني کائجي، کير پيئڻ وقت سُرڪي آهستي پرجي جيئن آواز نه ٿئي، ڏهڪار وڏو نه ڏجي ورنه گڏ ويٺل ماڻهو ڪِلندا...“

سال 1951-52ع ۾ ڊاڪٽر صاحب جن جي ڳوٺ لاءِ ڪيل خدمات ۽ اصل وڏي واري پڳ جي ڪري ڳوٺ ۽ آسپاس جي ڳوٺن جي ماڻهن کين پڳ ٻڌرائڻ جو بندوبست ڪيو، جنهن جو وڏو اهتمام ڪيو ويو ۽ سوين ماڻهو آيا ۽ پڳ جا وَرَ ڏنائون. 200 پڳون ڊاڪٽر صاحب آڏو پيش ڪيائون، اهڙي طرح جيئن ادبين ۽ عالمن ڊاڪٽر صاحب جن کي هڪ عالم جي حيثيت ۾ حيدرآباد ۾ پڳ ٻڌرائي آهي، تيئن ڳوٺن جي ماڻهن کين سنن

راڄن جي پڳ ٻڌرائي آهي، چاڪاڻ ته ڏاڏو جعفر خان لغاري اسان جي خاندان جو وڏو هو، جنهن جي ناليِ تي ڳوٺ ٻڌل آهي، اُها وڏن واري پڳ ڊاڪٽر بلوچ صاحب جن کي ٻڌرائي وئي.“

راقم جو ڊاڪٽر بلوچ صاحب رابطو:

(1) مون جڏهن 1969ع ۾ ايم.اي ايڪانامڪس ۾ ڪئي ته ليڪچرر ٿيڻ جي ڪوشش ۾ پنهنجي چاچا مرحوم احمد علي ڏيڪڻ صاحب سان ڳالهه ڪيم ته ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ کي چون ته منهنجي مدد ڪن. چاچا چيو ته بلوچ صاحب سندن آديٽر هجڻ ڪري مهربان آهي سو پنهنجو ڪارڊ ڏنائون ته مان ڊاڪٽر صاحب سان ملان. اولڊ ڪئمپس ۾ وڃي سائين محترم بلوچ صاحب جي آفيس ۾ ڪارڊ موڪليم، جلدي گهرايائون. چاچا احمد علي ڏيڪڻ جي ڪارڊ کي اهميت ڏنائون پر ڪم لاءِ چيائون ته مشڪل آهي، سو مون جڏهن کين چيو ته مون کي پي ايچ.ڊي ڪرڻ جو شوق آهي، مون ڏانهن نهاري واعدو ورتائون ته محنت ڪندين، مون کيس پنهنجي سيني تي ٻئي هٿ رکي واعدو ڪيم، ڏاڍو خوش ٿيا ۽ چيائون ته اهو ڪم واسطيدار پروفيسر اڪنامڪس واري کي، جيڪو ان وقت مسٽر اين.اي جي خان هو چوندس. پر واقعي ٿيو به ائين جو حڪومت سنڌ جي اسڪالرشپ ملي ۽ اين.اي.جي.خان جي انڊر ۾ پي ايچ.ڊي 1971ع ۾ شروع ٿي وئي.

(2) جڏهن مان اسلام آباد ۾ ايم.ڊي سمال بزنس فنانس ڪارپوريشن 1990ع ۾ مقرر ٿيس ته انهن ڏينهن ۾ بلوچ صاحب جن به اسلام آباد ۾ هجره ڪائونسل جا سربراهه هوندا هئا، اتي ڪچهريون رات جو ٿينديون هيون، مان جڏهن سائين جن کي چيو ته سائين سنڌي قوم کي علم ۽ ادب پرائڻ سان گڏ ڪمرشل ٿيڻ جي به تلقين ۽ هدايت ڪريو، ته پاڻ ان کان پوءِ سنڌ جي هنرن تي ڪتاب لکيائون ۽ هنرن ۾ ۽ ننڍن ذاڙن ۾ وڌيڪ دلچسپي وٺرائڻ لاءِ تجويزون لکيائون.

(3) رٽائرمينٽ کان پوءِ مظهرالحق صديقي صاحب سنڌ يونيورسٽي جي وائيس چانسلر هجڻ وقت مون کي اقتصاديات جي پئنل تي رکيو ۽ پروفيسرن جي تقرر ۽ ترقي لاءِ ڪميٽي ميمبر طور گهرائيندو هو. سال 2004ع ۾ جڏهن صديقي صاحب گهرايو ته سائين بلوچ صاحب کي به سنڌس مضمون لاءِ ماهر جي طور تي گهرايو، اتي انٽرويو وٺڻ کان اڳ ۾ ڊاڪٽر بلوچ ۽ منهنجي وڏي ڪچهري ٿي. سنڌ ۽ سنڌي نسل جي بگڙيل حالتن لاءِ مون جڏهن سائين بلوچ صاحب جن کي چيو ته سنڌي نسل لاءِ ڪا ايجنڊا ڏين ته جيئن ايندڙ نسل ڪنهن سڌاري واري طرف اچي سگهن ۽ موجوده بگڙيل دور مان جند ڇڏائي سڌاري طرف اچي سگهن، اُتي سائين جن خاموش ٿي چيو ته ادا سيڪو پاڻ سڌاري.

(4) اهڙيءَ طرح سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ پيهر ملاقات دوران 2004ع ۾ سائين ڊاڪٽر بلوچ صاحب کان پنهنجي لکيل آتم ڪهاڻيءَ لاءِ فورورڊ لکي ڏيڻ لاءِ گذارش ڪيم، ته واعدو ڪيائون ته هڪ هفتي اندر موڪليندا ۽ ماشاء الله ٿيو به ائين جو هڪ هفتي اندر سائين فورورڊ لکي موڪليو ۽ مون پنهنجي سوانح حيات انگريزيءَ ۾ لکي ڇپرائي ۽ ڪيس جڏهن ڪتاب جي ڪاپي ڏيڻ اولڊ ڪئمپس واري گهر تي آيس ته ڪتاب ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا ۽ گهڻو وقت ويهاري حالي احوالي ٿيا.

ڊاڪٽر بلوچ لاءِ حقيقي خراج تحسين:

برناڊشا سچ چيو آهي ته:

”جبل جي چوٽيءَ تي چڙهي ويندڙ ماڻهو اتي گهڻو وقت نه ٿو رهي سگهي.“

انسان هميشه هن دنيا ۾ نه ٿو رهي مگر پنهنجا عمل ۽ ڪارناما ڇڏي وڃي ٿو، ڊاڪٽر بلوچ صاحب به هن دنيا کي ڪوچ ڪري ويو جسماني طور مگر سندس بي بها ۽ بيشمار لکيل ڪتاب ۽ تحريرون اسان کي خزاني جي شڪل ۾ ڏئي ويو آهي، سي هميشه اسان سان هن دنيا ۾ رهنديون ۽ ايندڙ نسل انهن مان فائدو وٺي ڊاڪٽر صاحب کي دعائون ڏيندو ۽ نيڪ خواهشن سان پيو ياد ڪندو.

ڊاڪٽر بلوچ صاحب بي لوث ايماندار ۽ اورچ ماڻهو هو، هن جهڙا ماڻهو محنتي ۽ موتيءَ داڻا ورلي پيدا ٿيندا. ڊاڪٽر

صاحب سنڌ جي تاريخ، تهذيب، ثقافت، لوڪ ادب ۽ شاهه جي رسالي تي تمام گهڻو انمول خزانو اسان وٽ ڇڏي ويو آهي. اسان جو ڪم آهي ته اسان سندس قدمن ۽ نسخن مطابق محنت جا قائل بنجي سندن نالو روشن ڪندا رهون ۽ سندس روح جي چوٽڪاري لاءِ دعائون ڪندا رهون. بهتر ائين ٿيندو ۽ ڪيس حقيقي خراج تحسين تڏهن ڏئي سگهنداسون جو سندن نالي تي ورلڊ اسڪالر سوسائٽي ٺاهجي ۽ زنده اسڪالرن ۽ اديبن جي همت افزائيءَ لاءِ جوڙيل اداري طرفان زنده اديبن جي نالي تي ۽ ڪين همت ڏيارڻ لاءِ سيمينار ۽ ڪانفرنسون ڪوٺائي ڊاڪٽر صاحب جو نالو روشن ڪندا اچون.

تاڪي ساڻن اور، جان آهن اوطاقن ۾،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿانئن گهور،
هو جي ويا هنگلور، ڪرمين ملندءِ ڪاپڙي.

(شاهه)

هتان 19 صفحو

http://www.sindhiadabiboard.org/catalogue/mehran/Book129/Book_page18.html